# راج رشي ديوان ڏيارام گدومل

[جيون چرتر]

پروفيسر شيوارام نرسنگهداس ڦيرواڻي



سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو | راج رشي ديوان ڏيارام گدومل جو جيون چرتر |
| ليکڪ | پروفيسر شيوارام نرسنگھداس ڦيرواڻي |
| ڇاپو پهريون | 1938ع |
| ڇاپو ٻيو | جولاءِ 2000ع |
| تعداد | 1000 ڪاپيون |
| ٽائيٽل | منور ابڙو |
| ڪمپوزنگ | پيس ڪمپوزرس، 5/11، رمپا پلازه، ايم اي جناح روڊ ڪراچي، فون: 7762272 |
| ڇپائيندڙ | ڪاهوڙي پبليڪيشن<br>سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن<br>10/7، رمپا پلازه، ايم اي جناح روڊ، ڪراچي<br>فون: 7765867، فيڪس: 7724359 |
| پرنٽر | علمي گرافڪس، فون: 6312786 - 6372706 |
| قيمت | 150/= روپيا |

The Name of Book: **Raj Rashi Dayaram Gidumal**
[A Biography]
By: Prof. **Shewaram N. Pherwani**
First Addition 1938
Second Addition July. 2000

Published by: **Khahori Publication**
***Sindh Graduates Association***
10/7, Rimpa Plaza, M.A. Jinnah Road, Karachi.
Phone: 021-7765867 Fax: 7724359

## سوچي پتر

# ارپڻ ۽ ڪريان

شرڌا، سنمان ۽ نمرتا سان

**راڄ رشي ديوان ڏيارام گدومل**

ايشوي پراپتي ۽ ڳت هنجي اتساهڪ،

گرونجي چمرن ۾ ڪملن ۾

شل سندس جيون چرتر مان

ڪا جيوت لاءِ سچي جوت پرايون!

دعا جو اميدوار

**شيوا رام نرسنگهداس ڦيرواڻي**

# ٻه اکر

سنڌ ۾ عوامي جاڳرتا، هلچل ۽ ڦلائيءَ جون ڪوششون ايتريون ئي پراڻيون آهن، جيتري خود سنڌ. اها ٻي ڳالهه آهي ته انهيءَ جا رُجحان ۽ نمونا مختلف ۽ دورن ۾ ڌار ڌار ضرور رهيا آهن پر هڪ ڳالهه سڀني ڪوشش ۾ نظر ايندي اِها آهي هتي جي عوام جو پلو، پوءِ چو اِها سنڌ سڀا هُجي، محمدن ائسوسيئيشن هُجي يا سنڌ هاري ڪاميٽي هُجي، اِنهن ۽ اِنهن ڪانسواءِ اهڙين بي شمار عوامي ڪوشش جو محور سنڌ ۽ سنڌي عوام رهيو آهي ۽ اِها پڻ ڪوشش ۽ اميد آهي ته اِڳتي به سنڌ اندر ڪم ڪندڙ تنظيمن جو مرڪزي نقطو سنڌ جو مفاد رهندو.

سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن، جيڪا سنڌ جي شعور جو تسلسل آهي، آها ائسوسيئيشن پنهنجو پاڻ کي پابند ٿي سمجهي ته رڪارڊ جي دُرستيءَ لاءِ انهن سڀني ماڻهن جي ڪم کي وري ٻيهر منظر عام تي آڻي جن کي اسان جي پنهنجي ڪوتاهين، تنگ نظريءَ ۽ غير رواداريءَ جي ڪري اسان سڀني ڪان وسري ويا هئا. ڏيا رام گدومل جي زندگيءَ بابت ڪتاب ۽ اهڙا ٻيا ڪتاب آڻي اسين اِها ڳالهه ثابت ڪرڻ ٿا چاهيون ته سماجي ڪم، حقيقت ۾ عوام جو ڀرجهلائو ۽ طرفدار هوندو آهي، اهڙي سوچ جون پاڙون ورهاڱي کان اڳ ۾ سنڌ اندر موجود هُيون.

هِن ڪتاب ۾ ڪيترن ئي ساٿين سهڪار ڪيو آهي جنهن ۾ محترم نورالدين سرڪي، محترم خادم جلالي، رفيق منگي، سرتاج عباسي، ممتاز خاصخيلي، گلشن مزناڻي ۽ عابد چنا شامل آهن.

اِنهيءَ کانسواءِ، محترم ولي محمد روشن، بخش علي لاکي ۽ ڊاڪٽر سليمان شيخ جي همت افزائي ۽ رهبريءَ بغير هي پراجيڪٽ پايه تڪميل تائين نه پهچي سگهي ها، ڪين مان اِڳتي به اهڙي ئي اميد آهي.

اسان کي اميد آهي ته هيءَ ڪتاب اُنهن سڀني فردن لاءِ اُتساهه جو سبب بڻجندو جن جو عشق اڃا تائين سلامت آهي.

**ظفر جوڻيجو**
ڊائريڪٽر پراجيڪٽس
سِڪا

# مهاڳ

راج رشي ديوان ڏيارام گدومل جو نالو هند ۽ سنڌ ۾ مشهور آهي؛ پر سندس جيون چرتر جي حقيقتن ڇي ڪن ٿورن کي سَڌ آهي. انهيءَ ڳالهہ جي گهڻي ضرورت ڏسي، مون پنهنجون اونهاري جون ٻہ موڪلون سندس حياتيءَ جي احوال گڏ ڪرڻ ۾ صرف ڪيون ۽ جيڪي حقيقتون هٿ آيون اٿم، سي هن پستڪ ۾ پيش ڪيون اٿم. مان انهن سڀني سڄڻن جو شڪر گذار آهيان، جن پنهنجو قيمتي وقت ڏيئي ديوان صاحب بابت مونکي خبر چار ڏني آهي. خاص ٿورائتو آهيان ديوان صاحب جي ڀائٽي سرڳواسي ديوان شيرومل چٿراءِ جو ۽ ديوان صاحب جي پٽ ديوان ڪيولرام جو ۽ ديوان صاحب جي ناٺي ديوان ٺاڪر داس جو، جو انهن اها وڏي ڀلائي ڪئي جو جيڪي گهربل ڪتاب ۽ ڪاغذ وٽن هئا، سي سڀ ڪي مهينا منهنجي حوالي ڪيا. انهيءَ وقت ۾ پوءِ بہ جيڪي مون کانئن پئي پڇيو، تنهن جو جواب خوشيءَ سان پئي ڏنائون. سرڳواسي ديوان شيرومل تہ ڏينهن جا ڏينهن سموريون حقيقتون ۽ احوال مونکي لکائيندو رهيو. انهن ٿنهي صاحبن جي مدد کانسواءِ آءٌ هي ڪتاب لکي ڪين سگهان ها.

"جيوت مها پرشن جي اسان سيکاري ايَ،
جيوت ڪجي سڦلي، ڀلو وهائجي ويَ."
(غريب)

من جي اسٽرتا، سڌاري ۽ آنند لاءِ مهاپرشن جا جيون چرتر تمام سٺو اپاءُ آهن. پنهنجي گروءَ راج رشي ديوان ڏيارام جي جيون چرتر لکڻ ۽ ويچارڻ ڪري منهنجي ذهن کي خوشي ۽ روح کي سک ۽ جهجهو فائدو پهتو آهي. مان گروجن جي چرن ڪملن ۾ هيءَ سندن زندگيءَ جي ڳالهه ۽ مختصر سڪيا ارپن ٿو ڪريان. جيڪڏهن پاٺڪن کي به پرسنتائي ۽ ڪو لاڀ حاصل ٿيو، ته پنهنجو خوش قسمتي سڀاڳ سمجهندس.

هيءُ پستڪ مون ٢٢ جولاءِ ١٩٣٢ع ۾ لکي پورو ڪيو هو. درستيءَ، سمتيءَ ۽ سڌارن لاءِ اشارا لاڀ ڪرڻ جي ويچار کان ڪيترن سڄڻن وٽ هيءُ مسؤدو موڪليو ويو. مان انهن سڀني دوستن جو شڪر گذار آهيان، جن هن پستڪ جي لکڻ، نظر مان ڪيڻ، يا سڌارڻ يا پروفن ڏسڻ ۾ مونکي مدد ڪئي آهي. خاص طرح پروفيسر پيرو مل جو شڪر گذار آهيان جو سندس نوٽ ڪيترن هنڌن تي ڏسان ٿو ۽ متر واڌومل موٽچند رٽائرڊ ماستر جو، جنهن مسؤدو ۽ پروف گهڻي تڪليف وٺي باريڪ نظر مان ڪڍيا آهن. تنهن هوندي به جيڪڏهن ڪي چڪون هِتِ هُتِ رهجي ويون هجن ته انهن لاءِ پڙهندڙ ڪميا ڪندا ۽ مهرباني ڪري ڪچ ڄڌي سچ مان سڪيا پرائڻ جي ڪوشش ڪندا.

ڏسڻ ۾ ايندو ته هن پستڪ جا ٿلهي ليکي ٻه ڀاڱا ڪيل آهن. پهرئين ڀاڱي ۾ باب ٻارهين صفحي ١٨٠ تائين گهڻي قدر راج رشيءَ جي حياتيءَ جون ٻاهريون حقيقتون ڏنل آهن. پوئين ڀاڱي ۾ سندس حياتيءَ جون اندريون احوال ڏنو ويو آهي، جو سندس جاري ڪيل سنسٿائن، عزيزن ۽ دوستن ڏانهن لکيل خطن ۽ تصنيف ڪيل ڪتابن مان ظاهر آهي، ڪنهن به مها پرش جو جيون چرتر سمجهڻ لاءِ، سندس حياتيءَ جي ٻاهرين حقيقتن کان به وڌيڪ ضروري آهي سندس حياتيءَ جو اندريون احوال سمجهڻ، سندس آتمڪ اُمنگ ۽ اشارا جهٽڻ، جيڪي پاٺڪ هن مها پرش جي جيوت جو رس سچيءَ طرح چکڻ ۽ ماڻڻ

چاهين، تن کي وينتي آهي تہ پويون ڀاڱو پهرئين ڀاڱي کان بہ وڌيڪ غور سان پڙهن ۽ چاهہ وڏائي راڄ رشيءَ جا اصلي ليک ۽ پستڪ خاص طرح من لاءِ چابڪ ۽ رهاڻ پاڻ پڙهي ڏسن، تہ پنهنجو پاڻ سمجي سگهندا، تہ هن مها پرش جي حياتيءَ جي سچي هبڪار کهڙي هئي.

مان آخر ۾ ٿورائتو آهيان، پنهنجي معزز متر، سک ڀرئي سپاو جي مورتيءَ راءِ بهادر ديوان تاراچند شوقيرام جو، جنهن وٽ هر هڪ ايندڙ لاءِ مٺا ٻول ۽ مٺا ٽول هر وقت موجود آهن. منجهانئس اسانجي اصلوڪي تهذيب جي صبر ۽ شڪر، ادب ۽ آدرش جي سک ڀيئي لهي. ديوان تاراچند صاحب پنهنجي حب ۽ قرب سان مونکي موهي وڌو آهي ۽ وڏيءَ دل سان مهرباني ڪري هن پستڪ جي ڇپائڻ جو سمورو بندوبست پاڻ تي هموار ڪيو آهي. سندس سهائتا ڪانسواءِ هنن هٿ ڪيلن حقيقتن ۽ راڄ رشي ديوان ڏيارام جي اوچ آدرشن تي ويچارن جو فائدو، پانڪن کي پراپت ڪين ٿي سگهي ها. شُڪرانا آهن ايشور جا جنهن جي ڪرپا سان هي يگيگ هن ريت پورو ٿي سگهيو.

ديوان چوهڙ سنگهہ جو بنگلو — شيوا رام نرسنگهداس ڦيروائي

حيدرآباد سنڌ

٢٢ جولاءِ ١٩٣٨ع

# شهاڻي گهراڻي بابت نوٽ

پروفيسر پيرومل وٽان معلوم ٿيو اٿم ته حيدرآباد ۾ جيڪي هاڪارن عاملن جون آکيون آهن، تن مان شاهاڻين جي آکه به آهي. سنڌ جون گهڻو ڪري، سيئي آکيون پنهنجي وڏي ڏاڏي جي نالي پٺيان سڏجن ٿيون، پر هن آکه جي حالت ۾ ائين نه آهي. ميرن جي صاحبيءَ ۾ شاهه بهارو چانڊڪي پرڳڻي ضلع لاڙڪاڻي جو حاڪم هو، جنهنجي تربت اڄ تائين لاڙڪاڻي ۾ آهي. جيڪي ديوان وٽس نوڪري ڪندا هئا، سي سندس نالي پٺيان پاڻ کي شهاڻي سڏائڻ لڳا.

انهن ديوانن مان ڪي حيدرآباد آيا ۽ ڪي اصل لاءِ لاڙڪاڻي طرف رهيا، جنهنڪري شهاڻي پنهي هنڌ موجود آهن. تنهن ڪانسواءِ شاهه بهاري ۽ سندس عملي کي جيڪي مودي سيڌو پاڌو پهچائيندا هئا، سي به پاڻ کي شهاڻي سڏائڻ لڳا ۽ انهن جي اولاد مان ڪي اڄ تائين ساهتي پرڳڻي، خاص ڪري ٺارو شاهه ۾ آهن.

حدرآباد ۾ شهاڻين جا ڪيترا گهر آهن، پر سيني مان پن گهرن جو نالو برک آهي: هڪڙو منشي گدومل جي آکه جو ۽ ٻيو ڊي. جي. سنڌ ڪاليج جي سرڳواسي پرنسيپال شهاڻيءَ جي آکه جو. اهي ٻئي گهر ٻين ڪيترن عاملن جيان گروءَ جا سک هئا ۽ اصل ڪيس (وڏا وار) رکيل هئن. پر منشي گدومل جي آکه جو آڏيري لال ۾ به يقينو هو. اڳي منشين جو عهدو ديوانن کان به وڏو هوندو هو. ديوان هوندا

هئا ڍلون اڳاڙيندڙن جا عملدار ۽ منشي هوندا هئا وزيرن وانگر هر هڪ ضروري ڪم ۾ ميرن کي صلاح مصلحت ڏيندڙ عملدار.

منشي گدومل کي چار پٽ ۽ ٽي ڌيون هيون. پهريون پٽ هوس ديوان ميٺا رام، تنهن ڪانپوءِ ٽيس نياٽي، جا ديوان چاندومل دفتردار جي ڀاءُ سان پرڻيل هئي. ان کان ننڍيءَ نياڻيءَ جي ديوان مهتاب سنگهه سان شادي ڪيل هئي، جنهن جو پٽ هو ديوان آوت سنگهه. منشي گدومل جي ٻئي پٽ جو نالو هو ديوان چئنراء، جنهن جو وڏو پٽ هو ديوان شيرومل. تنهن ڪانپوءِ هو ٽيون پٽ، جنهن جو نالو هو گوبند رام، جو ويچارو سورهن ورهين جي ڄمار ۾ اتفاق سان مري ويو. پوءِ هئي هڪ نياٽي جا ديوان مينگهراج سان پرڻيل هئي، جنهنجو پٽ هو ڊاڪٽر خوبچند ڪراچيءَ وارو. منشي گدومل جو پويون پويون پٽ هو ديوان ڏيارام، جو سندس ويراڳه ورتيءَ جي زماني ۾ ڪيس چائو ۽ آسيس مان حاصل ڪيل اولاد هو، جنهنجو جيون چرتر هن پستڪ ۾ ڏنو ويو آهي.

باب پهريون

# اصل، نسل ۽ جنم

اڏيري لال جو ميلو آهي، ٻه وياڪل ياتري پنهنجي دکايل دل کي شانتي ڏيڻ لاءِ اُتي ويا آهن. "شل ڇمي ڪنهن جا نہ مرن، وڏي ڪنهن جا نہ ڪرن." سندن ڪوُنڌر پٽ، سورهن ورهين جو، اِتفاق سان ٻني ٻاريندي ٽري ٻري ويو هو ۽ کين هميشہ لاءِ جدائيءَ جو جل ڏيئي ويو هو. گوبند سندس نالو هو. گوبند جي اَڻ مندائتي ۽ اِتفاقي موت، سندس پيءُ ماءُ کي ويراڳہ ڏيئي ڇڏيو هو. پنهنجي دکي دل کي شانت ڏيڻ لاءِ اهي ٻئي (منشي گدومل ۽ سندس ڌرم پتني) پوءِ اَڏيري لال تي ويا ۽ اُتي جي ٻائي صاحب کي پنهنجي درد جو داستان ٻڌايائون. ٻائو گرپت صاحب ٻہ پهتل شخص هو. هنن کي دلداري ڏنائين ۽ چيائين تہ فڪر نہ ڪريو، اوهان کي آسيس ٿو ڪريان تہ هن پٽ جي بجاءِ پترسنتان وري ٿيندو پر اهو منهنجي شيوا ۾ ارپڻ ڪجو. سنت جي آسيس لڳي، جو اُنهيءَ ورهيہ سنہ ١٨٥٧ع ۾، منشي گدومل جي گهر ۾ اسانجي پياري ڏيارام جنم ورتو."

ديوان ڏيارام ١٨٥٧ع ۾ ڄائو هو تنهن ڪري ٻاڻ هڪ هنڌ چيو

اٿس تہ ”منهنجو جنم بلوي واري سال ۾ ٿيو. شايد انهيءَ لاءِ تہ پنهنجي ملين من جي برخلاف بلوو ڪريان!“

منشي گدومل سنسڪرت ۽ فارسيءَ جو هڪ وڏو ودوان هو. سندس پتا منشي مينگهراج جاگيرات جو منشي هو ۽ پاڻ بہ مير منشي هو. مير منشين جو عهدو ديوانن کان بہ وڏو هو. ديوان ڪوٺبو هو انهن کي، جيڪي ڍلون اُگاڙيندا هئا ۽ مير منشي هوندا هئا وزيرن جي مثل، جي ميرن کي حڪومت جي مشڪل سوالن حل ڪرڻ ۾ صلاح مصلحت ڏيندا هئا.

منشي گدومل ساڌ سنگت جو ڪوڏيو هو، ۽ وڏو ودوان هو. پنهنجي حياتيءَ جي پوئين عرصي ۾ جڏهن سندس وڏو پٽ مينا رام صالح ٿيو، تڏهن هو گيڙوءَ رتا ڪپڙا ڪندو هو، ۽ سمورو وقت فڪر، ڌيان، گيان ۽ ودياداان ۾ سقل ڪندو هو. غريب برهمڻن کي گهرائي انهن کي ڪارائيندو ۽ سنسڪرت بہ سيکاريندو هو. انهيءَ ڪري سندس سپاتر پٽ ديوان ڏيارام پنهنجي پتا جي نالي تي ”گدومل سنسڪرت پانشالا“ قائم ڪئي، جتي اڄ تائين سنسڪرت وديا جو پرچار هلندو رهي ٿو.

منشي گدومل گياني هو تہ داني بہ هڪڙو ئي هو. ڪوبہ سوالي وٽائنس خالي نہ ويو. جنهنجي گهرج پاڻ پوري ڪري نہ سگهندو هو، تنهنڪي وري پنهنجي فرزند ديوان مينا رام ڏي چٺي لکي ڏيندو هو. اُنهن ڏينهن ۾ اَدب قاعدو تمام گهڻو هوندو هو. ديوان مينا رام ڏاڍهن ماڻهو ويندو هو تہ سڀ ڪم ڇڏي اچي پتا جي خدمت ۾ حاضر ٿيندو هو ۽ ٻئي هٿ ٻڌي پندرهن ويهہ فوٽ پري اچي چپ ڪري ويهي رهندو هو جيسين سندس پتا ڏيان مان اکيون مٿي ڪٽي نهاري. پڻس ڏسندو هوس تہ چوندو هوس ”مينو آهين؟“ جي ”هائو قبلا.“ پوءِ چوندو هوس تہ فلاڻي جي گهرج وڃي پوري ڪر تہ چوندو هو ”بچشم قبلا.“

ديوان مينا رام وٽ وقت تي پورو پئسو موجود نہ هوندو هو تہ اُڌارو وٺي بہ پيءُ جو حڪم بجا آڻيندو هو.

ديوان مينا رام وڪالت ڪندو هو. ڪمائيندو بہ خوب هو. تہ بہ خرچ ۽ دان جي چڪ ايتري هيس، جو هڪ ئي وقت پنجاهہ هزار ڪن ٻاهرين اوڊر ڏيئي هوندي هيس پر دان جي ڪم ۾ هو پيءُ جو چيو نہ موٽائيندو هو. تنهنڪري پٽس آسيس ڪندو هوس ۽ اُنهيءَ آسيس اَڏي چڙيس. هڪ ڀيري روهڙيءَ واري پير محراب شاهہ جو ڪيس مليس. پير صاحب تي خون جي تهمت هئي. جنهنڪري ڪيس ڦاسيءَ جي سزا جو ڊپ هو. پر ديوان مينا رام اَچي ڪيچي ڇڏائي آيس. انهيءَ تي پير صاحب اهڙو گد گد ٿيو جو ڪيس هڪ لک رپيا فيءَ طور ڏنائين! سندس شاهوڪاريءَ جو بنياد اجهو ائين پيو.

ڏيا رام جي جنم ڪانپوءِ جلد ئي ديوان مينا رام جي ٻالڪ جو چالاڻو ٿيو. ديوان مينا رام جي گهر واريءَ جي دل ٽارڻ لاءِ سسٽس ڏيارام کي کڻي سندس گود ۾ وڌو؛ جنهنڪري منڍ کان وٺي ئي ديوان ڏيارام کي گويا ٻن مائن جو پيار نصيب ٿيو. سندس گهر جي پرسان ٻائي گرپت صاحب جو ٽڪاڻو اڄ تائين آهي. اهو ٻائو وڏيءَ ڪَلا وارو هو. انهيءَ پهتل شخص جي آسيس بہ ديوان ڏيارام کي منڍ کان وٺي نصيب ٿي. هو گود ۾ وهاريندو هوس. ديوان صاحب لکي ٿو تہ ٻائي گرپت صاحب جي ويجهو وهڻ سان ئي سندن روحاني طاقت ۽ شانتيءَ جوَ اَثر مٿس ٿيندو رهندو هو. پيار وچان هو پنهنجون ململ جون ٽوپيون بہ هن ٻالڪ جي پائڻ واسطي موڪليندو هو.

اهڙيءَ طرح ننڍي هوندي کان ئي وٺي ديوان ڏيارام پوتر اثرن ۾ پليو. هڪڙيون ڀڳتيءَ ڀريل ماتائون، جن کي صدمن سچو ويراڳ ڏيئي ڇڏيو هو ۽ جن ۾ ڌرم ورتي جاڳرت ٿيل هئي ۽ پوتر، داني ۽ ودوان پتا ۽ ويتر ٻائي گرپت صاحب جهڙي پهتل شخص جي آسيس ۽ ڪرپا! انهن سڀني ڳالهين جو لاڀ هن سنڌ جي لال کي منڍ کان ئي وٺي پراپت ٿيو. ڌرم ورتيءَ جو ٻج سندس دل ۾ ٻچپڻ کان ئي ڇٽجي ويو ۽ انهيءَ سندس جيوت ۾ سندر ڦل پيدا ڪيا.

باب ٻيو

# وديا پرائڻ

اُنهن ڏينهن ۾ اجا سنڌي سڪول جاري ڪين ٿيا هئا. آخوند مڪتب هلائيندا هئا ۽ فارسي پاڙهيندا هئا. خاص زور هوندو هو فارسي پاڙهڻ تي. ڏيارام کي بہ انهيءَ طرح هڪڙي هوشيار آخوند وٽ وهاريو ويو، جنهنجو نالو هو آخوند نور محمد. هو حافظ علي محمد جو پاءُ هو. سندس مڪتب ١٨٨٠ع کان وٺي ١٨٩٠ع تائين هلندو رهيو.

آخوند نور محمد پنهنجو مڪتب اڇي ديوان گدومل جي جاين ۾ ڪڍيو ۽ اُتي ڏيارام ۽ ٻين کي پاڙهيندو هو. ڏهن ورهين جي ڄمار تائين ڏيارام فارسي خوب پڙهي ۽ گلستان، بوستان وغيره پڙهي پورا ڪيائين.

سنہ ١٨٦٧ع ۾ ڏيارام انگريزي سڪول ۾ داخل ٿيو. ڏيارام کي پڻس خاص طرح ماسٽر وسڻ مل صاحب جي سپرد ڪيو ۽ هو ڪجهہ وقت هن جي سنگت ۽ حفاظت ۾ رهيو. ماسٽر وسڻ مل سندس چاهہ پڙهڻ ۾ خوب وڌايو.

ڏيارام نهايت ذهين ۽ تيز فهم هو ۽ رڳو سٺي صحبت ۽ آزمودگارن جي اشارن جي ضرورت هيس. هاڻي تہ رهبري بہ سٺي مليس. پنهنجي ڪلاس ۾ هو پهريون نمبر ايندو رهيو ۽ سڀ انعام کٽڻ لڳو. ديوان تاراچند شوقيرام جو سندس اُستاد هو سو اڄ ڏينهن تائين حيات آهي ۽ سندس هوشياريءَ جي ساک ڪندي نٿو ڍاپي. ڪيترائي ڪتاب انعام مليس جي اڄ ڏينهن تائين ديوان شيرومل جي لئبرريءَ ۾ موجود آهن. سندن ڪتنب ۾ جيڪڏهن ڪو فقط هڪ بہ

ڪتاب انعام ڪتي آڻيندو هو تہ هن کي چوندا هئا تہ "ڏيارام تہ ڍگ ڪتاب ٿو آڻي. اوهانکي تہ هڪ پہ آٽڻ بہ وڏي ڳالهہ ٿي لڳي."

هن کي هن سڪول ۾ جانسن جو Lives of Poets، مئڪالي جا مضمون، مئڪالي جي مشهور هسٽري ۽ ٻيا اهڙا ڪتاب انعام طور مليا. هو ڪتابن پڙهڻ جو ڪوڏيو هو. سڀ انعامي ڪتاب تہ پڙهندو هو، پر ٻيا بہ ڪئين سٺا ڪتاب جتان بہ ملندا هئس، سي سڀ مطالع ڪندو هو. ننڍڙيئي سندس هوشياريءَ جي گهڻي ساک هئي. ديوان تاراچند صاحب چوي ٿو تہ اُنهن ڏينهن ۾ بہ هو ڪراچيءَ جي اخبارن منجهہ نازڪ پنگتي مسئلن بابت انگريزيءَ ۾ ليک لکندو هو ۽ اُهي مضمون سٺا سمجهيا ويندا هئا. سندس مضمون تمام سندر ۽ تمام اثرائتا هوندا هئا.

تن ڏينهن ۾ سندس سڪول جو هيڊ ماسٽر ڪيشؤراءِ هوندو هو، جو بہ سندس هوشياريءَ جي تعريف ڪندو هو. وڏي هوندي ڏيارام پاڻ ڪيشؤراءِ جي ساکن جا ڍڪ ڀريندو هو. چوندو هو تہ "هن جهڙو ماسٽر ڪو ورلي ليندو."

ديوان تاراچند صاحب، جهڙي ڏيارام جي هوشياريءَ جي ساک ٿو ڪري: تهڙي سندس اَدب، حب ۽ همدرديءَ جي، جي ماسترن توڙي وڏن جو حد ادب ڪندو هو ۽ سنگتين سان حب ۽ همدردي گهڻي هيس. ڪيترن شاگردن کي خوشيءَ سان پڙهڻ ۾ مدد ڪندو هو. اُنهن ڏينهن ۾ مئٽرڪ جو امتحان بمبئيءَ ۾ ٿيندو هو پر بمبئيءَ ڏانهن وڃڻ بہ هڪ وڏي ڳالهہ هوندي هئي. چئن ڏينهن ۾ مس بمبئيءَ پهچبو هو. ڏيارام جي مائٽن جي هن کي موڪل ڏيڻ تي دل نٿي ٿي، پر مشڪل سان ماسترن جي چوڻ تي مڃتا ڏنائون. سانگي سان سندن هڪڙو عزيز مستر هاسارام بہ بمبئيءَ وڃڻ وارو هو، سو ديوان مينا رام جي دل هرڪائي ويئي، جنهن وري پنهنجي پيءُ کي مڃايو جو ڏيارام کي بمبئيءَ وڃڻ جي موڪل ملي. بمبئيءَ ۾ ديوان ڏيارام سنہ ١٨٨۴ع ۾ وڃي مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو ۽ پوءِ اُتي جي ايلفنسٽن ڪاليج ۾ داخل ٿيو.

باب ٻيون

# ايلفنسٽن ڪاليج

ديوان ڏيارام جي وقت ۾ ايلفنسٽن ڪاليج جا پروفيسر نهايت محنتي ۽ هر طرح لائق هوندا هئا. جن جي ساک اڄ تائين پيئي ڳائجي. مثلاً انگريزي پاڙهيندو هو پروفيسر ورڊ سوَرٿ، مشهور ڪوي ورڊ سورٿ جو پوٽو. فارسي پاڙهيندو هو ميرزا حيرت ۽ حسابن جو پروفيسر هو ناميارو هاٿار نٽوينٽ.

ڏيارام پنهنجي هوشياريءَ محنت ۽ نيڪ خصلتن جي ڪري پنهنجن پروفيسرن جو پيار جلد حاصل ڪيو. انگريزيءَ ۾ هوشياريءَ ڪري پروفيسر ورڊ سورٿ جو ۽ فارسيءَ ۾ هوشياريءَ ڪري ميرزا حيرت جو.

ميرزا حيرت، سچ پچ حيرت جهڙو هو، نه فقط فارسيءَ ۾ گوهر هو، پر انگريزي وديا ۽ وگيان مان به چڱيءَ طرح واقف هو. ڏيارام کي ميرزا حيرت لاءِ تمام گهڻي عزت هئي ۽ ميرزا حيرت کي به ڏيارام لاءِ حب هئي.

پروفيسر دستور، سندس ٽن ڏينهن جو سنگتي هو. ٻئي گڏ پڙهندا هئا. ميرزا حيرت به سندس دل وٺندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪا اداسائي ڏيارام کي ٿيندي هئي ته دل خوش ڪندو هوس. پاڻ ۾ چڱي محبت هين ۽ هڪ ٻئي کي رايا به ٻڌائيندا هئا. جيئن ته ميرزا حيرت چوندو هو ته مردن کي پورڻ کان ساڙڻ چڱو آهي. مردا پوريا ته ڪينئن جو ڪاڄ ٿيندا. جا ڳالهه ڪيس نه وڻندي هئي ۽ چوندو هو ته مان ته چاهيان ته جيڪر مونکي مرڻ کانپوءِ ساڙين ته چڱو.

حسابن جي پروفيسر هاٿارنٽوينٽ. ڏيارام کي حسابن کان ٿورو تهائي چڙيو. هڪ دفعي ڏيارام پڇيس ته چو اسين اهي ٿيئريون پيون ڪيون؟ هن سبب سمجهائڻ بدران، ڪيس چينيو، جنهن ڪري سندس دل ڪٽي ٿي پيئي؛ اها اوٽائي جا هن ۾ رهجي ويئي، تنهن جي پورائي

ڪرڻ جي ضرورت ڪيس وڏي هوندي معلوم ٿي ۽ پوءِ هن حساب سکڻ وري شروع ڪيا ۽ گهڻيءَ محنت ڪان پوءِ حساب ۾ وري پاڻ کي پختو ڪيائين.

استادن کي خبر نہ پوندي آهي تہ ڪڪ ٿي سببن نہ سمجهائڻ ڪري، هو شاگردن جي دل کي ڪيترا دفعا ڏاهي وجهندا آهن ۽ سکڻ ۽ سيکارڻ جو وجهہ سندن هٿان هليو ويندو آهي. جيئن ڪيٽو کي يوناني ٻولي وري پيراپي ۾ سکڻي پيئي، ڇو جو جوانيءَ ۾ دل ڏيئي نہ سکيو هو تيئن ديوان کي حساب.

انهن ڏينهن ۾ بي اي پڙهڻ لاءِ ٽي ورهيہ پڙهڻو پوندو هو. امتحان ٻہ ٻہ هوندا هئا. هڪڙو "لٽل گو" ۽ ٻيو بي.اي. اهي ٽيئي ورهيہ ڏيارام چڱي چاهہ سان پڙهيو. سندس ڪاليج وارا ڪتاب ۽ نوٽ بڪ اڃا تائين موجود آهن. سندس نوٽ بڪن ۾ نهايت خبرداريءَ سان نوٽ لکيل آهن. سندس انهيءَ محنت جو هڪ نتيجو هيءُ نڪتو جو ڪاليج جي امتحانن ۾ يونيورسٽيءَ مان انعام کٽيائين. "لٽل گو" جي امتحان ۾ هن کي انگريزيءَ ۾ پهريون نمبر اچڻ تي انعام مليو. بڪلس هسٽري آف سوليزيشن ۽ برڪ جا ليک.

هن بي اي ۾ هسٽري ۽ ايڪانامڪس (ارٿ شاستر) خاص اڀياس لاءِ چونڊيا؛ چاڪاڻ تہ پنهنجي پرنسيپال ورڊ سورٿ سان دل هوندي هيس ۽ اهي مضمون هو پاڙهيندو هو.

هن کي بي اي ۾ ٽيلر پرائيز وارو، آرٿ شاستر ۽ هسٽريءَ ۾ انعام مليو. کيس ويبسٽر جي ڊڪشنري ۽ ستوري صاحب جو قاعدن جي پيٽ جو ڪتاب مليو.

سن ١٨٧٧ع ۾ بي اي جي امتحان لاءِ هال ۾ ويٺو هو تہ کيس پنهنجي پوج ۽ پياري پتا جي ديهانت جي دکدائي خبر ملي، انهيءَ ڪري سندس دل کي چوٽ اچي ويئي؛ پر ڪيئن بہ امتحان پورو ڪرڻو هوس. هونءَ شايد فرسٽ ڪلاس ۾ فرسٽ نمبر اچي ها سو اچي ڪين سگهيو پر تڏهن بہ امتحان ۾ تمام مٿي آيو ۽ انعام کٽيائين.

باب چوٿون

# ڪراچي

ماهہ آگسٽ ١٨٧٩ع کان جون ١٨٨٧ع تائين.

بي-اي جو امتحان ڏيئي، پتا جي قضيہ سبب، ڏيارام يڪدم حيدرآباد ۾ آيو. ديوان مينا رام کي پنهنجي پيءُ جو گورو گنگاجيءَ ڪٽي ويٺو هو. تن ڏينهن ۾ گنگاجيءَ وڃڻ ڪو اهڙو سولو نہ هو، جهڙو اڄ ڪلهہ آهي. سو ديوان مينارام پهريائين چاهيو تہ ڪجهہ قدر پنهنجو ڪم ڏيارام کي سپرد ڪري، پوءِ وڃڻ وڃان.

ديوان مينارام زميندار هو، سندس ٻنيون تلهار جي پرسان چانڊٽيءَ ۾ هيون. هن ڏيارام کي ٻنين مان واقف ڪيو ۽ هڪ هڪ مهيني ۾ چا چا ڪرڻو پوندو آهي، تنهنجو تفصيل هن کي لکايائين. اهڙو ئي تفصيل وري ڏيارام پاڻ پنهنجي پائنتي ديوان شيرومل کي لکائي ڇڏيو جڏهن ٻنين جو ڪم ترسٽ ڪيائين. ديوان مينارام اهڙيءَ طرح، ٻنين جو ڪم ڏيارام کي سپرد ڪري، پاڻ پنهنجي پيءُ جو گورو گنگاجيءَ ڪٽي ويو.

اُنهن ڏينهن ۾ حيدرآباد کان سکر تائين بلڪ ملتان تائين ريل ڪان هئي. هتان جهاز ۾ ويندا هئا. پوءِ ريل ۾ بہ وقت لڳندو هو تي مهينا ڪن. انهيءَ ڪري ڇهہ مهينا ڪن ڏيارام کي زمينداريءَ جي نگهباني ڪرڻي پئي. هو زمينداريءَ جو ڪم بہ ڪندو رهيو ۽ قاعده بہ پڙهندو رهيو.

تن ڏينهن ۾ سرڪاري عهدن تي هٿڻ جي ڏاڍي سڌ هوندي هئي. ديوان مينارام چاهيو تہ پنهنجي پاءُ کي بہ سرڪاري نوڪريءَ ۾ داخل ڪجي تہ چڱو. صدر ڪورٽ جو جج مسٽر برڊوڊ صاحب سندس

واقف هو. اُن وٽ هيءَ پنهنجي پاءُ ڏيارام کي ونئي ويو. جنهن ڏيارام جي لياقت ڪري ۽ سندس هاڪ سبب. هن کي يڪدم ١-آگسٽ ١٨٧٩ع کان پنهنجي آفيس ۾ سيڪنڊ ڪلارڪي سٺ رپئي مهيني پگهار تي ڏني.

بردوڊ صاحب ڏيارام کي پٽن وانگر پائيندو هو. ڇو جو هو علم جو شائق هو. وري ڏيارام بہ هو پروفيسر ورڊ سورٿ جو لاڏلو شاگرد. انهيءَ ڳالهہ جو بردوڊ وٽ گهڻو قدر هو. بردوڊ. ڏيارام کي گهر جي ڀاتيءَ وانگر ڏسندو هو ۽ ساڻس خانگي ڳالهيون ڪندو هو.

هڪڙي ڀيري، ڏيارام، بردوڊ صاحب کان پڇيو تہ ايتري پگهار هوندي بہ وئڪيشن تي ولايت نٿا وڃو، سو ڇو؟ ڇيائين پگهار وڏو تہ خرچ بہ وڏا، ۽ پٽ ولايت ۾ ٿو پاڙهيان. تنهن ڪري ڪجهہ نہ ٿو بچي.

سال کن سيڪنڊ ڪلارڪي ڪرڻ بعد ڏيارام کي سرشتيداريءَ جو عهدو مليو. انهيءَ وچ ۾ هن ايل ايل بي بہ پاس ڪري ورتي. ايل ايل بي پاس ڪيائين تہ پاڻس جو خيال ٿيو تہ نوڪري ڇڏي وڪالت ڪري، جو اهو سندس ڀين پائرن جو ڏنڌو بہ هو ۽ وڪيلن کي ڪمائي بہ جام هئي. ويتر جو نامياري ديوان ڏيارام ڇينمل وڏو نالو ڪڍيو هو ۽ گهڻو پيسو ڪمايو هئائين، سو سيني ٿي ڇيو تہ هيءُ بہ ڏيارام جهڙو بختاور ٿيندو ۽ هن جهڙو نالو ڪڍندو. ديوان ڏيارام ڇينمل خود بہ اها صلاح ڏنيس، تنهن ڪري ڏيارام نوڪري ڇڏڻ لاءِ تيار ٿيو.

اُنهن ڏينهن ۾ لارڊ لٽن صاحب هندستان جو گورنر جنرل هو ۽ افغانن سان لڙائي پئي هلي، جنهنڪري خرچ بچائڻ لاءِ سرڪار خيال ڪيو تہ ڏيهي ماڻهن مان چونڊ ڪري سٽئچوٽري سول سروس ٺاهجي ۽ اُنهن کي امپيريل سول سروس وارن انگريزن جو ٻہ ڀاڱي ٣ پتيون پگهار ڏجي. جڏهن ڏيارام، بردوڊ وٽ استعيفيٰ ڪٽي ويو، تڏهن هن ترسايس. ڇيائينس تہ مون وٽ ڪجهہ وقت رهندين تہ ان ۾ تنهنجو

ڀلو آهي. ديوان مينا رام جي ٻه ائين صلاح تي ۽ هو ترسيو.

سگهو ئي لارڊ ري بمبئي جو گورنر صاحب، ڪراچيءَ آيو. برڊوڊ صاحب ڪورٽ پوري ٿيڻ ڪان پوءِ ڏيارام کي چيو تہ هنر ايڪسيلنسي لارڊ ري گورنر صاحب بهادر اوهان کي ڏسڻ ٿو چاهي. ڏيارام، لارڊ ري صاحب کي ڏسڻ ويو. ٿورن ڏينهن ڪان پوءِ سندس نالو سٽئچوٽري سول سروس ۾ داخل ڪيو ويو ۽ انهيءَ ڳالهہ جي پڌرائي سرڪاري گزيٽ ۾ ڪئي وئي.

بمبئيءَ مان ڪل چار ماڻهو چونڊيا هوائون: هڪڙو مسٽر ديشمک، ٻيو مسٽر ٿپنس، ٽيون مسٽر ديوٽيا ۽ چوٿون مسٽر ڏيارام.

سڀئي هاڪارا گريجوئيٽ ۽ پرنسيپال ورڊ سورٿ جا خاص لاڏلا شاگرد هئا. ڏيارام کي سرشتيداريءَ ڪان پوءِ يڪدم سمال ڪاز ڪورٽ جو جج ڪيو ويو، جا جاءِ هونئن فقط بئريسٽرن کي ڏيندا هئا.

## سنڌ جو سئر

ڏيارام سنڌ جي سئر جو ڪوڏيو هو. ٢ آڪٽوبر ١٨٨١ع ڪان ٩ ڊسمبر ١٨٨١ع تائين موڪل تي شايد سنڌ جي سئر لاءِ ورتائين.

سئر ۾ جيڪي قابل ديد هو سو ڏيارام اخبارن ۾ لکندو هو. پوءِ تہ هڪ ننڍڙو ڪتاب انگريزيءَ ۾ لکيائين جنهن ۾ پنهنجي نالي جاٽائڻ بدران گمنام نالو "سگما" جاٽايائين. "سگما" يوناني ٻوليءَ ۾ "س" واسطي پهريون اکر آهي جو سندس نالي شاهاڻي جو ٻہ پهريون اکر آهي. انهيءَ ڪتاب ۾ هن سنڌ جي مشهور شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، اُڏيري لعل ۽ سکر ۽ سيوهڻ جو بيان لکيو آهي جو تازو وري ڇپايو ويو آهي. انهيءَ ١٨٨٢ع واري لکيل ڳتڪي مان سندس قابليت جي پوريءَ طرح پروڙ پوي ٿي. ڇا آهي سندس چاڻ انگريزي ساهتيہ جي، ۽ ڇا آهي سندس سوکم نظر قدرتي نظارن جي سونهن لاءِ ۽ ڇا آهي سندس آڪاڻين ۽ تواريخي ڳالهين لاءِ شؤق.

# ڪراچيءَ جا ڪم

لارڊ رپن جي ڪشاده دلي، نيڪ نيت ۽ ادار نيتيءَ تعليم يافتن جي دلين ۾ ڏاڍو اُتساهه پيدا ڪيو هو ۽ سنڌ جي خوش نصيبي هئي جو ڪمشنر بہ مسٽر ارسڪن هو، جو بلڪل دوربين ۽ انصاف پسند عملدار هو.

سرڪار تي ڪابہ نڪتہ چيني ٿيندي هئي تہ اُن تي ڪاوڙبو ڪين هو، پر منجهس جيڪي بہ سچ هوندو هو تنهنجو فائدو وٺڻ چاهيندو هو، تنهن ڪري هو سنڌ سڀا کي ڪا مخالف راجنيتڪ سڀا ڪري ڪين ليکيندو هو ۽ سندن عريضن تي جوڳو ڌيان ڏيندو هو.

انهن ڏينهن ۾ سڀا جو پريزيڊنٽ سيٺ آتمارام پوچواٽي هو ۽ سندس روح ۽ جان هئا ديوان ڏيارام چينمل ۽ اسان جو ديوان ڏيارام. ديوان ڏيارام اندروني سڄو ڪم سڀا جي لکپڙهہ وغيره جو ڪندو هو. تعليم ڪاتي وارن پنهنجي اخبار سنڌ سڌار (جنهن ۾ ڪوٽ هئي) هن کي سؤنپي ڏني.

ديوان ڏيارام چينمل سان شامل ڪيترا پارسي ۽ مسلمان دوست بہ هئا. اُنهن مان مسٽر پوچاجي ۽ دورابجي ٻئي سنڌ ٽائيمس جا مالڪ هئا. اُنهن کي ديوان ڏيارام چينمل سمجهايو تہ اُهي سنڌ سڌار بہ وٺڻ قبول ڪن ۽ سنڌ سڀا اُنهن کي هڪڙو ايڊيٽر چونڊي ڏيندي جيڪو ٻئي اخبارون هلائيندو. پهريون ايڊيٽر، جو ڏيارام جي بندوبست ۽ صلاح سان چونڊيو ويو، سو هو ساڌو هيرانند.

ساڌو هيرانند جي خطن مان صاف ظاهر آهي تہ ڪم جو گهڻو حصو ڏيارام ڪندو هو. اِها ڳالهہ ساڌو هيرانند کي پسند نہ آئي ۽ ڪلڪتي مان مسٽر گپتا کي گهرائي ورتائون، جنهن انگريزي اخبار جو بوجهو پاڻ تي کنيو.

## ميونسپل ائڪٽ جو سڌارو

آڪٽوبر ۱۸۸۴ع ۾ ميونسپل ائڪٽ جو سڌارو ٿيو. سنڌ سڀا،

اُنھن بلن تي جيڪو بحث مباحثو ڪيو ھو، تنھن ۾ ڏيارام گھڻو بھرو ورتو ھو. عريضيون جيڪي سرڪار کي ڪيون ويون، تنھن ۾ بہ سندس ھٿ ھو.

سنڌ سڀا تمام گھڻي ڪوشش ڪئي تہ چڱا ماڻھو چونڊجن، پر ھاڻي تہ گاڏرن ۽ ويشائن کي بہ ووٽ مليا ھئا. ووٽن وٺڻ لاءِ مجلسون ۽ ناچ ڪرايا ويا ۽ ناچ ساري رات ھلندا رھيا تہ صبوح جو ووٽرن کي گاڏيءَ ۾ چاڙھي، سلامتيءَ سان سندن ووٽ ڏياريو ويجي.

گاڏرن ۽ ويشائن سمجھيو تہ سرڪار جو عقل چٽ ٿيو آھي، جو کين وٽ مليا آھن، پر ٿي تہ کين موج پيئي. قاعدي ۾ ووٽ خريد ڪرڻ ۽ ووٽرن جي خوشامد ڪرڻ جي برخلاف بندش ڪانہ ھئي، تنھن ڪري ڏاڍيون خرابيون نڪتيون، جي سنڌ سڀا وارن بنالي ڇپجڻ جي اخبارن ۾ ظاھر ڪيون.

آخر چونڊ جو نتيجو ١١-ڊسمبر ١٨٨۴ع واري گزيٽ ۾ ظاھر ٿيو، خير سان وري بہ چڱا ماڻھو چونڊيا ويا. انھن چونڊن ۾ چڱن ماڻھن جي چونڊجڻ لاءِ ڏيارام ۽ ساڌو ھيرانند تمام گھڻي ڪوشش ڪئي جنھن ڪري جس لھڻائون.

## لارڊ رپن کي مانپتر

آڪٽوبر ١٨٨۴ع ۾ ھڪڙي پبلڪ ميٽنگ ڪراچيءَ ۾ ڪوٺائي ويئي، جتي نُھراءُ ڪيو ويو تہ لارڊ رپن کي مالنپتر ڏجي سنڌ سڀا اھو بہ فيصلو ڪيو تہ ماڻھن ۾ عام جام پرچار ڪري لارڊ رپن جي مھربانين لاءِ شناخت پيدا ڪجي.

لارڊ رپن جي واھہ واھہ ساري ھندستان ۾ پئجي وئي ھئي. سندس آجيان خاطر ھزار ڪن مانپتر جدا جدا ڀاڱن مان تيار ٿيا ۽ سنڌ سڀا ۾ بہ اھا رٿ آئي تہ سنڌيءَ ۾ ۽ انگريزيءَ ۾ ڪيس مانپتر ڏجي. خانبھادر حسن علي آفنديءَ رٿ ڏني تہ مانپتر ڏيڻ جي ضرورت ڪھڙي آھي،

فقط خط لکي موڪلجيس تہ بس آهي. ڏيارام انهيءَ جي مخالفت سخت لفظن ۾ ڪئي. چيائين تہ جڏهن هندستان جي هر هڪ پاڳي مان ڪيس مانپتر ملي رهيا آهن تڏهن جي سنڌ مانپتر نہ ڏنو تہ سنڌ تي لعنت آهي. انهيءَ تي خان بهادر حسن علي صاحب ڪي تمام چڙ لڳي ۽ لعنت، لعنت، چوندو سيا مان نڪري ويو ۽ وجي مسلمانن جي جدا انجمن ناهيائين، جنهن جي تحرڪ سان مدرسو برپا ٿيو.

ڏيارام صاحب کي سخت افسوس ٿيو ۽ ساري عمر چوندو هو تہ زبان مان لفظ تمام سنڀالي ڪڍڻ گهرجن، جو ڏسو تہ هڪڙي لفظ "لعنت" مان ڪيترو ڦيتارو پئجي ويو.

خير، لارڊ رپن کي مانپتر ڏيڻ جو فيصلو تہ سنڌ سيا آخر ڪيو. مانپتر تي سڄي سنڌ مان هزارن ۾ صحيحون ورتيون ويون ۽ اُهو مانپتر تمام خوبصورت، چڪمدوز ۽ زيڪ جي پوتڙيءَ ۾ ڏنو ويو. انهن ڏينهن ۾ سنڌ ۾ ڪنديءَ جو ڪم تمام سٺو ٿيندو هو ۽ اها بہ هڪ قسم جي سوکڙي هئي.

هتان ڪجهہ چٽن جي سفارت، مانپتر سنڌ جي پاران لارڊ رپن کي ڏيڻ لاءِ بمبئي ڪٽي ويئي. انهيءَ سفارت ۾ هينيان ماڻهو موڪليا ويا:

١. ديوان ڏيارام
٢. ساڌو هيرانند
٣. مسٽر فتح علي مسٽر بدر الدين طيبجي جو مائٽ
٤. ڀائي هيرانند مسند شڪارپوري
٥. لاڙڪاڻي جي وڏي ۾ وڏي زميندار سرائي ناري خان لاهوريءَ جو وڏو پٽ.

انهيءَ سفارت، بمبئي سرڪار سان، مسٽر بدرالدين طيبيءَ جي معرفت لکپڙهہ ڪئي ۽ بمبئيءَ جي ٽائون هال ۾، جتي هزارن ۾، ٻين ملڪن مان بہ مانپتر، لارڊ رپن کي ڏيڻ لاءِ آيا هئا، اُتي وڃي حاضر ٿيا.

جڏهن ديوان ڏيارام انهيءَ موقعي تي ويو، تڏهن سندس سجاڻپ مسٽر بهرا مجي ملباريءَ سان ٿي، جا سڄيءَ عمر تائين قائم رهي، جنهن مان پنگتي سڌاري جي ڪم لاءِ ديوان جي دل ۾ جوش جاڳيو. سن ١٨٨٨ع ڌاري ديوان ڏيارام سندس حياتيءَ جو احوال لکيو، جنهن مان معلوم آهي تہ سندس ليکن ۽ حياتيءَ ديوان ڏيارام جي حياتيءَ تي ڪيترو نہ اثر ڪيو.

## سنڌ ڪاليج ڪراچي

سنڌ سڀا کي زور وٺائڻ، سنڌ سڌار ۽ سنڌ ٽائيمس اخبارن کي هلائڻ جي بندوبست ڪرڻ کان سواءِ ٻيو وڏو ڪم جو ديوان ڏيارام، ڪراچيءَ ۾ رهي ڪيو، سو هو سنڌ ڪاليج جي کولڻ ۾ مدد ڪرڻ. سندس ڪاغذن مان خبر ٿي پوي تہ انهيءَ ڳالهہ لاءِ ڪيترو نہ هن پاڻ پتوڙيو! سنہ ١٨٨٤ع ۾ لارڊ رپن هڪڙي تعليمي ڪميشن مقرر ڪئي، ۽ انهيءَ ڪميشن جي اڳيان خيال پيش ڪيا ويا تہ سنڌ بمبئي کان پري هئڻ ڪري سنڌ جي نوجوانن کي اوچ تعليم وٺڻ ۾ ڏاڪڙا ٿا پيش اچن، تنهنڪري سنڌ ۾ جدا ڪاليج هئڻ کپي.

هيڏانهن وري سنڌ ۾ اسان جي ڏيارام اها ڪوشش ڪئي تہ ڪي ڀيٽل آدمي هن ڪم ۾ هٿ وجهن، سو ديوان ڏيارام چيٺمل کي وجي لڳو. اُن وقت ديوان ڏيارام چيٺمل ڪائونسل جو ميمبر هو. هن کي ڀهريائين اها ڳالهہ نہ پئي آئڙي. ڏيارام ڪانئس ننڍو هو، تنهن کي چيائين تہ ڪاليج پيسا گهرندو، تنهن ڪانسواءِ سنڌ مان گهٽي ۾ گهٽو ڏهاڪو ڇوڪر مس آهن جي بمبئيءَ ۾ ٿا پڙهن؛ جهڙوڪ منهنجو پٽ بولچند ۽ ديوان اُڌارام جو پٽ واڌو مل، لعل چند هاسومل، وريل سنگهہ وغيره. شاگردن جو تعداد ڪو گهٽو هجي تہ پوءِ ڪاليج کولڻ جو ڪشالو ڪجي.

اسانجو ڏيارام بہ سولو هٽڻ وارو ڪونہ هو. چيائينس پئسن کان

توهين چتا، مان دادي مينا رام جي مدد وٺندس. لکپڙهه کان به توهين چتا. اها به مون پاڻ تي کنئين، رڳو اسان سان پٽ ٿي بيهجو. آءُ ته آهيان ڇوڪرو پر اوهان وڏن جي مدد ۽ آسيس کپي. انهيءَ تي ديوان ڏيارام جيٺمل کلي چيس ته "چڱو پلا." پوءِ ته ڏيارام وڃي پنهنجي دادي ديوان مينا رام کي لڳو ته مونکي ڪاليج برپا ڪرڻ ۾ مدد ڏيو.

ديوان مينا رام چيس ته جيڪا مدد گهرجيئي سا ڏيانءِ. ڏيارام چيس ته توهانجون پانهون ڊگهيون آهن، مونکي عاملن مان لک ڪن ڪڍي ڏيو. ديوان مينا رام چيس ته ايڏي رقم هٿ ڪرڻ آهي ته مشڪل پر ڪوشش ڪندس.

ڏيارام پوءِ هڪڙي اپيل ڪڍي ته سنڌ کي ڪاليج جي ڪيتري نه ضرورت آهي ۽ ديوان مينا رام جي مدد سان ماڻهن کان چندا چاڙهايائين. سندس هٿان چندي چاڙهيل لسٽ اڃا موجود آهي، جنهن ۾ ۲۴۰۰۰ رپيا چندو چاڙهيل آهي. تنهن کان سواءِ سنه ۱۸۸۵ع ۾ هن هڪڙي ٻي زبردست اپيل ڪڍي ۽ ديوان مينا رام رسيدن جا فارم ڇپايا.

پوءِ ته ڪراچيءَ وارا دوست نڪري پيا ڪراچيءَ جي شهر ۽ حيدرآباد وارا حيدرآباد ۾. ديوان مينا رام جهڙو سرڪار ۽ هلنديءَ وارو ماڻهو، شهر ۾ ههڙيَ ڪم لاءِ نڪري پيو ۽ چيائين ته سيڪو عامل مهيني مهيني جو پگهار ڏئي، ڇو ته هونئن چندي چاڙهڻ ۾ ٿئي ها ڪٽ پٽ. شاباس آهي چڱن مڙسن کي، جو هن ڪم ۾ لڳي پيا ۽ ٻي شاباس آهي عاملن کي، جن اِها مهيني جي پگهار ڏيڻ جي رٿ قبول ڪئي. جيمس صاحب ڪمشنر، ڏيارام جيٺمل ڪاليج جي نئين بلڊنگ کولڻ وقت عاملن کي اِها شاباس ڏني ۽ چيائين ته ههڙو پيار، وديا جي وڌڻ لاءِ تاريخ ۾ ڇڊو ليندو.

وري به سن ۱۸۸۵ع ۾ ڏيارام ٻي هڪڙي زبردست اپيل ڪڍي پڌري ڪئي، جنهن ۾ هن مخالفن جي اُٿاريل اعتراضن جو جوڳو جواب

ڏنو، ۽ ثابت ڪري ڏيکاريو تہ سنڌ ۾ ڪاليج جي هئڻ جي ڪيتري نہ ضرورت آهي. اِنهيءَ لاءِ هن هڪڙو پنجاهہ صفحن جو ڳٽڪو بہ ڇپايو، جنهن جو نالو هو "ڪاليجن جي سکيا ۽ بمبئي، مدراس ۽ بنگال ڪاتي ۾ اُن جو اثر، ۽ سنڌ ۾ آرٽس ڪاليج وجهڻ لاءِ اپيل. انهيءَ ۾ ڏيارام ڏيکاريو تہ اهو غلط آهي تہ ڪاليجن جي سکيا جوانن کي ڌرم جي برخلاف يا سرڪار سان بي وفا ٿي ڪري، بلڪ ڌرمن ۾ جيڪو بہ سچو حصو آهي تنهن کي اوچ سکيا مان تقويت ٿي ملي ۽ انڌيءَ وفاداريءَ بدران سمجهو وفاداري ماڻهن ۾ پيدا ٿي ٿئي. سندس چوڻ هو تہ سرڪار اوچ سکيا بابت ڪل ٽن قسمن جون نيتيون اختيار ڪري ٿي سگهي.

١. علم اصل نہ ڏجي، انهيءَ ڪري سڌارو بہ اصل نہ ٿيندو.

٢. علم ٿورو ڏجي، پر اُن مان خطرو آهي، ڇو جو چيو اٿن تہ "نيم طبيب خطره جان، نيم ملان خطره ايمان"

٣. تہ جهجهو علم ڏجي، جوئي سڀ کان سنو رستو آهي.

وڏن وڏن انگريز مدبرن ۽ ٽنهي ڪاتن جي ڪاليجن جي پرنسيپالن جي شاهدين مان ثابت ڪيو اٿس تہ ڪاليجن جي وسيلي، انگريزيءَ ۾ اوچ وديا ڏيڻ ڪري نہ فقط انگريز سرڪار ۽ رعيت جي وچ ۾ بهتر سلوڪ ٿيندو ۽ ڏوهہ گهٽبا پر سرڪار کي معتبر ۽ هوشيار عملدار ملندا، ڏيهي ٻولين ۾ نوان نوان ڪتاب نڪرندا، سڪول جاري ٿيندا ۽ ماڻهو بہ اوچ ٿيندا ئي علم جي وسيلي، سچا پچا لعل وڌندا ئي علم جي وسيلي، يورپ جون ڪلون ۽ اوزار ڪتب اچي سگهندا ئي علم جي وسيلي، هندستان جي مفلسي دور ٿيندي ئي علم جي وسيلي ۽ پنگتي سڌارو ٿيندو ئي اوچ تعليم جي وسيلي.

آخر ۾ ديوان ڏيارام زبردست اَپيل ڪئي تہ ڪورٽن جو اصول آهي تہ قاعدي جي اَڻڄاڻپ جو عذر ڪوبہ واري نٿو سگهي؛ پر انصاف جي تقاضا آهي تہ اڻڄاڻپ لاءِ سزا ڏيڻ کان اڳ ماڻهن ۾ عام ڄاڻ تہ

پيدا ڪجي، جيئن هو پنهنجي ذميوارين کان واقف ٿي سگهن.

هن ڏيڪاريو آهي تہ ڪل ١٠ گرئجوئيٽ سنڌ ۾ ٿي سگهيا آهن؛ پر سنڌ کي گهرج آهي سوَن هزارن گرئجوئيٽن جي.

ڪاليج لاءِ سنڌ جي ميونسپالٽين کان ١٠٦٠٠ رپيا ساليانو چندو چاڙهايو اٿئون ۽ ماڻهن کان ٤٥٠٠٠ رپيا چندو چاڙهايو ويو آهي ۽ انجام ٿا ڪريون تہ ٧٥٠٠٠ هزار رپيا چندو ڪنداسون. هاڻي سرڪار کي پنهنجي طرفان مدد ڏيڻ گهرجي ۽ همٿائڻ گهرجي ۽ انهي ڪري سنڌ تي اهڙو احسان ڪندا جو سنڌ جا ماڻهو ڪڏهين ڪين وساريندا.

انهيءَ ڳنڍڪي جو اثر ٿيو ۽ سنڌ ڪاليج ٿٽي ڪمپائونڊ ۾ هڪڙي بنگلي ۾ سنہ ١٨٨٦ع ۾ کوليو ويو. نالو ڪاليج جو اجا سنڌ آرٽس ڪاليج هو. هن کي هنري ڪاليج سمجهي ڊاڪٽر وامسلي پرنسيپال ٿي آيو ۽ وائيس پرنسيپال ٿيو بي جي پادشاهہ جو فقير تن هو، گاڏيءَ تي بہ ڪين چڙهندو هو ۽ چمر جي جتي بہ ڪين پائيندو هو. قابل وري اهڙو هو جو پاڻ جيتوٽيڪ هو بي اي تہ بہ امتحان ونندو هو ايم اي جو. پروفيسر پادشاهہ منطق، تواريخ ۽ فلسفو پڙهائڻ لڳو، ٻيو پروفيسر هو ٻيم پائي جيونجي نائڪ جيڪو حسابن جو پروفيسر هو، ٽيون پروفيسر راجواڙي هو، جو سنسڪرت ۽ انگريزيءَ جو پروفيسر هو. چوٿون ميرزا مخلص علي خان جو پرشن ۽ عربيءَ جو پروفيسر هو.

منڍ ۾ وديارٿي ڪل ڏهہ ويهہ مس هئا. ١٧ جنوري ١٨٨٧ع ۾ لارڊ ري ڪاليج جي کولڻ جو مهورت ڪيو تہ ان وقت بہ ڪل ٢٨ شاگرد داخل هئا.

ڊاڪٽر وامسلي ڏٺو تہ هي هنري ڪاليج نہ آهي پر لٽرري يعني ساهتيہ جو ڪاليج آهي، تڏهن چيائين تہ مان هت ايترو ڪمائنو ڪين ٿيندس. پاڻ جيتوٽيڪ سائنس ۾ ڊي ايس سي هو ۽ تمام پڙ هو ۽ سائنس سيکاريندو بہ تمام چڱيءَ طرح هو تہ بہ هن جي لنؤن هنرن سان هئي تنهن ڪري چيائين تہ آءٌ وڃان ٿو ۽ ڊاڪٽر جئڪسن جنهن

جهڙو قابل ڊي. ايس سي ڪو جزوي آهي تنهن کي گھرائي وٺو. هو گهرايو ويو. ڇوڪرا بہ وڏڻ لڳا جاءِ بہ ٿي سوڙهي، سو ايڊلجي ڊينشا جو بنگلو جو بندر روڊ تي آهي جنهن ۾ گهٽو وقت ڪلب رهي آهي، اُهو پاڙي ڪيو ويو.

ڊاڪٽر جئڪسن جهڙو هو قابل، اهڙو هو انتظام رکڻ ۾ برجستو، پروفيسر پادشاهہ تہ ڪاليج جو روح هو. اُنهن گڏجي ڪاليج کي اوج تي رسايو. هيڏانهن پئسن جي ڪٺي ڪرڻ لاءِ بہ برجستا ماٺهو هئا. ديوان مينا رام همت ڪيو بيٺو هو. ڪاليج لاءِ جدا جاءِ جوڙائڻ جو پربند ٿيو. سال ١٨٩١ع ۾ ڪاليج واري عمارت جڙي راس ٿي. جڏهن ڪاليج نئين عمارت ۾ ٿيو، تڏهن بہ ڇوڪرن جو تعداد ٦٠ کان وڌيڪ نہ هو. هاڻي تہ شاگردن جو تعداد ٦٠٠ کان بہ وڌي ويو آهي.

حيدرآباد ۾ سروين جي واسطي، هڪڙو ڪلاس اُنهيءَ جاءِ ۾ هو جنهن ۾ هاڻي ٽريننگ ڪاليج آهي. انهيءَ ۾ پهريائين هري وشنو ۽ پوءِ نارو پنت ۽ پوءِ پرياڪر ايل. سي. اي. سروين کي اُتي پاڙهيندا هئا. اِهو ڪلاس حيدرآباد مان ڪڍي ڪاليج ۾ آندائون. ڪاليج جو نالو ڏيارام اُڌارام پوٽو هو، پر ديوان ڏيارام ڇيتمل جي مرڻ بعد، ديوان اُڌارام ڪن سبن ڪري نالي واسطي آڏ پئسن جو نہ ڏنو ۽ ديوان دولترام ڇيتمل ۽ ديوان بولچند ڏيارام ٢٥٠٠٠ رپيا ڪاليج لاءِ ڏنا ۽ نالو سنڌ آرٽس ڪاليج مان ڦري ڊي. جي. سنڌ (D.J. Sindh College) ڪاليج ٿيو.

ميٺارام هاسٽل : سال ١٨٩٣ع ۾ جڏهن ديوان شيرومل ڪاليج ۾ پڙهندو هو، تڏهن پروفيسر پادشاهہ اچي ڪيس لڳو تہ ڪاليج جي وقت کان پوءِ تون مونکي پاڻ سان وٺي هلجانءِ پنهنجي چاچي ديوان ميٺارام وٽ، جنهن سان تون ٺڪندو آهين. ڪڙڪ اڳئي ديوان ڏيارام کي ڏيئي ڇڏي هئائين پر ديوان شيرومل کي ڪونہ ڇيائين تہ ڪهڙي ڪم لاءِ ٿو

هلان.

پروفيسر پادشاهہ، ديوان ميٺارام سان گڏيو ۽ چيائينس تہ اوهانجي پائٽئي اچا في ڪانہ ڏني آهي سا ڏيو. چيائينس تہ هو في ڀهرئين ڏينهن ڏيندو آهي، تنهن هوندي بہ في جهجهي. هن پڇس تہ ڪيتري جهجهي؟ چي جيڪي گهرندؤ. ديوان ميٺارام اِهو وڏيءَ دل سان جواب هن ڪري ڏنس جو ڪيس پروفيسر پادشاهہ لاءِ گهٽي عزت هئي. سندس قابليت، ڌرم ورتيءَ ۽ فقير تنيءَ جي گهٽڻ کي سڌ هئي. ويتر پنهنجي پاءُ پائٽئي کان هن جي بي حد ساراهہ ٻڌي هئائين، سو پروفيسر لاءِ چڱو ئي اثر دل تي ويٺل هوس. پروفيسر پادشاهہ کي سڌ هئي تہ ديوان ميٺارام پنهنجي پائٽئي کي پٽ سمان ڪري ليکيندو آهي ۽ وقتي گينيون خرچي ڏيندو اٿس. هينئر جو ديوان ميٺارام چيس تہ في جيڪا گهرندا سان ڏيندس، تنهن تي مرڪي چيائينس تہ في وٺندس سوني. هن بہ چيس تہ بلاشڪ، اتي پروفيسر پادشاهہ پنهنجي دل جو مطلب کولي ٻڌايس ۽ چيائينس تہ هڪ هزار گينيون هاسٽل لاءِ ڏيو. جو هاسٽل جي ٺهرائڻ جي ضرورت آهي. ديوان ميٺا رام صاحب اوڏيءَ مهل ئي رقم چاڙهي ڏني. هاسٽل ٺهرائي ويئي. ديوان ميٺارام جي چالاڪي کان پوءِ هاسٽل تي نالو ئي سندس پيو. انهن سڀني ڳالهين ۾ اندرين مدد ديوان ڏيارام جي هوندي هئي ۽ هو ڪم راس ڪري پوءِ اشارو ڪندو هو. شاباس آهي انهيءَ ساري ڪٽنب کي، جن ايتري درياهہ دليءَ سان انهيءَ ڪاليج ۽ هاسٽل جي ڪم ۾ مدد ڪئي ۽ اڄ تائين پاڻ ملهائيندا پيا اچن. ويجهڙائيءَ ۾ ڏنائون تہ اها هڪ هاسٽل پوري نٿي پوي تہ ٻي هاسٽل جوڙائي اٿن. خبر اٿوَ اُها ڪهڙي هنڌ آهي؟ رام باغ گاڏي ڪاتي ۾ انهيءَ ساڳئي آستان تي، جتي ڪراچيءَ ۾ ديوان ميٺارام، ديوان ڏيارام، ديوان ڪؤڙومل، ساڌو هيرانند ۽ مسٽر گپتا رهندا هئا. اڄ اُها سيوا ڪنج نالي سان مشهور آهي. اُن ۾ هر طرح جو بندوبست رکيل آهي. اها هاسٽل ديوان ڏيارام جي فرزند ۽ ديوان

ميٺارام ڏرمائو ٽرسٽ جي ٽرسٽيءَ ٺهرائي آهي. اِئين سڪرٽ جي ڪم جو سلسلو هلندو ٿو اچي.

ائين نہ رڳو ڪراچيءَ سان وڙڪيو اٿن، پر حيدرآباد سان بہ پال پلايو اٿن. حيدرآباد جي سنڌ نيشنل ڪاليج کي ديوان ميٺارام جي ڏرمائو ٽرسٽ مان، ديوان شيرومل، جو ان وقت ٽرسٽي هو تنهن هڪ لک ١٠٠٠٠٠ رپئي جي مدد ڏني. انهيءَ مدد ملڻ کان پوءِ يونيورسٽيءَ اهو ڪاليج منظور ڪيو، نہ تہ منظوري ملڻ ناممڪن هئي. اهو حيدرآباد وارو ڪاليج اڄ تائين سندن مدد سان پيو تڳي. ويجهڙائيءَ ۾ ديوان ڏيارام جي يادگار لاءِ ڪيترا پئسا ديوان تاراچند ۽ ڪن ٻين صاحبن ڪوشش ڪري ڪنا ڪيا هئا. سي سمورا هن ڪاليج کي ڏنا ويا ۽ هاڻ انهيءَ ڪاليج جو نالو پڻ بدلائي ڏيارام گدومل نيشنل ڪاليج رکيو اٿن.

انهيءَ طرح ڪاليج ۽ هاسٽل جو سلسلو هلندو اچي. ديوان ڏيارام جو مقصد تہ گيان پکيڙ ٿيندو رهي، سو پورو ٿيندو ٿو اچي.

## جاگيردارن جو رڪارڊ

١٥ مئي سنہ ١٨٨٥ع کان وٺي اپريل سنہ ١٨٨٦ع تائين ڏيارام کي اسسٽنٽ ڪليڪٽر جوعهدو ڏيئي هڪڙي خاص ڪم تي رکيو ويو.

اهو خاص ڪم هو جاگيردارن جو رڪارڊ ناهڻ. ڪمشنر صاحب ڄاتو ٿي تہ ديوان ڏيارام جهڙو هوشيار ڪو ورلي ليندو جو جاگيردارن جو رڪارڊ چڱيءَ طرح ناهي سگهي، تنهنڪري هڪ سال لاءِ اهو ڪم خاص طرح کيس سونپيائين. هي نئون ڪم مليس تہ ديوان ڏيارام اول انگريزن جي ڍلن جي سرشتي (روينيو سسٽم) چڱيءَ طرح سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي. تاريخ جو تہ سائي سلي ڪوڏيو هو، پر هينئر آڪبر بادشاهہ ۽ ميرن جي ڍلن جي سرشتي جو پليءَ پٽ اڀياس ڪري پوءِ هڪ وڏو ڪتاب تيار ڪيائين جو جاگيردارن جي تاريخ History of

Land Alienation in Sind جي نالي سان مشهور آهي.

هيءُ هڪ تمام اعتبار جوڳو ۽ عمدو لکيل ڪتاب آهي، جنهنجي ساراهه وڏن وڏن ودوانن ۽ عملدارن ڪئي آهي. ڪمشنر صاحب به هن ڪم سبب سندس تعريف ڪئي آهي. ديوان ڏيارام جو ڏاڏو منشي مينگهوراج جاگيرات جو منشي هو، تنهن ڪري ڪمشنر صاحب ديوان ڏيارام کي چيو ته اوهان جي ڏاڏي جاگيردارن جي تاريخ ميرن جي ڏينهن ۾ شروع ڪئي ۽ اوهان سندس پوٽي اها تاريخ انگريزن جي صاحبيءَ ۾ اچي پوري ڪئي آهي.

## ڪراچيءَ ۾ چؤياري

ديوان ڏيارام جن ڏينهن ۾ ڪراچيءَ ۾ هو، تن ڏينهن ۾ پاڻ سان چڱيون آتمائون گڏ ڪيائين. راءِ بهادر، ديوان ڪؤڙو مل، ساڌو هيرانند، مسٽر گپتا، ديوان تاراچند ۽ ديوان مينا رام اهي سڀ اچي پاڻ ۾ گڏبا ته عالمن جي چڻ ته جهرمر لڳي ويئي سندن انهيءَ وقت جو فوٽو موجود آهي جو سامهون ڏسڻ ۾ ايندو. انهن ڏينهن ۾ ديوان هيرانند کيم سنگهه به ساٿن ڪنو وجي رهيو. هن صاحب جو چوڻ آهي ته سارو ڏينهن ديوان ڏيارام ڪم ۾ مشغول رهندو هو، صبوح جو اشنان پاٺي ڪري، پوٿي پنو پڙهي ڪجهه وقت ايشور جو ڌيان ڌريندو هو ۽ پوءِ افلاطون جي گفتن تي وچار ۽ بحث ڪرڻ يا پنگتي سڌاري ۽ وديا جي واڌاري ۽ سنڌ جي بهبوديءَ تي ويچار ۽ بحث ۽ رٿن ڪرڻ ۾ گذاريندو هو.

سنڌ سڌار ۽ فينڪس ۾ جيڪي ليک پوندا هئا تن بابت بحث مباحثا پاڻ ۾ ڪندا هئا. آتي سنڌ ڪاليج جي برپا ڪرڻ جا ويچار ۽ رٿون، ملڪي سڌاري جون ڳالهيون مطلب ته هر پرڪار جي چرچا هلندي هئي. ١١ کان ۴ تائين، سو هرڪو ڌار ڌار پنهنجي پنهنجي ڪم تي هليو ويندو هو نه ته باقي سارو وقت اهو روحاني ڇهچٽو لڳو پيو

هوندو هو.

ديوان صاحب ڪراچيءَ ۾ ورنيڪيولر لٽريچر ڪاميٽيءَ، ميونسپالٽي، خالقڏني هال لائبرريءَ جو پريزيڊنٽ ۷ ورهين تائين هو ۽ ڪوڙهين جي آشرم جو چيئرمين هو.

# باب پنجون
## احمد آباد

سرڪاري عملدارن جي تاريخ مان خبر ٿي پوي ٿہ هيءُ ست پرش هينين هنڌن تي، هينين وقتن تي نوڪريءَ تي رهيو:

**1. احمد آباد**

۱. ۸ جون سنہ ۱۸۸۷ع کان ۲۵ مئي سنہ ۱۸۸۹ع تائين.
۲.- ۲۱ اپريل سنہ ۱۸۹۲ع کان ٦ جنوري سنہ ۱۸۹۴ع تائين.
۳. ۳۰ سيپٽمبر سنہ ۱۹۰۷ع کان رٽائر ٿيڻ تائين.
اٽڪل ۸ ورهيہ- ٽي دفعا.

**2. شڪارپور ۾**

۱. ۲٦ جولاءِ سنہ ۱۸۸۹ع کان ۲۱ اپريل سنہ ۱۸۹۲ع تائين
۲. ۲۲ نومبر سنہ ۱۹۰۴ع کان ۲۴ نومبر سنہ ۱۹۰۵ع تائين.
بہ دفعا.

**3. ڌوليا ۾**

۱. ۲ نومبر سنہ ۱۹۰۰ع کان ۱ مارچ سنہ ۱۹۰۳ع تائين.
۲. ۱مارچ سنہ ۱۸۹۴ع کان سيپٽمبر سنہ ۱۹۰۰ع تائين.
بہ دفع

**4. سورت ۾**

۴۲ نومبر سنہ ۱۹۰۵ع کان ۳۰ سيپٽمبر سنہ ۱۹۰۵ع تائين هڪ دفعو

ڏيارام جي گجراتين سان چڱي محبت هئي. ساٿس گڏ گرسنگهہ

لال ديوتيا بہ سول سروس ۾ چونڊيو ويو هو. تنهنجي ڪتنب سان منڊ ڪان ئي چڱي پريت هيس. سول سروس وارن کي پنهن جي مادري زبان ڪانسواءِ هڪ ٻي بہ ڏيهي ٻولي سکڻي پوندي هئي. ڏيارام اها ٻي ٻولي جا سکي سا گجراتي هئي.

ڏيارام کي ٻولين سکڻ جو ڏاڍو شوق هو. جڏهن سائنس سکڻ جو اُتساهہ منجهس جاڳيو، تڏهن سمجهائين تہ فرينچ ٻولي ڪارائتي ٿيندي. عيسائين جي انجيل پڙهڻ جو چاهہ ٿيس تہ هڪڙو وڏو بائيبل خريد ڪيائين. آڪسفورڊ اڊيشن ۾ ان جو ترجمو فرينچ ۾ سنسڪرت ۾ گجراتيءَ ۾ هٿ ڪيائين. انگريزي بائيبل ۾ فرينچ بائيبل ٻئي گڏ رکي پڙهيائين ۽ ڏٺائين تہ فرينچ ۽ انگريزي ٻولين ۾ تمام ٿورو تفاوت آهي، آهي بہ ايئن جو اهي ٻئي ٻوليون ساڳئي ٻڻ مان پيدا ٿيون آهن.

## گجراتي ۽ سنسڪرت

ديوان ڏيارام گجراتي تڏهن سکيو جڏهن سندس بدلي احمد آباد ۾ ٿي، جو سنڌ جي ڀيٽ ۾ هندو ملڪ ڇٽبو. اُتي هن کي هڪڙو شاستري هٿ لڳو، جنهن کان هن گجراتي ۽ سنسڪرت سکڻ شروع ڪئي. هيءُ شاستري ڪيس رات جو واندڪائيءَ جي وقت ۾ سنسڪرت ۾ مهاڀارت پڙهي گجراتيءَ ۾ سمجهائيندو هو. ڏيارام کي خبر هئي تہ سنسڪرت گرامر اؤکو آهن، تنهنڪري انهيءَ تي گهڻو مٿو ڪونہ مارپائين. گرامر جون رڳو ضروري ڳالهيون سکي سنسڪرت جو اڀياس ڪندو ويو سگهوئي گيتا جي ترجمي ڪرڻ جو خيال ٿيس. گيتا سنسڪرت ۾ سچي ڪنٺ هيس ۽ اُن جو پاٺ ڪندو هو.

احمد آباد کان پوءِ وري جڏهن شڪارپور ۾ آيو تڏهن اُتي جي مشر ولبداس مهراج کان گيتا جو آڪري توڙي اندروني ارٿ سکندو رهيو. وري ٻيو ڀيرو جڏهن احمد آباد ۾ ۱۸۹۲ع کان ۱۸۹۴ع تائين بدلي ٿيس تڏهن اهو اڀياس پورو ڪري، سال ۱۸۹۳ع جي اپريل مهيني

۾ سري ڀڳوت گيتا جو سار ۽ ٽيڪا، سالڪيہ ۽ يوڳ جي بيان سميت سنڌيءَ ۾ ڇپائي پڌرو ڪيائين.

ڏيارام جو ننڍي هوندي کان سنڪلپ ٿيل هو تہ هڪڙو ڪتاب لکي پتا کي ۽ هڪڙو ماتا کي ارپڻ ڪندس. پٽس سنسڪرت جو وڏو ودوان هو ۽ برهمڻن کي سنڪسرت پاڙهيندو هو. تنهنڪري سري گيتاجيءَ جو پستڪ سنڌيءَ ۾ شرڌا ۽ پريم سان پنهنجي پتا کي ارپڻ ڪيائين. پنهنجي پتا جي سنسڪرت ٻوليءَ لاءِ شوق جي يادگيريءَ ۾ ۽ سندس سنسڪرت سيکارڻ جي ڪم جاري رکڻ لاءِ گدومل سنسڪرت پاٺشالا جاري ڪيل آهي، جتي سندس پتا جي نالي اهو گيان ڳڳيہ اڄا تائين پيو هلي.

هيرانند يونين ايڪڊمي نڪتي، تہ اُتي بہ سنسڪرت ٻوليءَ کي زور وٺائڻ لاءِ، ڏيارام، سنسڪرت پنڊت جي پگهار جو سمورو خرچ هڪ سؤ رپيا درماهو پاڻ تي هموار ڪيو.

## گرمکي

جيئن سري گيتاجيءَ جو ڪتاب سنڌيءَ ۾ لکي، پنهنجي پتا کي ارپڻ ڪيائين، تيئن جپ صاحب جو سنڌيءَ ۾ ارٿ لکي اهو پستڪ پنهنجي ماتا کي ارپڻ ڪيائين.

ننڍي هوندي، پنهنجي ماتا کي امبرت ويلي جپ صاحب جو پاٺ ڪندو ٻڌندو هو ۽ پنهنجي پتا کي بہ هر روز ڀائي گرپت صاحب جي ٽڪاڻي ۾ ويندو ڏسندو هو، جتي هو وڃي گروگرنٿ صاحب جو پاٺ ڪندو هو. وري جڏهن نارو شيخ جو معاملو ٿيو ۽ منشي گدومل صاحب دليل ڏيڻ لڳو تہ گرنٿ صاحب ۾ اهڙي ڪم کان منع ڪانهي، تڏهن ڏيارام جو خيال ٿيو تہ گرنٿ صاحب پڙهان ۽ پنهنجي سر ڏسان تہ انهيءَ ڳالهہ بابت گرنٿ صاحب ڇا ٿو چوي. اهڙي طرح هن کي گرمکي پڙهڻ جو چاهہ ٿيو ۽ جپ صاحب سنڌيءَ ۾ لکي راس ڪيائين.

## عربي

ڏيارام کي جدا جدا ٻوليون سکڻ جو ايترو تہ شوق هو، جو ويهين ۽ صديءَ جي اَوائل ۾ هو عربي سکڻ لڳو. عربي بہ ايتري سکيو جو هڪڙو عربي ڪتاب بہ گمنام لکي پڌرو ڪيائين. سندس خيال هو تہ ترجما زيڪ جي ٻيرت جي ٻٽِ وانگر آهن، جتي پَٽَ جا ڌاڳا فقط ايترو ڏيکارين ٿا تہ گل ڪيئن آهي، يعني سندس خاڪو ۽ ڊول ڏيکارين ٿا، جنهن ۾ گل جي قسم ۽ ٻيرت جي نموني جي فقط خبر پوي ٿي، پر چمڪ ۽ چلڪو، ڀڪو ۽ نظارو، سونهن ۽ سوڀيا گل جي سا زيڪ ۽ مقيس جي سبتي پاسي مان خبر پئجي سگهي ٿي. اهڙيءَ طرح ڌرمي ڪتابن جا ترجمان اسانکي رڳو مطلب ٻڌائين ٿا، پر سوڀيا ۽ ميٺاج آهي اصلوڪين ٻولين ۾، جن ۾ پيغمبرن اهي پيغام ڏنا آهن. تنهنڪري هو عربي ٻولي سکيو تہ قرآن پيغمبر صاحب جي چيل ٻوليءَ ۾ سمجهي سگهي.

## هبريو ۽ آرمينين

امانيوئيل (Emmanuel) صاحب جو سائس ائڊيشنل جج هو، سو هو يهودي هو، هبريو ۽ آرمينين ٻولين ۾ قابل هو. جڏهن هو حيدرآباد جو جج ٿي آيو تہ ڏيارام بہ سائس گڏجڻ ويو. ڏيارام جو گڏجڻ رڳو مزاج پرسي ڪونہ هوندو هو. هو تہ گيان چرچا ۽ وديا چرچا ڪندو هو، سو امانيوئيل صاحب سان بہ يهودين جي ساهتيہ ۽ ڌرم بابت ٺي ڳالهہ ٻولهہ ٿي. جڏهن اُتان موٽيو، تڏهن اچي پنهنجي ڀائٽئي ديوان شيرومل کي چيائين تہ دل هيم تہ تون بہ مونسان گڏ هجين ها تہ خبر پويئي ها تہ هي سويليئن جيڪي ولايت مان اچن ٿا، سي ڪهڙا نہ هوشيار ماڻهو آهن.

اِمانيوئيل صاحب مونکي ڪارايو سو ڪونہ هو پر مانسڪ پوڄن تہ مونکي خوب ڏنائين. ڪرستان پادري اسان تي ڪلندا آهن تہ هندن جو ڌرم چمڻ ڪان مرڻ تائين رڳو ڪرپا ڪرم آهي پر اڄ مونکي

اِمانيوئيل صاحب ٻڌايو آهي تہ يهودين جي جيوَت بہ هندوري ۾ چمڻ کان وٺي قبر تائين ۽ قبر کان پوءِ بہ ڪرپا ڪرمن ۽ ڌارمڪ سنسڪارن سان ڳنڍيل آهي ۽ مان سمجهي سگهان ٿو تہ ڇو اجا ڪيترا انگريز بہ موسائي آهن ۽ ڪرستان نٿا ٿين. پراڻي عهدنامي (Old Testament) ۾ ڏاڍيون خوبيون آهن، جي انگريزي ترجمي مان اسين ڏسي نٿا سگهون. جنهن ٻوليءَ ۾ حضرت موسيٰ ۽ حضرت ابراهيم اهي خدائي قانون ڏنا آهن، سا ٻولي پڙهي ڏسڻ گهرجي. وري بہ ساڳيو انجيل ۽ هبريو ۽ آرمينين ترجما بہ ڳولي هٿ ڪيائين ۽ اُنهن اصلوڪين ٻولين جي بہ مدد ورتائين.

ڏيارام جو چوڻ هو تہ سڪولن ۾ تہ اسان کي اهو خيال هو تہ رومن ڪئٿلڪ آلاجي ڇو نہ ٿا پنهنجا ڪتاب ۽ پنهنجون پرارٿنائون انگريزي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرائين، پر اصلوڪي لاتيني ٻوليءَ ۾ ٿا چون. پر ڏيارام چيو تہ هاڻ مونکي تعجب نٿو لڳي. هاڻ مان سمجهي سگهان ٿو تہ انهيءَ ۾ وڏو مطلب رکيل آهي.

مثال طور، پنهنجي ڀائٽئي کي ڇئي ٻڌايائين تہ ڏس فارسيءَ ۾ چيل گفتي جو سنڌي ترجمي ۾ ڪيترو نہ فرق ٿيو پوي. جيئن تہ:

"بدين درگاه چون حافظ را ميرانند، ميرانند،

مطلب: هن درگاهہ ۾ چاڪاڻ تہ مير آهن، تنهنڪري حافظ کي ڪڍي ٿا ڇڏين. اصل ۽ ترجمي جي سونهن جي وچ ۾ ڪيڏو نہ فرق.

يا وري- "زندگي بي بندگي شرمندگي است، جو جي ڪٿي ترجمو ڪجي تہ عبادت کانسواءِ حياتي هلائڻ ئي لڄ جهڙي آهي، تہ اصل جي سونهن جي ڪا ترجمي ۾ خبر پوي ٿي؟

مطلب تہ انهن سببن ڪري، ڏيارام کي ٻولين سکڻ جو شوق ٿيندو هو تہ ڏرمي ڪتاب، اصلوڪين ٻولين ۾ پڙهي ۽ انهن جي سونهن ۽ نزاڪت بہ ماڻي سگهي.

اَحمد آباد ۾ ڏيارام اهڙو تہ هردلعزيز ٿي رهيو جو سيڪو ڪيس

پائي ڏيارام جي ڪري سڏيندو هو. سندس سادي رهڻي ۽ اوچ اپٻاس گجراتين کي وٺي ويا، ويتر جو کي ڏاڍا ڪهنا ڪيس، جي سالن ڪان گهلبا پي آيا، سي هن چڱيءَ طرح ۽ پوري سمجهہ سان فيصلا ڪيا، تنهن ڳالهہ تي هيڪاري هن جو پرجا ۾ مان وڌايو. گجرات ۾ ڪيس مها ودوان ۽ ڌرماتما ڪري سمجهندا هئا. اج بہ سندس عزت عام ۽ خاص ۾ گهڻي آهي.

باب ڇھون

# شڪارپور

اَحمد آباد مان تورن ڏينھن لاءِ ديوان ڏيارام حيدرآباد آيو. اُن وقت شڪارپور جو ڊسٽرڪٽ جج مسٽر نڪر مري ويو. ديوان ڏيارام کي ججي ملي. تن ڏينھن ۾ سيشن ڪورٽ شڪارپور ۾ ھئي ۽ ديوان ڏيارام جو اتي بہ پيرا اچڻ ٿيو. پھريون دفعو ٢٦ جولاءِ ١٨٨٩ع کان وٺي ٢١ اپريل ١٨٩٢ع تائين ۽ ٻيو دفعو ١ مارچ ١٨٩٤ع کان وٺي ٢٤ جولاءِ ١٨٩٧ع تائين سيشن جج ٿي اچي رھيو. اھڙيءَ طرح ديوان ڏيارام ڪل ست ورھيہ شڪارپور ۾ گذاريا. انھيءَ عرصي ۾ ھن ڪيترن ئي مشھور مقدمن جا فيصلا ڪيا جن مان ڪن مقدمن سڄيءَ سنڌ ۾ گھڻي سنسني پيداڪئي. ھڪڙو ڪيس ھو شڪارپور جي ھڪ وڏي سيٺ ميونداس جو، جنھن ھڪ ڪنيا سان زبردستي ڪئي ھئي. ھو وڏو شاھوڪار ھو تنھنڪري ڪيترن جي مرضي ھئي تہ ھن جي ڏک پڙدي ۾ رھجي اچي، پر اڳيان انصاف ڪرڻ وارو بہ ديوان ڏيارام ھو. تنھنڪري سيٺ جھجھو ڌن خرچي انورائٽيءَ کي پنھنجو وڪيل ڪري گھرايو. سيٺ کي ڇڏائڻ لاءِ انورائٽيءَ گھڻائي ڏٽ پٽن سان ھنيان پر ڏوھہ ھو پڌرو، سو ديوان گھڙي رڪيس. سڄا سارا ست ورھيہ ٽيپ ڏيئي ڇڏيائين. انھيءَ ڪري شڪارپور ۾ ڪيترن کي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ سيٺ ميونداس بابت کي ڪافيون بہ جڙيون. ھڪڙيءَ ڪافيءَ جو منڍ ھو:

ميول موٽي آءُ، ساريئي سنگھل ماءُ،
گھوريو وڇوڙو. ميول موٽي آءُ.

ٻيو نامور مقدمو جنھن جو ديوان ڏيارام فيصلا ڪيو سو ھو

حضوريءَ جوڪيس، جنهن بابت هڪ چؤنپڙي ۾ ڇپجي تيار ظاهر ٿي هئي. انهيءَ مقدمي ۾ هڪ درويش تي خون جي تهمت هئي. هن جو بچاءُ اهو هو تہ مونکي الهام ٿيو تہ وڃي فلاڻي جو خون ڪر، تنهنڪري مون خون ڪيو. الله سائينءَ جي پاران الهام ٿئي ۽ ان موجب ڪي بہ ڪجي تہ ڏوهہ نہ آهي، تنهنڪري آءٌ بي ڏوهي آهيان. ديوان ڏيارام جنم ٽيپ ڏيئي ڇڏيس.

اهو شايد ايشوري نيم آهي تہ گهڻيون سختيون ايندڙيون ئي راست بازن ۽ ست پرشن تي آهن. سال ١٨٩۴ع جي ڊسمبر جي ٢٨ تاريخ ڏيارام جو موچي پاءُ ديوان مينا رام صاحب ٥٦ ورهين جي عمر ۾ ڪراچيءَ ۾ چلي رهيو جنهن ڪري ديوان ڏيارام جي دل تي وڏو صدمو رسيو. پنهنجي پتا ماتا ۽ ٻن ڀينرن جي وڃائڻ جا ڏک هو صبر سان سهي ويو هو، پر هن ڏک سندس دل کي گهڻو ڏلائمان ڪيو. ديوان مينا رام هن کي ڪڏهن بہ جنجال ۾ پوڻ نہ ڏيندو هو پر هينئر سندس ڪم جو سمورو بوجو هن جي مٿان جهلي آيو. تنهن ڳالهہ هيڪاري منجهايس.

ديوان مينا رام سڀ ماڻهن جو ڪم ڪندو هو. زمينداري، واپاري، هنڊي پانڊي جو ڪم، ڏرماتو ڪم، وڪالت ۽ جاين جڳهين جو ڪم، اِهي سڀ ڪمي پڪي سر سنڀاليندو هو. پاڻس ديوان چئنراءِ ڪي تہ فقط شاسترن مان مزو ايندو هو ۽ هو دنيوي جنجالن کان پاسو ڪندو هو. سندس پاڻيو شيرومل اجا ڪاليج ۾ انٽر ڪلاس ۾ پڙهندو هو. تنهنڪري ديوان ميناارام جا سڀ ڪم اچي ديوان ڏيارام تي پيا. هو اڳيئي ٽن جڄن جيترو ڪم ڪندو هو. تنهن ڪانسواءِ سندس سچي دل ڪتابن سان هئي ۽ پڙهندو بہ ايترو هو جو بہ شاگرد بہ نہ پڙهي سگهن، سو هاڻي تہ ٻارهن ماڻهن جو ڪم اچي مٿانئس پيو. لڪ سي مليس، پر مايا کي هو جنجل سمجهندو هو ۽ چوندو تہ جيتروئي مان لڪشميءَ جو ترسڪار ٿو ڪريان اوتروئي هوءَ منهنجي پنيان ٿي پوي.

چوندو هو تہ سچ هيئن آهي تہ ”جب چاڏي تو پاڳي لاڳي.“

Kick Laxme and she kisses you,
Kiss her and she kicks you.

مايا کي لت هڻ تہ پيش پوندي ۽ پيش پوينس تہ لت هٽندي.

ديوان مينا رام جي قضئي ڪري ديوان ڏيارام ٽن مهينن جي موڪل لاءِ درخواست ڪئي. موڪل منظور ٿيڻ تائين رهيل ڪم پورا ڪري جنوري ١٨٩٥ع ۾ حيدرآباد ويو ۽ پنهنجي پائٽئي ديوان شيرومل کي پنهن تي ساڻ نيائين. اُتي هن کي ڪم ڪار کان واقف ڪري، هارين نارين سان هيري ميري ادائي مهينا ڪاٽي حيدرآباد موٽي آيو ۽ پندرهن ڏينهن کان پوءِ نوڪريءَ تي چڙهيو.

ديوان مينا رام جي قضئي جو ڏک اڃا ڇينيائين پئي تہ ڏيڍ سال کن کان پوءِ سندس پيو پاءُ ديوان چئنراءِ بيمار ٿيو. هي وري شڪارپور مان موڪل وٺي پياري پاءُ جي خدمت ڪرڻ آيو. پر هو گهٽو نہ ٽڪيو ۽ جولاءِ ١٨٩٦ع ۾ گذاري ويو. ديوان چئنراءِ جو اولاد ننڍو هو. سندس وڏو پٽ شيرومل اڃا ڪاليج ۾ جونيئر بي. اي پڙهندو هو ۽ ننڍو پٽ پوپٽراءِ سڪول ۾ ڇهون درجو پڙهندو هو. ڪيس تي ڪنئاريون ڪيائو پڻ هيون جي عمر جون اڃا ننڍيون هيون. انهيءَ ڪچڙيءَ ڪانپ کي سنڀالڻ جو بار بہ هينئر ديوان ڏيارام جي مٿان پيو. وڏي پائٽئي کي تہ مئترڪ پاس ٿيڻ ڪانپوءِ اڳتي پاڙهڻ جو بار پاڻ تي کنيائين، جو ديوان چئنراءِ کي چيو هئائين تہ منهنجي آخوند ميان نور محمد کي اوهين پنهنجي ڪمائيءَ مان بہ رپيا مهينو ڏيندا هئا، جيتوڻيڪ منهنجو پتا مونکي پاڙهي سگهيو ٿي. اهڙيءَ طرح اوهين بہ پنهنجي فرزند کي پاڙهي سگهو ٿا پر چڏيو تہ مان بہ ٿورو لاهيان. هن جي حب پريءَ حجت کي ديوان چئنراءِ ڪين موٽايو. انهيءَ طرح شيرومل جي تعليم جو خرچ بي. اي، ايل ايل بي تائين ڏيارام پاڻ تي کنيو. نہ رڳو ايترو پر وئڪيشن ۾ جڏهن وقت ملندو هوس تڏهن شيرومل کي پنهنجي سر ساهتيہ (Literature) بہ پاڙهيندو هو.

ساهتيہ لاءِ جيڪو پيار ۽ شوق هن جي دل ۾ پيدا ڪيائين سو پڇاڙي تائين منجهس قائم رهيو. سڄي حياتي پڙهڻ ۽ پاڙهڻ ۾ ئي صرف ڪيائين.

ديوان ڏيارام پنهنجي ڀئي ڀائٽئي پوپٽ راءِ کي ولايت ۾ آءِ سي ايس پڙهائڻ لاءِ موڪلڻ جو ارادو ڪيو هو. پر هو ضعيف هو ۽ سلهہ جي بيماري ٿي پيس. جنهن تي ڏيارام وري موڪل وٺي هن کي ڪوئٽا هوا بدلائڻ لاءِ وٺي ويو. اتي ديوان صاحب جو ڀائي موٽچند ڪوئٽا واري سان رستو ٿيو. پوپٽراءِ کي ڪوئٽا ۾ بہ فائدو ڪونہ پيو، سو حيدرآباد ۾ موٽي وٺي آيس. گوڏي جي سنڌ ۾ سلهہ جي جيوڙن اچي گهر ڪيو هو، سو ٽي مهينا ڪاٺ جون ٽيون ٻڌي ڇڏيائونس. ڏيارام هن کي خوش رکڻ لاءِ منيون منيون ڳالهيون بلڪ چرچا بہ ڪري وندرائيندو هو. خدمت بہ گهٽي ڪيائينس پر جولاءِ ١٩٠١ع ۾ هو راهہ رباني وٺي روانو ٿيو.

ديوان ڏيارام جي ڀاٽيجي ويچاري ننڍڙيئي وڏوا ٿي هئي. ماءُ بہ ننڍڙيئي مري ويئي هيس. تنهنڪري ديوان ڏيارام هن جي هر طرح مرضي رکندو هو، جئن مائٽن جي لڪ نہ پويس. سال ١٨٩٧ع ڌاري جڏهن ديوان کي ڪيولرام ڄائو تڏهن هيءَ ويچاري اچي بيمار پيئي. اُن جي بہ خدمت خوب ڪيائين. ڪيس ڇٽائڻ لاءِ نہ رڳو ڪئين ڊاڪٽر گهرايائين پر پاڻ بہ هوميوپيٿيءَ جا ڪتاب پڙهيائين، انهيءَ لاءِ تہ ڪيئن بہ ڪري هن کي ڇٽائجي. هيءَ مائي بہ سلهہ جو شڪار ٿي. ڏيارام جيتوڻيڪ گيانوان هو تہ بہ مٿن مائٽن ۾ موهہ گهٽو هوس ۽ پنهنجن مائٽن جو موت هڪ ٻئي پٺيان ٿيندو ڏسي ڏاڍو دلگير ٿيو ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ ائين بہ چوندو هو تہ:

"I am afraid our family shall all die
Leaving not a rack behind."

هن مڙس جو هيءُ لڇڻ ڏسو جو پنهنجن دکن مان سنسار کي سک

ڏيڻ جو سبق پرايائين. سندس ڪتب ۾ جو ماٺهو سلهه جا شڪار ٿيا تنهنڪري ڏرمپور ۾ سلهه جي سئنيٽوريم ٺهرائڻ لاءِ هن ست پرش گهٽي ڪوشش ڪئي ته من پين جا مائٽ بچي پون.

شڪارپور ۾ ديوان ڏيارام هميشه وانگر ڪورٽ جي ڪم ڪانسواءِ سنسڪرت اڀياس ۽ ساڌ سنگت ۽ پر اُپڪار جي ڪمن ۾ مشغول رهندو هو. شڪارپور جي ودوان ولڀ مشر ڪان سنسڪرت ۾ گيتا، سالڪيه ۽ يوگيه درشن جو اڀياس ڪندو هو. ڀائي موهن ديو جو پنهنجي نوڪري ڇڏي اچي پر اُپڪار جي ڪم ۾ لڳو هو تنهن سان به سنگت هوندي هيس. "سانجهيءَ جو ڳاڙهي بنگلي کان اڪيلي رستي تي پنهي کي ڪيترا دفعا گڏ گهمندو ڏسبو هو. ديوان ڏيارام چڱن ڪمن ڪندڙن کي هميشه ڳجهيءَ طرح مدد ڪندو هو. سندس حساب جي ڪتابن مان معلوم ٿو ٿئي ته اهڙيءَ طرح ڀائي موهن ديو کي به ماهوار مدد ڪندو هو.

سادي رهڻي ۽ اوچن آدرشن جي سڌانت جو ته ديوان ڏيارام جيئرو جاڳندو مثال هو. پاڻ تي خرچ ڪندو هو ٿوري ۾ ٿورو ۽ بچائيندو هو گهڻي ۾ گهڻو ته پين کي مدد ڪري سگهي. سندس سادگيءَ بابت ديوان جڳتراءِ ايسرداس هڪ تمام سندر مثال پيش ڪيو. چيائين ته هڪ وقت مان ديوان ڏيارام وٽ شڪارپور ۾ رهيو پيو هوس. سنان ڪانپوءِ آرسيءَ جي ضرورت پيم. پٽيوالي کان پڇيم ته ديوان آرسي ڪهڙي ڪم آڻيندو آهي. چيائين اجهو پٽڪو پڌندو ته خبر پونديوَ. ڏٺم ته پٽڪو دريءَ جي شيشي ۾ نهاري ٿي پڌائين. پٽيوالي چيم سائين اها اٿوَ ديوان جي آرسي. ڪپڙا به پائيندو هو چڪ جا يا اچا،. ديسي ۽ سادا، ويچار وڏا، من جي موج، ڀڳتيءَ جو پندار، پريت ۽ پر اُپڪار اهي هئا سندس سچو سينگار، باقي رهڻي ۽ ويس ۾ ته سادگي ۽ صفائي بس هيس.

ديوان بهادر مرليڌر جو ته ساٿس گروشش جو سنبنڌ ٿي ويو،

جو آخر تائين هلندو آيو. هميشہ پنهنجي آتمڪ اُنتيءَ لاءِ ڏيارام ڪان اُپديش ۽ پربوڌ وٺندو رهيو. دان پڇ جي ڪمن ۾ سندس آڳيا انوسار هلندو رهيو. سندس خطن مان ظاهر آهي تہ ڪيتري نہ ويڪلتا ديوان مرليڌر کي ٿي، جڏهن بندورا مان ساليانن خطن اچڻ تي بہ دير ٿيڻ لڳي. هن ست پرش جي حياتيءَ ۾ اُپديش جو اثر گهڻين حياتين تي ٿيو.

ديوان ڏيارام وڪيلن سان جيتوڻيڪ رلمل ڪندو هو، تہ بہ ڪيترا ڪانئس ڪن هٽندا هئا ۽ سندس ڪورٽ ۾ سنئالي سنئالي حجتون ۽ دليل پيش ڪندا هئا. جيڪڏهن ڪو بيهوديون حجتون اٿاريندو هو تہ هي منڊ ۾ ئي رءُ ڪپري چڏيندو هوس. هڪ لڳا ڪنهن وڪيل کي پوريءَ طرح بحث هلائڻ نہ آيو تہ ترش منهن ڪري چيائينس تہ "بي. اي. ايل ايل. بي. جيڪا پاس ڪئي اٿوَ، تنهن کي لڄايو ٿا. بهتر آهي تہ ويهي رهو." مطلب تہ ڪورٽ ۾ ڪنهنجو واقف ئي ڪونہ هو. باقي ٻاهر نهايت رلٽو ملٽو ۽ خلق جو خير خواهہ هو. شڪارپور جي پنگتي حالت ۾ کي اوٺايون ڏنائين تہ اتي جي ڪن معزز ماڻهن ۾ غيرت جاڳائي اهي لهرائي ڇڏيائين. سنہ ١٨٩٤-١٨٩٥ع ۾ سنڌ جو هاڪارو سرڳواسي وڪيل مسٽر گوپالداس جهمٽمل تازو مئٽريڪيوليشن امتحان پاس ڪري وٽس شڪارپور جي ڪورٽ ۾ اچي ڪاپيئسٽ ٿي رهيو هو. اُن وقت مسٽر گوپالداس جي حالت سقيم هئي، تنهنڪري ديوان ڏيارام مٿس هٿ رکيو. صلاح ڏنائين تہ وڪالت جو امتحان ڏي ۽ امتحان لاءِ جيڪي بہ ڪتاب ڪپندا هئس سي ڪيس پنهنجا ڏنائين. نہ رڳو ڪتابن جي مدد ڪيائينس پر قاعدي جون کي ڳالهيون جي گوپالداس پاڻمرادو سمجهي نہ سگهندو هو سي بہ هيءُ سمجهائيندو هوس. مسٽر گوپالداس وڪالت اجهو ائين پاس ڪئي

شڪارپور ۾ هر آرتوار تي ديوان ڏيارام گيتا ڪلاس هلائيندو هو جتي وڪيل ۽ ڌرم پريمي اچي ڪنا ٿيندا هئا. انهن ۾ اوچ ڀاءُ جاڳائڻ جي ڪوشش ڪندو هو. ڏيارام جو خيال هوندو هو تہ انهن وڪيلن ۾

اهڙو ڀاءُ جاڳي جئن هو غريبن ۽ ودوائن جا انصاف ۽ حق تي ٻڌل ڪيس مٿ ڪٽن. انهيءَ طرح جڳتَ هِتَ لاءِ سندس ڪوشش هلندي رهندي هئي.

باب ستون

# هندستان جو سفر

ديوان ڏيارام پيو دفعو شڪارپور آيو تنهن کان اڳ يعني اپريل ١٨٩٢ع کان اپريل ١٨٩٣ع تائين ٿورلو ورتو هئائين؛ ان موڪل مان ڪجهہ حصو هندستان جي سير ۾ صرف ڪيائين. سندس سير جو احوال سندس انهن ليکن مان ٿو ملي، جي هن انهن ڏينهن ۾ مسٽر ملباريءَ جي سپيڪٽيٽر اخبار ۾ وڌا هئا.

انهن ليکن مان خبر ٿي پوي تہ تاريخ ٨-ڊسمبر ١٨٩٢ع ڌاري ديوان ڏيارام، ملتان ڏسڻ ويو هو. ملتان شهر تي نالو ڪيئن پيو، تنهن بابت ليک لکيو اٿس. پنجاب جي ڪورٽن ۾ پڇا مان فيصلي تي آيو آهي تہ پنجاب ۾ نڪتچيني ڪرڻ جي آزادگي ڪانهي. پيو لکيو اٿس تہ ڪتري ۽ اروڙ نہ فقط هڪ ٻئي مان ڪين پرٽجن پر ڪترين جون جدا جدا نياٽيون بہ هڪ ٻئي مان شادي ڪين ڪن. تنهنڪري ڇوڪرين جو ملڻ مشڪل آهي. ڇوڪرين وٺڻ لاءِ مردن کي گهڻا پيسا ڏيڻا پوندا آهن، تنهنڪري زالن جي عزت بہ گهٽ آهي. ملتان جي هنرن ۽ واپار جي ذڪر ڪندي لکيو اٿس تہ تنهن وقت ملتان ۾ اڌ ڊزن کپهہ جا ڪارخانا هئا. نير جي واپار لاءِ ملتان مشهور هو. اُنَ جو واپار بہ چڱو هو. هندن مسلمانن جي وچ ۾ سلوڪ جي ساک ڪئي اٿس. جيتوڻيڪ بہ ورهيہ هن کان اڳ ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ ڏاڍو تڪرار ٿيو هو. هن مان ڏسڻ ۾ ايندو تہ ڏيارام سير ڪهڙي غور سان ڪندو هو ۽ ڪيتري خبر چار هر هڪ شهر ۾ لهندو هو.

اُتان ١١-ڊسمبر ١٨٩٢ع تي لاهور ۾ پهتو. ڪترين جي ننڍين ننڍين نياٽين بابت خبر پيس تہ اڍائي گهر، چار گهر، ٻارنهن گهر ۽

پاونجاهہ گهرن واريون شاخون آهن. انهن مان ادائي گهر پاڻ کي سڀ کان سرس ثا سمجهن. اهي ڇئن گهرن وارن مان ڏيون وٺن، پر ڏين ڪينڪي ۽ اهڙيءَ طرح ڀيا. هڪڙو بيساکيرام انهن رسمن جو ستايل ڪتري تہ پاڻ نائن ۽ حجامن جو ويس ڪري پرچار ڪرڻ لڳو تہ اوهين اڳتي ڇوڪريون پل پنهنجي نيات ۾ ڏيو نہ تہ تڪليف ٿي ٿئي.

لاهور ۾ ڏيارام ڪيترن چڱن ماڻهن سان مليو. هڪ مسٽر لعل چند سان، جو ديانند ڪاليج جو پريزيڊنٽ هو، ٻيو مهاتما هنسراج سان، جو بنا پگهار پرنسيپال هو ۽ ٽيون سندس ڀاءُ ملڪراج سان، جو برهمچريہ پرچارڪ سڀا جو هلائيندڙ هو ۽ جنهن جي ڪوشش اها هئي تہ ننڍپڻ جون شاديون بند ٿين. ديوان ڏيارام، ديانند ڪاليج جو بيان لکيو آهي. پنجاب جي تعليم جو سرشتو ۽ هندي ۽ سنسڪرت ڪتاب جي پاڙهيا ويندا هئا تن جو ذڪر ڪيو اٿس. هندي ۽ سنسڪرت ڪان سواءِ پنجاب جي ڪاليج جا شاگرد بمبئيءَ جي شاگردن کان هن کي گهڻ هوشيار ڏسڻ ۾ آيا.

آريہ سماج جي هلچل هرهنڌ سناتن ڌرم سڀائون بہ جاڳايون هيون. لاهور ۾ بہ سناتن ڌرم سڀا، سناتن ڌرم منڊل جي پاران هئي. پنجاب سناتن ڌرم منڊل جي مٿان پنڊت گوپي ناٿ هو. آريہ سماجين جهڙو اتساهہ ۽ قربانيءَ جو انگ سناتن ڌرم وارن ۾ ڪين هو. آريا سماجن کي تن ڏينهن ۾ هڪڙو آنا فنڊ هو. هر هڪ آريہ گهر ۾ هو ٿانءُ رکي ايندا هئا، جنهن ۾ اَتي لپ هر روز گهر وارا وجهندا هئا. اهو اَتو وڪڻي هو ديانند ڪاليج کي پيسا ڏيندا هئا.

لاهور ۾ ديوان ڏيارام، سنگهہ سڀا بہ ڏٺي ۽ لکيو اٿس تہ سندن ويچار هو تہ خالصا ڪاليج ڪيجي جو هن آخر ڪيو. سکن ۾ ننڍيءَ عمر جي شادي ڳوٺن ۾ ڪانہ هئي پر شهرن ۾ هئي ۽ گهڻ ڏيتي ليتيءَ جي سڻي رسم بہ شهرن ۾ ڪمزور ٿيندي ٿي وئي.

لاهور بابت لکندي ڪايسٿ سڀا جو ذڪر ديوان ڏيارام ڪيو

آهي ۽ لکيو اٿس تہ ڪيئن ڪالي پرشاد هڪ لک رپيا ڏيئي ڪايست ڪاليج الهہ آباد ۾ کڏايو ۽ پاڻس ساري عمر ڏيتي ليتي گھٽائڻ جو پرچار ۽ نندپڻ جي شادين بند ڪرائڻ جي ڪوشش ۾ گذاري. ڪايست گھٽو ڪري ڪنواريتن کي پيسا ڏيئي پانهون وٺندا هئا. انگلنڊ وڃڻ ڪري ڪونيات مان لاٿو ڪونہ ويندو هو ۽ پرچار جي ڪري شادين وقت شراب پيئڻ ۽ ناچ ڪرائڻ جو دستور لهي ويو هو.

ديو سماج بابت ذڪر ڪيو اٿس، شري اگنيهوتري، ديو سماج جي بانيڪار کي هو ڪونہ ڏسي سگھيو، پر ديو سماج جي ڪن پرچارڪن سان مليو. ديو سماج جو متو آهي ڌرم کي دليلن ۽ سمجهہ تي بيهارڻ. هو چون ٿا تہ دماغ، دل ۽ اڇا، تنهي کي وڌائڻ کپي. انهيءَ وقت پنڊت گرڌرراءِ بشواسي، جو اصل پنڊت اگنيهوتري جو چيلو هو، تنهن هڪڙو الزامي ڳتڪو سندس برخلاف لکيو هو. ڊاڪٽر پريمي ديوي، لالا بيني پرشاد جي ڌيءُ نندي هوندي کان ديو سماج جي اثر ۾ آئي ۽ پرچارڪ ٿي آهي ۽ پيءُ وٽ نہ پر گروءَ وٽ رهندي آهي. شايد سڄي عمر سنياسڻي ٿي گذاري. پر انهيءَ ڳالهہ چوپڇو ڪري ڇڏي آهي ۽ ماٺهو ڇوڪرين کي پڙهائڻ کان ٿهن ٿا.

ديوان ڏيارام، برهمو مندر ۾ بہ ويو ۽ سردار ديال سنگھہ کي ڏنائين: پنگتي سڌار سڀا جي هڪ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ ۾ بہ حاضر ٿيو.

تي ڏينهن لاهور رهي ڏيارام، راولپنڊي روانو ٿيو. اُتي ڪڪراٺي کترين جي جاري ڪيل سڌارڪ سڀا ڏنائين. لکي ٿو تہ هن سڀا بہ ورهيہ کن چڱو ڪم ڪيو. ڏوئا ۽ اگھاڙو سنان ڪرڻ ۽ ڇاتي کٽي سياپو ڪرڻ اهڙيون رسمون بند ڪيائون. هڪڙي مشن سڪول مان ڇوڪريون اُٿاريائون پر پنهنجو ڪو بيو سڪول قائم نہ ڪيائون. اُتي سردار سجانسنگھہ ٺيڪيدار جو بہ گھر ڏنائين، جنهن پنهنجي پٽ جي شاديءَ جي يادگيريءَ ۾ پٽ جي نالي تي هردت هال جوڙايو هو.

منجهس هر قسم جون عجيب غريب شيون آهن. اهڙو محلات ڪن راجائن کي بہ ڪونہ هوندو. لکي ٿو تہ راولپنڊيءَ تي نالو هن ڪري پيو جو راول ذات جي ڪن فقيرن هتي پنڊي يعني ننڍڙو ڳوٺ وسايو هو. راولپنڊي ۾ ڪنو وٽيءَ جي رسم ڏنائين، جنهنڪري ٻڍن جون ننڍين سان شاديون ٿي ٿيون.

ديوان ڏيارام، پشاور ويو تہ ڏنائين تہ اتي ڌرم سڀا ۽ آريہ سماج جا معاملا ۽ مقدما پيا هليا. ديوان ڏيارام جي دل کي درد ٿيو تہ ڪو اهڙو نتو جاڳي جو هنن ڌرمي سنستائن جو پرچاءُ ڪري ڇڏي. تڪرار سچو لڳو هو نيوڳہ جي ڳالهہ تان. ڌرم سڀائن لکيو تہ نيوڳہ جو اصول ويچار پکيڙيندو. ڪورٽن بہ فيصلو ڪيو تہ ان جي دارشنڪ (فيلسوفي) معنيٰ ڪٽي ڇا بہ هجي پر ساڌارڻ معنيٰ تہ ماٺهو ائين سمجهندا. پر ڏيارام افسوس ظاهر ڪيو تہ نيوڳہ فقط وقتي ودوا وواه آهي. سنتان اُتپتيءَ لاءِ ۽ اُهو بہ تمام ڪليل طرح وواهہ سنسڪار ڪري پوءِ ڪرڻ گهرجي. سوامي ديانند جو نيوڳہ جو متو سندس سموري سکيا سان شامل ڪري سمجهڻ گهرجي. هو برهمچريہ جو زبردست پرچارڪ هو ۽ ڇوڪرين کي ١٦ ورهين کان ۽ ڇوڪرن کي ٢٥ ورهين کان اڳ شادي ڪرڻ کان روڪيائين ٿي. جيڪڏهن ڪا زال برهمچريہ نہ پالي سگهي تہ ظاهرا ظهور سنتان اُتپتيءَ لاءِ وقتي شادي ڪري ٿي سگهجي. ويچار جي تہ هو بلڪل برخلاف هو ۽ هي اُپاءَ ويچار گهٽائڻ لاءِ هن ڌرمي ڪتابن مان ڳولي ڪڍيا، نہ ويچار وڌائڻ لاءِ. جيئن مسلمان مئجسٽريٽ فيصلو ڪيو هو.

ڏيارام لکيو آهي تہ پشاور ۾ زالن جو مڙسن تي ڏاڍو تاب آهي، تنهنڪري ڏوئن ۽ سياپي جي رسم دور ڪانہ ٿي آهي. پيو پشاور ۾ هندو بہ جهرڪيون ۽ ڪانءَ ڪائيندا آهن، ڪوهياري ڪانءُ عام ڪاڄ آهي. ديوان لکي ٿو تہ ڪابل ۽ ڪشمير ۾ هندو مسلمانن کان عام طرح ٻاٽي ٻرائيندا آهن. پر وڏيڪ عجب جي ڳالهہ اها تہ ٻڌن جهڙا

آهنسائي بہ لدخ ۾ مئل جانورن جو گوشت کائين، چون تہ خدا جو ماريل جانور انسان جي ماريل جانور کان بهتر آهي. مطلب تہ ساڳئي ڌرم ۾ جدا جدا جاين تي رواج ڪيترا نہ جدا جدا آهن. ڏيارام، پشاور کان پوءِ جمرود جو قلعو ڏٺو ۽ اُتان بگهياري ڪُلا. بگهڙ جو وات بہ ڏٺائين، جتان خيبر جي دڙي جو لنگهہ آهي. لکي ٿو تہ غريب آفريدين ۾ ننڍپڻ جي شادي ڪانهي، پر شاهوڪارن ۾ شروع ٿيڻ لڳي آهي. شاهوڪار چاهين ٿا تہ ٻارن کي ننڍي هوندي شادي ڪرائي ڇڏيون تہ چڱو.

پشاور کان ديوان ويو جمون ۽ ڪشمير جي رياست ڏانهن، سانجهيءَ جو تاوي نديءَ نان هماليہ جي برف سان ڇانيل چوٽين ۽ ساوڪ سان ڍڪيل لاهن جو نظارو ڪيس تمام وڻيو. هتي بہ ذاتين ۽ پنگتي حالتن جي جاچ ڪيائين. خبر پيس تہ لدخ ۾ جيڪي ٻڌ آهن، تن ۾ جيتوٽيڪ ڪا زالن جي ڪمتي ڪانهي تہ بہ غريبيءَ ڪري ۽ جدا رهڻ ڪري گهڻن مڙسن ڪرڻ جي رسم‌چالو آهي. فقط وڏو ڀاءُ پرڻجي ۽ جي بہ ٽي ڀائر هجن تہ اُهي سڀ ڀتار ۽ ٻار سيني کي پيءُ ڪُٺين. ڇڙو چون وڏو پيءُ، ننڍو پيءُ، اَلبت وڏي ڀاءُ جو عهدو گهر ۾ وڏو. پر هن رسم ڪري ڪو وير وروڌ ڪونہ اٿن ۽ آرام ۾ پيا رهن. ڪشمير جا هندو توڙي مسلمان ڪڙمي اصل گجر، جاٽ ۽ راجپوت ذاتِ جا آهن.

ڪشمير جا اصلوڪا رهاڪو هندو هئا. هنن ٽڪرن ۾ جيڪي برهمڻ رهندا هئا سي ڊوگرا ڪري ڪوٺبا هئا. هاڻوڪا مهراج بہ ڊوگرا کتري آهن ۽ معلوم ٿئي ٿو تہ اهي ڊوگرا اصل آريہ هئا. جڏهن ٻڌ ڌرم جي راجا رتنجا ڪشمير جي هندو راجائن ادين ۽ ديو کان تخت کسيو ۽ سندس راڻي ڪتراٽي سان شادي ڪئي، تڏهن هن چيو تہ هندو ٿيان، پر هندو پنڊتن هن کي قبول نہ ڪيو. اُن وقت هڪڙو مسلمان پير بلال شاهہ اَتي آيو. تنهن جو اثر رتنجا تي ٿي ويو ۽ ان هن کي اِسلامي مذهب سيکاريو ۽ سندس نالو ريچا شاهہ ڪري رکيو. پوءِ

تہ زوريءَ مسلماني مذهب پڪڙڻ لڳو. هڪ صديءَ اندر ٻوگرن پانيٽن جو ايترو ڪوس ٿيو جو فقط يارهن ڪٽنب وڃي بچيا. پوءِ تہ وري سلطان پنڊتن تي مهربان ٿيا ۽ جيڪي پنڊت سرڪاري ڪم ڪار ڪندا هئا سي ٿيا ڪارڪن ۽ ٻين ڪوٺيو پاڻ کي ٻچا ڀٽ. اهي ڪريا ڪرم وغيره ڪرائيندا هئا. پر ٻنهي قسمن جا برهمڻ مسلمانن کان پاڻي پرائي پين ۽ ڇوت ڪانہ سمجهن.

ڄمونءَ ۾ ڏيارام، رگهوناٿ جو مندر ڏٺو جتي سري رام، سيتا ۽ لڇمڻ جون سنگمر مر جون ڇهہ فوٽ اوچيون مورتيون آهن. اهڙن مندرن جا چار جهڳٽا آهن، هڪ هڪ جهڳٽي ۾ ٽي ٽي مندر آهن. اُتي اُنهيءَ ويد جو ۽ ٻين ويدن جو پاٺ ٿيندو آهي. مندر سان ساڻ ڌرم شالائو آهن. انهن کان سواءِ ڏيارام لکيو آهي تہ راڻين کي وري پنهنجا مندر ۽ ڌرم شالائون آهن. مطلب تہ مهاراجا کي ملڪ سٺو. پر سندس ڌن مندر کايو وڃن. تعليم جو بندوبست ڪري تہ ماڻهو هوند ڏاڍو سڌري پون

ڄمونءَ مان ديوان ڏيارام ١٩ ڊسمبر امرتسر ويو. اتي مسٽر شانتا رام چيلارام شڪارپوريءَ جي سنسڪرت پستڪاليہ ڏنائين، جنهن ۾ سنسڪرت، هندي گرمکي پستڪ ٢٥٠٠٠ رپين جا هئا. لائبرري ۾ پنڊت ڪيشوانند ۽ راڻا پرڪاش جون تصويرون ٽنگيلون هيون، اُنهن پستڪاليہ ناهيو هو. مسٽر شانتا رام کي هڪڙو ساڌن لاءِ باغ هو. اُتي هي ٻئي رهيا پيا هئا. هنن سان ديوان ڏيارام گيان مارگہ ۽ برهمچريہ ۽ گائتري منتر تي چڱو بحث ٿيو. هنن قبول ڪيو تہ برهمچريہ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ٻنهي لاءِ ضروري آهي. ڇوڪرين کي تعليم ڏيڻ گهرجي، پر اهڙي جو سندن سياويڪ حياتيءَ ۾ خرابي نہ ٿئي. اُتي راءِ بوتامل جج سان بہ مليو. هن صاحب پنگتي سڌاري ڏانهن رخ ڏيکاريو ۽ چيائين تہ هڪڙي چڱي ڇوڪرين جي سڪول جي ضرورت آهي، ڇاڪاڻ تہ وڏ گهراڻيون ڇوڪريون عام ڇوڪرين سان

پڙهڻ نٿيون گهرن. سونهري دربار ۾ ڏنائين ۽ لکي ٿو ته خوب ڪٿائون ٿي ٿيون. اتڪل سورهن هنڌن تي ڪٿي گور واٽيءَ مان، ڪٿي گيتا مان، ڪٿي يوگ وسشت مان، ڪٿي مهاڀارت ۽ رامائڻ مان. فقيرن هن ٻيري ايترو ڪونه ستايس، جهڙو اڳئين ٻيري.

ديوان ڏيارام، اَمرتسر ۾ هندو سڀا زور ڏني. انهن ڪي ٢٥٠٠٠ رپين جا خريد ڪيل دڪان هئا. هن جو مطلب هو ته اُنهن جي مسواڙ مان ڇوڪرين جو سڪول هلائين. هن ڪجهه قدر ڏوئن ۽ سياپي جي رسم بند ڪئي هئي. پر اتي ٻيون به رسمون هيون ڪرلي ۽ ڏنڍي جون. ڪُرلي معنيٰ آهي آهُرُ. مطلب آهي ته ڪنواريتا خوب منايـن جو ڍڳ گهوٽيتن لاءِ رکندا آهن ۽ گهوٽيتا ان مان تمام ٿورو کائيندا آهن. باقي وڃي حجامن ڏانهن. پوءِ ويندي وقت وري منائي ڏنڍي جي روپ ۾ نهيل اڳيان رکندا آهن. يعني جڻن ڏنڍن سان ڍڳن کي هڪلبو آهي تيئن گهوٽيتن کي هڪالبو آهي. انهيءَ تي ٤٠٠-٥٠٠ رپيا خرچ اچي ويندو آهي اها رسم بند ڪرڻ جوڳي آهي. اَمرتسر ۾ اجا نـنڍپڻ جون شاديون هيون. اَمرتسر ۾ سنگهه سڀا ۽ آريه سماج گڏجي خوب ڪوشش تي ڪئي ته اَبوجهن کي ڪرستان ٿيڻ کان بچائين. ڇاڪاڻ ته سوني دربار جي پرسان ڪرستانن جي ڏاڍي ڪوشش هلندڙ هئي ته ماڻهن کي ڪرستان ڪجي.

اَمر تسر ۾ ڏيارام، سنت ڪٿرائين اسپتال ۾ اَنڌن جو سڪول ڏٺو. انگريزي ڪرستان استرين جيڪا استري جاتيءَ جي شيوا ٿي ڪئي ۽ داين کي ٿي سيکاريو ۽ انڌن کي ٿي تعليم ڏني تنهن جي ساراهه ڪئي اٿس. اَمر تسر ۾ ست سنگهه سڀا به هئي، جيڪي واري وٽيءَ گڏجي هڪ ٻئي جي گهرن ۾ گڏجي گوروائي پڙهندا هئا ۽ ڀائي سردول سنگهه ڪيرتن ڪندو هو ۽ ڊاڪٽر سندر سنگهه ويا ڪياڻ ڏيندو هو. ڊاڪٽر سندر سنگهه اُنهن ڏينهن ۾ ننڍپڻ جي شاديءَ جي برخلاف زبردست وياڪياڻ ڏنو.

امر تسر کانپوءِ ديوان ڏيارام جلندر ويو. پيرين پنڌ شهر گهمي ڏٺائين. لکي ٿو تہ منجهس ڪا عجب جي ڳالهہ ڪانہ ڏسڻ ۾ آئي، سواءِ هن جي تہ وڪيلن ۽ ويشوائن جا گهر هڪ ٻئي جي ويجهو هئا. هتي تن ڏينهن ۾ آريہ سماج جو خيال هو تہ ڪنيا ودياليہ ناهجي. لالا منشيرام خوب سماج کي زور وٺائي رهيو هو. لالا هرپچراءِ، سناتن ڌرم سڀا جو پرڌان پنگتي سڌاري جي فائدي ۾ هو، پر برادرين ۾ ڏاڍو پروسو هوس، جيتوڻيڪ صاف آهي تہ انگريزي پڙهيل ڪنو ٿي ڪم ڪرڻ ڪين سکيا آهن. جلندر ۾ شنڪر ناٿ نالي هڪ شخص ڏٺائين جو برهمچريہ پرچارٽي سڀا جو اُپ ديشڪ هو. انهيءَ جو اعتقاد اقرارن صحيح ڪرائڻ تي ڏاڍو هو. ڏيارام هڪ جين ستي پرچارڪا بہ ڏٺي، جنهن سان جين ڌرم بابت گفتگو ڪيائين. هن ٻڌايس تہ جين ڌرم ۾ بہ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي ننڍپڻ جي شاديءَ جي منع آهي. پر ننڍي هوندي جون شاديون تہ انهن ۾ بہ ٿيون ٿي. امرتسر جي شهر ۾ پنڊت شو نارائڻ جي گهر ۾ هڪ ڪاميٽي ويٺي تہ پنگتي سڌاري لاءِ ڪوشش ڪجي.

جلندر کان ڏيارام، آگري آيو. اتي تاج محل، قلع ۽ سڪندرو ڏٺائين. اَبجد موجب ممتاز محل جي قبر مان معلوم ڪيائين تہ هوءَ ۱۰۴۰ هجريءَ ۾ ۽ شاهہ جهان ۱۰۷٦ هجريءَ ۾ وفات ڪري ويا ۽ تاج محل ۱۰۹۷ هجري ۾ نهي راس ٿيو. تاج محل جي پرسان ڏيارام، ستوئرٽ صاحب جي نالي تي هلايل چم جو ڪارخانو ڏٺو. لکي ٿو تہ هيءُ ڪارخانو ڪيس تاج محل کان بہ وڌيڪ وڻيو. هي ڪارخانو ٻن برهمڻ پائرن پنڊت موهن ڪشن ۽ سندس ڀاءُ ذات پات جو خيال نہ ڪري ستوئرٽ صاحب کان ڪم سکي ڪڍيو آهي ۽ سوَن کي پيو پالي. اهو بہ لکيو اٿس تہ ڪئن آگرا ڪاليج جيڪو دهلي ڪاليج ۽ بريلي ڪاليج وانگر سرڪار بند ڪرڻ ٿي چاهيو سو بابو انباش چندر بئنرجيءَ جي ڪوشش ڪري بند ٿيڻ کان بچايو ويو. ماڻهن پاڻ ۾

هڪ لک رپيا چندو ڪيو ۽ ۸۰۰۰ رپيا ساليانو ميونسپالٽيءَ ڏيٹو ڪيو ۽ ۲۵۰۰۰ رپيا شاستريءَ جي وصيعت موجب مليا ٿي. تنهن ڪري ڪاليج قائم رهيو. پارگو نيات وارن، برهمڻن جا لاڳا اڌ ڪري باقي اڌ بچائي هڪڙو ڳوٺ خريد ڪيو، جنهن مان سندن نيات جو بورڊ نگ هائوس ٿو هلي. اگنوتن به پنهنجو بورڊنگ هائوس ناهيو آهي ۽ راجپوت به ناهڻ وارا آهن. آگري ۾ ڪتري سيا اُنهن ڏينهن ۾ ڪتري هتڪاري اخبار هلائيندي هئي. انهن ڏوئا بند ڪيا آهن.

هڪڙو آئرليند جو رهاڪو جيڪو جو پوليس جو سپرنٽينڊنٽ هو، تنهن چيو ڏوئن ۾ عام ڪليون گاريون آهن. هن پيون به ڪي بدرسمون، جئن ننديڻ جون شاديون وغيره ديوان کي ٻڌايون. انهن ڏينهن ۾ سيرين ڪتري ڪانفرنس ۽ اگر وال ڪانفرنس پنگتي سڌاري تي ٿي رهيون هيون. آگري ۾ ڏيارام، راءِ سالگرام سان مليو جو پوسٽ ماسٽر جنرل هو ۽ جنهن پنهنجي گروءَ راڌا سواميءَ جي نالي پنٿ هلايو آهي. سندس رهڻيءَ جي تعريف ڪئي اٿس ته ڪيئن هو ايشور جي ڳولا ۾ اوم جو جاپ ڪرڻ لڳو ۽ ڪيئن سندس گروءَ هن کي رستو سيکاريو، جنهن موجب هو ايشور پراپتيءَ جو مارگ پين کي پيو سيکاري.

الهه آباد ۾ ڏيارام ۳۱-ڊسمبر جي پنگتي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو. اتي هن ايلن پاش جي تقرير ناني تعليم جي ضرورت تي ٻڌي. هوءَ آمريڪا جي زالن جي سوسائٽيءَ پاران آئي هئي. هن ٿي چيو ته ويهه ورهيه اڳي ولائت ۾ به زناني تعليم پٺتي هئي. پوءِ اُتي سڌارڪن هڪڙي گڏيل پونجيءَ جي ڪمپني ناهي ڇوڪرين لاءِ هاءِ سڪول کوليا. پهريائين انهيءَ ڪمپنيءَ جا فقط پنج حصا پنجن پنجن پائونڊن جا مس وڪاڻا. هاڻي ته اها ڏيڍ لک پائونڊن جي ڪمپني آهي ۽ ۳۳ سڪول کوليا اٿس. مس پاش ڪانپوءِ مسز هر ديوي روشن لعل به ڳالهايو. ديوان ڏيارام اُتي ترويڻيءَ جو درشن ڪيو ۽ پرياڳ تي نالو ڪيئن

پيو. اها پڇا ڪيائين. تروينيءَ جي ٽي پاسي هڪ ٽڪري آهي جنهن ۾ غفائون آهن ۽ انهن ۾ ۽ اُنهن جي پرسان جهوپڙيءَ ۾ ڪيترا مهاتمائون ساڌو سنت رهندا آهن اهي وچي ڏٺائين. هن هندو سماج جو به ذڪر ڪيو آهي جا پنگتي سڌاري لاءِ ڪجهه وقت چست هئي پر ٿڌي ٿي ويئي هئي. انهيءَ سماج جو خيال هو شادين جا خرچ گهٽائڻ، ننڍي هوندي جون شاديون بند ڪرڻ ۽ استري سکيا ڏيڻ. ڏيارام جي خيال ۾ اهي ٽي سڌارا ٿي ڦريا.

الهه آباد مان ڏيارام، بنارس ويو. ورن ۽ آسا اهي ٻئي نديون گنگا ماتا سان وڃي ٿيون گڏجن ۽ اُنهن ٽن ندين جي وچ ۾ بنارس جو پوتر آستان ڏسي گد گد ٿئي ته ٻئي طرف پنڊتن ۽ برهمڻ جو لوڀ ڏسي رنج به رهي. لکيو اٿس ته بنارس جي هندو پنڊتن ڪان ته ڪن اولهه جي دارشنڪن هندو ڌرم کي وڌيڪ سمجهيو آهي. گنگا جيءَ جي ۴۰ گهاٽن جا نالا لکندي چاٽايو اٿس ته به گهاٽ آهن سيتلا ماتا جا ۽ به مساڻن جا. مطلب ته ماڻهن کي بيماري، پيدائش ۽ موت تيرٿن تي به خوب ستائي رهيا آهن. هتي ديوان ڏيارام جو مهنت ڪيشو داس سان ملڻ ٿيو. مهنت ڪيشو داس نشي جي برخلاف ايترو ته زبردست پرچار ڪيو جو سرڪار جي شراب مان ۳۷۰۰۰ رپيا ڍل گهٽجي ويئي. ڏيارام لکي ٿو ته ملڻ وقت وٽس ۳۰ ڪتاب هئا. تلسي رامائڻ، انجيل ۽ قرآن. ڏيارام کيس برهمچريه جي پرچار لاءِ چيو. هن اها ڳالهه قبول ڪئي.

پنڊتن ۾ وڏا پنڊت انهيءَ وقت هئا ڀاسڪر آنند ۽ وشدانند. اُنهن مان پنڊت ڀاسڪر آنند پرمهنس کي ڏيارام گڏيو. سندس باغ ۾ هڪڙي راجا سندس بوتو رکيو آهي جنهن تي پوڄاري روز گلن جي ورڪا ڪندا آهن ۽ هار چاڙهيندا آهن. سندس علميت ۽ سادگيءَ جي ديوان ساراهه ڪئي آهي.

ڏيارام بنارس ۾ جئه نارائڻ ڪاليج بابت ٻڌو ته هڪڙي هندوءَ،

ڪرستان پادريءَ ڪي هن ڪاليج ڪولڻ لاءِ پيسا ڏنا آهن. هيءَ ڪرستاني سنستا آهي، پر نالو انهيءَ هندوءَ جو اٿس. بنارس ڪاليج جو ۽ منجهس جيڪو مهاراجا اَشوڪ جو ٿنڀو آهي تنهنجو بيان ڪيو اٿس! پڻ ڪاليج جي پرنسيپال گرفٿ صاحب جو، جنهن رامائڻ انگريزي بيتن ۾ لکيو آهي. ڪاليج ۾ انگريزي ۽ سنسڪرت ٻئي چڱيءَ طرح سيکاريا ويندا آهن.

ديوان ڏيارام، بنارس ۾ پروفيسر ڊائسن، جرمنيءَ جي مشهور ويدانتيءَ سان مليو ۽ هن سان ويدانت بابت گفتگو ڪيائين. ڊائسن صاحب، شنڪر آچاريہ جي ادويت مت جو آهي؛ جنهن موجب هر هڪ ۾ پرماتما آهي ۽ ان ڪي سهي سمجهڻ لاءِ گهرجي انيؤ، انتر ڌيان، نشڪامتا، چڱا ڪم، قرب ۽ قرباني.

بنارس مان ڏيارام بانڪيپور ويو، جا بهار جي راڄ ڌاني چئي ٿي سگهجي. بانڪيپور مان پاٽنا ڏي ٽرام وڃي ٿي، جنهنڪري ٻئي شهر جڻ گڏيا پيا آهن. بانڪيپور ۾ ڏسڻ وٽان آهي گول گهر ۽ وڏو گنبذ، جو گارسٽين صاحب ١٨ صدي ۾ اَن رکڻ لاءِ ٺاهيو هو. انهيءَ گنبذ جو عجب اهو آهي جو جيڪي بہ چئو تنہ نجو ٻڙاءُ اهڙو صاف ٻڌڻ ۾ ايندو جو سمجهندؤ تہ ڪو ڀوت ٿو ڳالهائي. ١٣٨ ڏاڪا چڙهي انهيءَ گنبذ جي مٿان پهچندؤ نہ بانڪيپور ۽ پاٽنا جو نظارو خوب ڏسندؤ. هتي بہ شون ۽ گنداڪي نديون اچي ٿيون گنگا نديءَ سان گڏجن. بهار جي هن ترويڻيءَ تي بہ هريهر جو ميلو لڳندو آهي.

بانڪيپور بعد ڏيارام جو وڃڻ گيا ۾ ٿيو. اُتي جي گياني ۽ ڌامي پنڊن جي دردشا ڏيکاري اٿس. ٻين مان پرٽجن ڪين، تنهنڪري وڃن گهٽيا ۽ دان ملين گهٽو ۽ علم لهين ڪونہ. سو ڀنگ پي پيا جنم گنوائين. ڏيارام جي دل ۾ دک ٿيو تہ ڇونہ ڪو اچي هنن کي سڌاري. ڇونہ راجائون هنن کي دان ڏيڻ بدران هتي سنسڪرت ڪاليج کولين جو هنن کي سڌاري ڇڏي. پوءِ گيا تي نالو ڪيئن پيو، تنهن جي ساري ڳالهہ گيا

پراڻ ۾ مان ڪڊي ٻڌائي اٿس ۽ لکيو اٿس تہ ڪيئن راجيندر لعل متر موجب سچ پچ گيا تيرٿ تڏهن ٿيو جڏهن هنن ٻڌ ڌرم وارن کي اُتان هڪالي ڪڍيو. اُتي ٻوڌي وڻ آهي ۽ وشنوپاد سچ پچ ٻڌ جو پاد آهي. خير، ڪجهہ بہ هجي اُتي جو قدرتي نظارو تمام سهڻو آهي. قدرتي طرح گيا ۾ ڏيارام کي شراڌن جي سچي ارٿ تي خيال آيو ۽ لکيو اٿس تہ شراڌ معنيٰ جيڪي شرڌا سان ڏجي ۽ اهو ايترو تہ ضروري آهي جو ڪيشب چندرسين بہ هڪ نموني جا شراڌ مقرر ڪيا آهن. گيا جهڙين جاين تي انهيءَ شرڌا ڪري ماٿهو ٿا وڃن تہ وڏن جو ڪجهہ موڪش دوار ڪريون. گيا ۾ جيڪي سنستائون هيون، سي بہ لکيون اٿس. ڌرم سڀا جنهن کي سڪول هو، برهم سماج ۽ سندن ڇوڪرين جو سڪول، انجمن اسلام ۽ ڪلب وغيره.

گيا کان اٽڪل ست اٺ ميل پري آهي ٻڌ گيا. جتي مها ٻوڌي جو وڏو مندر آهي ۽ جتي ٻڌ ڀڳوان جي سوني وينل مورتي آهي. مورتي مان يوگ، آنند ۽ ايڪاگرتا ٿا بکن. پر کهڙي نہ عجب جي ڳالهہ آهي تہ جتي ٻڌ ڀڳوان جهڙي پوتر آتما ڌرم جا ڏهہ لڪشڻ ماٿهن کي ٻڌايا، جيئن تہ:

١. دان يعني سڀني پيارن وستن کي ڏيئي ڇڏڻ
٢. شيل يعني من، وچن ۽ ڪرم ۾ پوتر رهڻ
٣. نشڪرميہ، دنيا جي ڀلي لاءِ خودي ۽ خود غرضي ڇڏڻ
۴. پراگنا، آتمڪ گيان جي پراپتي
۵. ويريہ، انسانن جي شيوا لاءِ شڪتي ۽ پرشار
٦. شانتي يعني مشڪل کان مشڪل موقعن تي کميا ۽ صبر
٧. ستيہ، هر وقت سچ چوڻ
٨. اڌيشانہ، اڇا شڪتي کي وڌائڻ
٩. مٿري، سڀني پرانين لاءِ پريتي ديا
١٠. اپيڪشا يعني نندا اُستت کان بي پرواهہ رهڻ. اتي گيالين ۽

ڏامين جهڙا ڪڪرمي پنڌا انهن سڀني ڳالهين جي اُبتڙ چريتر هلي رهيا آهن! عجب اسرار!

پڻ گيا مان ڏيارام وري بانڪيپور موٽي آيو پاٽنا ڏسڻ لاءِ. خبر پيس تہ پاٽنا ۾ گرو گوبند سنگهہ جو جنم ٿيو هو ۽ اتي هرجي مندر ۾ اجا تائين گرُ صاحب جو پاٺ ٿيندو آهي. اها بہ خبر پيس تہ بهار ۾ سکن جا ۳۰۰ گرد وارا آهن. وري پاٽنا کان بانڪيپور موٽي آيو ۽ اتان راجگري ٽڪرين تي ويو، جتي جيتوٽيڪ ملڪيت سموري مسلمانن جي آهي، تہ بہ مسلمانن جي ملڪيت هوندي بہ، هڪ سکن جي دربار آهي. سکن کي اتي دربار ٺاهڻ جي اجازت ڪيئن ملي تنهن جو سبب لکيو اٿس تہ هڪڙي سک گوبند پرشاد نالي مرڻ مهل چيو هو تہ منهنجي سماڌي انهيءَ هنڌ ٺاهجو. جڏهن هن کي اتي جلائڻ آيا تڏهن مسلمان زميندار ۽ سندس ماڻهن منع ڪئي. تنهن تي لاش ڪجهہ وقت اُتي ڪڙو ٿيو ۽ پنهنجي خواهش ظاهر ڪيائين. هيءُ معجزو ڏسي سندس سماڌيءَ لاءِ ۽ آسپاس زمين زميندار ڏني. اُتي چوڏاري جيڪي ٽڪريون آهن سي ديوان ڏٺيون ۽ گرم جهرٽا بہ ڏٺائين.

راجگريءَ مان ٿي وري بختيارپور اسٽيشن تي اچي، اتان هو بڏَديہ ناٿ جو شوالو ڏسڻ ويو. لکيو اٿس تہ قدرتي نظارن ڪري تيرٿ چونڊيا ويا آهن ۽ هتي بيشڪ قدرتي نظارا تمام سٺا آهن. چوڏاري ٽڪريون، ساوڪ ۽ پاڻيءَ جون نهرون لڳيون پيون آهن. ڪٿا آهي تہ راوڻ جڏهن شوَ جو لنگ ڪئلاس کان کڻي لنڪا ٿي ويو تڏهن هتي اچي جلندر ٿيس. ساڻس شرط هو تہ ڪٿي بہ لنگ هيٺ رکيئين تہ اُتي مندر ٿيندو، سو هتي لاٿائين تہ مندر ٿيو. اها حرڪت هڪڙي برهمڻ رشيءَ جي هئي جنهن اها پيڙا راوڻ جي بدن ۾ پيدا ڪئي؛ ۽ پوءِ پڍي وئديہ جي روپ ۾ هن کي درشن ڏنائين.

بئديہ ناٿ مان ٿيندي ڏيارام ۱۹ جنوريءَ تي اچي ڪلڪتي پهتو. هي ٽيون دفعو ڪلڪتي جو درشن ڪيو هئائين، سو فقط جايون ڏسڻ

بدران ماڻهن جو حال احوال جاچيائين. بابو بنڪم چندر چٽرجيءَ سان ملیو. هن ٻڌايس تہ بنگال جي براهمڻن جون ٽي شاخون آهن، وار ندرا، ايريا ۽ ويديڪا. وارندرا شايد برائدرا جو بگڙيل لفظ آهي ۽ ايريا شايد راشٽريا جو. مشهور ڪلين برهمڻ ايريا شاخ جي لک آهن ۽ سندن بہ ٣٦ ڀاڱا آهن. ڪلين برهمڻن ۾ ننڍي هوندي جون شاديون عام آهن ۽ هڪ هڪ تمام گهٽيون زالون پرڻبو آهي. هڪڙي ڪلين خبر ڏني تہ هڪڙي ڪلين کي ١٠٥ زالون هيون. ٻيو ٻڌايائين تہ هڪڙي ڪلين برهمڻ جي ماءُ پٽ کي ڏوراپو ڏنو؛ چيائينس تہ ڌرم وساري ڇڏيو اٿيئي، ڇاڪاڻ تہ هن ١٨ ورهين جي عمر ۾ ٥ شاديون تہ ڪيون هيون ۽ ٣۴ ورهين جي عمر ۾ ١٢ شاديون ڪيون هئائين پر وڏيڪ شاديون نٿي ڪرڻ گهريائين. هنن شادين تي ڪنواريتن کي ڏاج بہ گهڻو ڏيڻو پوندو آهي. ٻي دڪدائڪ ڳالهہ جا ديوان ڏيارام ڏني سان اها تہ موڪلاڻيءَ ۽ گؤني جهڙي در آگمن جي رسم، جيڪا بنگالين ۾ هوندي هئي، جنهن موجب شاديءَ ڪانپوءِ بہ ڇوڪري ماءُ پيءُ وٽ ٽڪيل هوندي هئي، جيستائين هوءَ بالغ ٿئي، اها سٺي رسم بہ ڍهندي تي ويئي ۽ بلوغت کان اڳي نالي ماتر اها رسم ادا ڪئي تي وئي.

چيو ويندو آهي تہ تعليم جي واڌاري ڪري دير سان شاديون ٿيڻ لڳيون آهن، پر اهو غلط آهي. دير سان شاديون ڏيتي ليتيءَ جي واڌاري ڪري ٿيڻ لڳيون آهن، جو سٺن ورن لاءِ پيسا بہ گهڻا ٿا گهرجن.

اُنهن ڏينهن ۾ ڪلڪتي ۾ سمنڊ جي مسافري ڪرڻ بابت ڏاڍو بحث مباحثو هلي رهيو هو. ڊاڪٽر بئنرجيءَ دليل ڏنو تہ اسانجي شاسترن جو اهو مطلب ڪڏهن ڪين هوندو تہ دنيا جون ڏهن مان نوَ پتيون اسان لاءِ بند هجن. بابو چندر ناٿ بوس جو چوڻ هو تہ سنياسي بيشڪ سمنڊ جو سفر ڪن، پر ننڍا ڌرم وڃائي ٿا اچن. پنڊت مهيش چندرا نياءَ رتن، ڪلڪتا سنسڪرت ڪاليج جو پرنسيپال، سمنڊ جي مسافريءَ جي فائدي ۾ هو ۽ ننڍپڻ جي شاديءَ جي بہ فائدي ۾ هو، پر

نندپڻ ۾ درآگمن ڪانسواءِ ساهرن وٽ ڪنيا ڪي موڪلڻ جي برخلاف هو. هن چيو تہ ڌرم جو سار آهي پر اُپڪار. اڄاهہ تي چڱا ڪم ڪرڻ، اهم سنگ ڪانسواءِ ۽ ڦل اڃا ڪانسواءِ چڱو ڪم ڪرڻ.

ڪلڪتي ۾ ديوان گهٽن ماڻهن سان مليو ۽ اُنهن سان گفتگو ڪيائين. سرروميش چندر متر جج چيس تہ ننڍي هوندي جي شادين جي برخلاف آهيان، پر چيائين تہ پنگتي ڳالهين ۾ قاعدي جو دخل نہ ڪجي تہ چڱو. پيو مليو بابو پرتاب چندر موزمدار سان. سندس وياڪياڻ شڪتيءَ ۽ سڌارڪ ورتيءَ جي ساراهہ ڪئي اٿس. سندس خيال هو تہ سچو سڌارو ڌرمي رنگ ڏيڻ سان ئي سگهندو پر قدرتي ۽ دنيوي دليل بہ سڌاري ۾ مدد ڏين ٿا. ننڍي هوندي جي شاديءَ جي برخلاف اهي بہ دليل ڪمائتا ٿيا آهن. وري سندس خيال هو تہ پنڊتن مان ڪجهہ نہ ٿيندو، پر ڏيارام لکي ٿو تہ اُنهن جي مدد وٺڻ سان من هنن جو اٽڪاءُ دور ٿئي. مهرشي رويندر ناٿ ٽئگور سان مليو. هن ڪان ايشور پراپتيءَ بابت پڇيائين. مهرشيءَ چيس تہ شرڌا وارو گيان لهندو آهي ۽ چيائين تہ ايشور جو تيج اندر ٻاهر آهي ۽ اها جوت جاڳائڻ گهرجي. چيائين تہ ڇهہ وينا آهن تہ ستون هو آهي هو هر جاءِ موجود آهي.

سوامي شو نارائڻ سان گڏيو ۽ هن راج يوگہ ۽ پراڻايام وغيره بابت ٻڌايس. سوامي شو نارائڻ جو اثر ٿياسافيءَ وارن تي گهٽو ڏنائين. سوامي شونارائڻ، ادويتي هوندي بہ چڱن ڪمن جي تمام فائدي ۾ هو. هن جي مثال مان ظاهر هو تہ ادويتي بہ ست ڪرم جي برخلاف نہ آهن. هن ڪانسواءِ بابو ڪالي چرن بئنرجيءَ سان مليو. هو ڪرستان پر قوم لاءِ ڏاڍو ڪم ڪندڙ، سيني ۾ عزت حاصل ڪندڙ ۽ وڏو وياڪياڻ ڏيندڙ هو. ڪالي چرن بئنرجي تمام لوڪ پريا هو. چاڪاڻ تہ هو مٺي مزاج، چڱي چريتر، اُتساهہ ۽ نوڙت وارو، نيڪ ڪم ڪندڙ ۽ نيڪ دل هو.

# زناني تعليم ڪلڪتو

ڏيارام، مس پگٽ سان بيٿيون ڪاليج ڏسڻ ويو. هڪڙي بيٿيون نالي واپاريءَ جي دولت ۽ سخاوت سان اهو ڪاليج هلي ٿو. مس چندر مکي بوس ايم. اي جا اُتي پرنسيپال هئي تنهن ساري سنستا ڪيس ڏيکاري. ٻيو ڏٺائين مسٽر شو ناٿ شاسترِيءَ جو برهمڻ ڇوڪرين جو سڪول. لکي ٿو تہ برهمڻن ۽ ڪرستانن کان سواءِ ٻين ۾ اجا زناني تعليم پکڙيل نہ آهي. تعليم ڪري البت ڇوڪرين کي وڏيڪ لائق ور ٿا وٽن، پر اُهي ملن ٿا، تنهنڪري شاديءَ ۾ مشڪلات ٿي ٿئي. ٽاگور جي ڪٽنب مان مسز گهوشال هڪڙي ناري وديا لاءِ اخبار بہ ڪڍندي هئي ۽ هڪڙي سکي سميتي بہ ڪڍي هئائين پر اها سميتي فقط ٿورين ڇوڪرين کي بيٿيون ڪاليج ۾ پڙهڻ لاءِ سهائتا ڪري ٿي سگهي. راماٻائي جهڙي ڪا سنستا ڪانہ ڪڍي اٿس. گهر ڪلاسن سان بہ ڪجهہ ڪم پيو ٿئي.

ڪلڪتي ۾ ڏيارام، آدي برهمو سماج جو ورهيار اُتس ڏٺو ۽ اُتي مشهور شاعر رويندر ناٿ ٽئگور کي ڳائيندو ٻڌائين ۽ سندس سُر جي تعريف ڪئي اٿس. انهيءَ وقت ڪلڪتي ۾ برهمو سماج جون ٻہ شاخون هيون: هڪڙي نئوڏان سماج ۽ ٻي ساڌارڻ سماج. ديوان صاحب لکيو آهي تہ نئوڏان واريءَ شاخ جي ميمبرن ۾ ڪجهہ ول جوڳ هو. وري بہ ساڌارڻ برهمو سماج جي شاخ البت چڱي پئي هلي. ڏيارام ڪلڪتي ۾ ٿياسافيءَ جي بانيڪار ڪرنل آلڪاٽ ۽ ٻڌ ڌرم جي پرچارڪ مسٽر ڌرمپال سان بہ مليو ۽ عجب ٿو ڏيکاري تہ ڇو ٿياسافي اجا هندستان جي تعليم يافتن ۾ ايترو گهر ڪري ڪين ويئي آهي. پنجاب ۽ بهار ۾ تہ ڪيتريون شاخون کتري ذات جون آهن پر بنگال ۾ ڪين ڏسڻ ۾ آيون. ڪايسٿ، روميش چندردت جي چوڻ موجب وئيش آهن پر نہ پائين جٽيو، نہ ڏين ست ڦيرا شاديءَ تي. جدا ذاتين بابت

جيڪا ڪوجنا ٿيڻ گهرجي سا اجا ڪين ٿي آهي.

ڪلڪتي مان ڏيارام، دارجيلنگ ۾ ويو، جتي هماليہ جبل ڏانهن ويندڙ جابلو ريل ۽ قدرتي نظارن جي تعريف ڪئي اٿس. اُتان ڪينچنچنگا جو درسن ڪيائين. برف، ٽڪر، جهرڻا، ساوڪ، گڙ گڙ ڪري ڪرندڙ پاڻي ۽ وڻ اهي سڀ عجيب نظارا، بي نظير ٻوليءَ ۾ لکيا اٿس.

ڏيارام، دارجيلنگ جو تمام سهڻو بيان ڏنو آهي. اتي جيڪي چانهہ جا کيٽ آهن انهن جو بيان ۽ برچ ٽڪريءَ واري باغيچي جو بيان نهايت سندر ريت ورنن يو اٿس. اتي ڏيارام ڏنو ڳاڙهو پتو يا سنگہ، جو پتي ڪاٺڻ تي هو؛ مگر سندس سنگتيءَ روڪيس ۽ چيائين تہ اهو اٿيئي وش ڦل، يعني زهري سنگ، اتي هن کي گيتا جو سلوڪ ياد پيو تہ عيش عشرت اهڙو سرپ سنگ آهي. وري ڏنائين ماڪ جو ڦهيل موتي ڪنهن پن تي، تہ اُتي ياد پيس تہ اسين بہ موتي آهيون ايشور وٽان آيل. ائين قدرت جي نظارن ۾ ڏيارام کي هر گهڙيءَ هري درشن ۽ ڌرم جون ڳالهيون سمجهي اينديون هيون. ڪهڙي نہ سندر سندس آتما ۽ سندر اُستتي ۽ ورڻن شڪتي!

دارجيلنگ کان ٿي ڏيارام وري بنارس ۾ آيو، هڪڙي ٻڍي ساڌوءَ سان سهواس ڪرڻ. هيءُ ساڌو نانڪ پنٿي هو، پڙهيل هو ۽ سڀ تيرٿ ڪيا هئائين. سنت پريون ۽ چار ئي ڌام پيٽيل هئس. ست پُريون يعني هر دوار، ڪاشي، اُجين، اِويا، ڌاراوتي، متٿرا ۽ ڪانچيءَ پهريان ٿي وشنوءَ جا تيرٿ آهن. پويان ٿي شوَ جا ۽ پشڪرجي برهما جو ۽ ڪانچي شوَ ۽ وشنوءَ نهي جو. چار ڌام آهن: جننناٿ، بدري ناٿ، دوار ڪاناٿ ۽ رامناٿ. هن ساوءَ کي ڪجهہ سال ٿيا هئا جو ويراڳہ آيو هو ۽ سندس رهڻي تمام سهڻي هئي. ايشور پريم هن جي اکين، وچنن ۽ ڪمن مان ٿي بکيو. پنهنجا سمورا پئسا دان ۾ ڏئي ڪپايائين؛ وداراٿين کي پوڄن ڏيڻ ۾ ۽ غريبن جي سهائتا ۾. باقي پاڻ تي مهني ۾ بہ ٽي

رپيا مس تي لاتائينئبنارس ۾ ڪيترا برهمڻ برهمچاري وديا لاپ لاءِ ايندا آهن ۽ اُهي وچي ڪنهن برهمڻ گروءَ جا شش ٿيندا آهن؛ ڪاڏو پنهنجي ايندا آهن؛ ڪاٿيون ڪنيون ڪري ايندا آهن ۽ گروءَ جي شيوا ۾ لڳندا آهن. ڪي ڪي برهمڻ تمام ودوان آهن ۽ منشر ماتر جا سچا متر آهن، پر گهڻا تہ نالي جا برهمڻ آهن. ڏيارام لکيو آهي تہ راجائن لکن رپين جا محلات نهرائي ڇڏيا آهن ۽ لکين رپيا برهمڻن کي پوڄن ڪارائڻ تي بنارس ۾ لڳائين، جتي سچي برهمڻ ورتيءَ وارن، ودوان برهمڻن، کشتري ۽ ويش، برهم چارين کي پراچين نموني پاڙهين.

بنارس مان ڏيارام وري پرياگ آيو. سچن ساڌن، مهاتمائن جي گهڻي ڳولا ڪيائين، پر لڌائين خير ڪو. هڪڙو سو گڏيس، جنهن کي يوگي ڪري سمجهندا هئا پر ڏٺائين تہ نتي آئي ڪيس انگريزي ۽ نہ سنسڪرت، رڳو گيتا جو ڪو فارسي ترجمو پڙهيو هئائين، سو بہ ٺيڪ ترجمو ڪونہ هو. ڪجهہ هٺ يوگ چاٽندو هو، باقي ٿيو پلو. فقيرن جا سي جهنڊ ڏٺائين ۽ لکيو اٿس تہ فقير پنڻ لاءِ جيڪي ٻول ٻوليندا آهن تن جي ڪو ياداشت ناهي تہ ڏاڍو مزو اچي

ڏيارام ١١ فبروري جبلپور پهتو ۽ اُتان ١١ ميل پري ڪرڪشيتر ڏسڻ ويو، جتي رنگ بہ رنگي سنگمرمر جون ٽڪريون آهن ۽ منجهس جل ڪنڊ آهن ۽ نربدا ندي تي لنگهي. پهريائين ڏٺائين پمراگهاٽ، جتي ڪوچين جي راجا هڪڙو ڊيڪيل ٺڪر، پنهنجي راڻين جي اشنان لاءِ نهرايو آهي. هتي وري ٻانيٽن بي تر ويٺي ناهي رکي آهي. نربدا سان اچي بہ ڪنڊ ٿا گڏجن. پرسان وري آهي پنچ وٽي، جتي نربدا جون پنج شاخون اچي ٿيون هڪڙي وڏي ويڪر ۾ پون. اُتان آهي جانوي ڏارا، جتي سرڪاري ٻيڙي بيٺي آهي جا هڪ رپئي ۾ درياهہ جو چڪر هٽائي اچي. ستن قسمن جا سنگمرمر هتي ملن ٿا، اڇو، پيلو، نيرو، سائو، ڪارو، ڳاڙهو ۽ ڇڪيدار. ٻاونجاهہ ڪنڊ آهن ۽ نديءَ جو نظارو ڏسڻ وٽان آهي. جانوي ڏارا کان لهي، ٻيلن جو ٻيلو لنگهڻ ڪانپوءِ، پاٽي جي

ڪرڻ جو نظارو تمام سهڻو ڏسڻ ۾ ايندو. اهي درشيہ ڏسي، گوري شنڪر جو مندر ڀيٽي، جئن ڏيارام گاڏيءَ ۾ چڙهي، جبلپور ڏانهن ٿي موٽيو، تہ گاڏيءَ جو ڦيٿو ڀڃي پيو ۽ ڪيس چار ڪوهہ پنڌ ڪرڻو پيو. وات تي ڏنائين تہ ڪيترائي ٻڌ ڀڳوان جا بوتا هئا، پر ٻانڀڻن وري انهن سان شو جا لنگ ٻہ ڪٽي رکيا هئا.

جبلپور ۾ ڏيارام، مدن محل ڏٺو. هيءُ هڪ ٽڪريءَ تي آهي، هيءُ محل هڪڙي راج گونڊ ٺهرايو هو. راجپوت، گونڊ ۽ راج گونڊ يعني راجپوت پتا ۽ گونڊ ماتا جو اولاد، واگهرا، مرهٽا، مارواڙي اهي ذاتيون جبلپور ۾ رهندڙ هيون. جبلپور ۾ هڪ ڪاليج آهي ۽ ٻہ ڇوڪرين جا سڪول، اهي هن ڏٺا ۽ جئن چڱن سان ملي ڪين چيائين تہ پنهنجي هتڪارني سڀا کي زور وٺايو، ننڍپڻ جون شاديون بند ڪرايو ۽ ٻيون خراب رسمون گهٽايو ۽ ڇوڪرين ۾ وديا وڌايو.

ڪٿا آهي تہ رام، سيتا ۽ لڪشمڻ پرياگ ۾ ڀار دواج سان مليا هئا، هن چين تہ هتان ڏهہ ڪوهہ پري هڪڙو منوهر پربت اٿو، جتي سهڻي ساوڪ ۽ مزيدار ميوا ۽ رشين منين جا آستان آهن، اُتي مور، ڪوئلون ۽ ٻيا هرڻ آدڪ پشو ۽ پکي اَٿوَ، اتي وڃي اوهين ٻنواش ڪريو. هنن ٻہ هڪ ڪٿيا والميڪي رشيءَ جي پرسان ناهي. ڏيارام، چترڪوٽ جو درشن ڪرڻ ويو ۽ سڄو درشيہ والميڪي رامائڻ وارو سامهون اچي ٺيس. ڀرت جو اچڻ ۽ رام کي سمجهائي ٻيهڻ، ڏرنو وارن تہ ڪيڪئيءَ جو پاپ ڌوئي اچي تخت تي ويهي رام جو چوڻ تہ پيءُ جو وچن پاڙڻ ۽ پنهنجو وچن پاڙڻ وڏو فرض آهي ۽ آخر ڀرت کي سمجهائي هنجي فقط اها مرضي پوري ڪيائين جا چاکڙيون هنکي ڏنائين، جن چاکڙين جي شرن وٺي ڀرت وڃي راڄ هلايو. جيستائين چوڏهن ورهيہ پورا ڪري رام ۽ سيتا ايوڌيا ۾ آيا. کهڙو نہ سندر آستان چترڪوٽ ۽ کهڙي نہ سندر ڪٿا!

هاڻي چترڪوٽ ۾ ڇا آهي؟ هڪڙو تہ ڏسندؤ رام گيا، جتي پنڊا

زوريءَ پيا ماڻهن ۽ وڏوائن ڪان پنڌ پرائين، پيو ڏسندؤ رام ديول جتي چوڻ ۾ اچي ٿو تہ رام ۽ سيتا پهريائين اچي لٿا هئا. اتان وڃبو پجنہ ديويءَ تي، آتان امر نات جي مندر ۾، جتان پرڪرما ڏبي آهي؛ چاڪاڻ تہ ڪتا آهي تہ پرت رام جون چاکڙيون سر تي ڪڻي آتي پرڪرما ڏني هئي پهرين منزل آهي مڪاروند. هتان تلسي پتر ۽ پاٽي وٺي پرڪرما شروع ڪبي آهي. وٺن تي رام رام قدرتي اُڪريل پيو ڏسڻ ۾ اچي. پوءِ وري در گهمي اچي ڏسبي آهي سرا گانءِ پٽر جي، انهيءَ گئوءَ جي يادگيري ۾ جنهن رام ۽ سيتا کي ١٢ ورهيہ کير ڏنو. پوءِ ڏيکاريندا آهن اُها جاءِ جتي لڪشمڻ پهري تي بيهندو هو. پوءِ ڏيکاريندا آهن جانڪي ڪنڊ، جتي سيتا ماتا اشنان ڪندي هئي. جانڪي ڪنڊ جي چوڏاري ٣٥ ڪن پڳتن جون ڪٽيائون آهن جي پاڻ کي سيتا وانگر رام جا پڳت سمجهندا آهن ۽ سارو ڏينهن رات سندس ويچار ڪر ي پيا آنند پرائيندا آهن. هڪڙي اهڙي پڳت، رام نام لکي آتي جي گولين ۾ پي ويڙهيو تہ اهي جانڪي ڪنڊ ۾ مڇين کي وجهي. پيو وري ڏيکاريندا آهن ڪوٽ تيرٿ، جتي پاتال گنگا وهندي آهي ۽ غفا ۾ رام جو درشن ياتري ڪندا آهن. جانڪي ڪنڊ کان ڪلاڪ پنڌ تي ٽڪري آهي جنهنجو نالو آهي هنومان ڌارا. هتي هنومان اچي ٽڪيو هو. هڪڙو پيو مندر آهي اَنسو يا ديويءَ جو، جا ائتري رشيءَ جي اهڙي وفادار استري هئي جهڙي سيتا رام جي، مطلب تہ ٽي ڏينهن ياترين کي لڳندا آهن چترڪوٽ پوري ڪرڻ تي. ڏيارام تہ هڪ ڏينهن ۾ صبوح کان سانجهيءَ تائين پنڌ ڪري گهڻو حصو ڏسي ورتو.

چترڪوٽ مان ڏيارام، مرزا پور آيو ۽ آتان ونڌياچل تيرٿ ڏٺائين، جتي سيتا ماتا پنهنجي شال ۽ ڳهڻا ڪيرايا هئا. آتي گنگا ۾ اشنان ڪري ڀاڳوتي، مها ڪالي، سرسوتي ۽ جوڳ مايا، ائن پُجائن واري ڪرشن جي ڀيڻ جا مندر ڏسبا آهن. ٽڪريءَ جي مٿان شوالو آهي ۽ هيٺان وري راميشور مهاديو آهي، جتي سيتا ماتا سيتا ڪنڊ ٺاهيو. شوَ

جي لنگ بابت پادرين جيڪي هندو ڌرم تي چندا وڌا آهن، تن جي برخلاف ڏيارام لکي ٿو تہ هر هڪ ڌرم ۾ اهي ڳالهيون آهن ۽ انهن جو اندريون رهسيہ سمجهڻ گهرجي.

ونڌياچل مان موٽي ڏيارام، مرزا پور ۾ آيو. اُتي پڌائين تہ هڪ پٽ جي پروهت مهنت جيرام گر آهي ۽ هندو ڌرم جي پاران شاستر اَرٿ ڪندو آهي. اُتي ڏيارام هاءِ سڪول جي هيڊ ماستر مسٽر رام روپ سان مليو، جنهنجي دل ڌهي پيئي هئي جو مسٽر تلنگ سڌارڪ ٿي بہ، پنهنجي ڌيءُ جي شادي ننڍي هوندي ڪئي هئي. مرزا پور ۾ ڇوڪرين لاءِ هڪ آريہ سماجين جو، هڪ ميونسپالٽيءَ جو ۽ هڪ پادرين جو سڪول هو. ننڍي هوندي جي شاديءَ جو رواج عام هو. واٽين جون بہ ذاتيون هيون. هڪڙيون عمر ڪاري ۽ ٻيون عمر دسري. اهي نالا ڪٿان پيا سا خبر ڏيارام لهي نہ سگهيو. پوربي ڪترين جا بہ ٻہ ٽي گهر هئا ۽ ڪجهہ برهمڻن جا بہ. مرزاپور ۾ انهن ڏينهن ۾ گهڻو گهات تي تمام شور متل هو. ديوان لکي ٿو تہ ڇونہ سرڪار اهو ٺهرائي تہ ڪنهن بہ هندوءَ جي دل دکائڻ لاءِ عام جاءِ تي ڳئو گهات ڪرڻ جرم آهي. مرزاپور جو هڪڙو اڳيون گزيٽئر هٿ لڳس هڪ سؤ ورهين ۾ مرزاپور ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون ڦيرون ڦارون ٿيون آهن سي ڏيارام لکيون آهن. زمانو بدليل آهي؛ وڪيلن، قاعدن ۽ پٽيوالن ملڪ منجهايو آهي. ڍلون ڳريون آهن ۽ واپار ۾ ڪوڙ گهڙي پيو آهي. اخبارون آهن ۽ ڪوڙا اشتهار. امن امان آهي ۽ ڪوڙ بہ گهر ڪري ويو آهي. اهي آهن سندس خيال.

وري مرزاپور مان موٽي بنارس اچي ڏيارام انهيءَ رات جو شوراتري ڏٺي. زالن گيت ٿي ڳاتا ۽ وشوناٿ جي مندر ۾ ماڻهن جا ميڙ هئا، جن ۾ اچا اڳيون ويساهہ زور هو. ڪبير جا دوها پي پوڄارين ڳاتا. واهہ هندو ڌرم، جو جولاها بہ قبول ڪنس! ۽ هاڻي؟

بنارس مان ١٧ فيبروري ڏيارام، ايوڌيا ڏانهن روانو ٿيو. ابوالفضل

۱۵۸۲ع ۾ لکيو آهي تہ ايوڌيا جو شهر تمام وڏو هو، ۱۸۴ ڪوهہ ڏگهو ۽ ۳٦ ڪوهہ ويڪرو پر ۱۸۲۸ع ۾ هئملٽن لکيو تہ هيءُ شاندار شهر هاڻي ويران آهي، تمام ننڍو وڃي بچيو آهي. چوڏاري ڍنل جايون گهٽيون آهن، جي رام، سيتا، لڇمڻ ۽ هنومان جا مندر هئا ۽ جتي پوڄاري هاڻي بہ ويندا آهن. ڏڙا سو چوڌاري پيا ڏسڻ ۾ اچن ۽ گهوگهرا ۽ سرايُو نديون پيون وهن. دسرٿ پنهنجو اَشوميڌ يگيہ، سرايو نديءَ جي اُتر واري ڪپ تي ڪيو هو. ڏيارام انهيءَ اشوميڌ جو شاسترن موجب بيان ڏنو آهي ۽ ڏيکاريو اٿس تہ منوءَ موجب قربانيءَ کانسواءِ گوشت کائڻ جي منع آهي. ڏيارام، ايوڌيا جا نظارا خوب طرح لکيا آهن. سرايو نديءَ ۾ هر هڪ ياتريءَ کي هٿ ۾ ناريل کڻي پوءِ اشنان ڪرڻو پوندو آهي. ناگيشور جو مندر شوَ جو آهي. رامڪوٽ، راجگادي ۽ رام جي آرام جي جاءِ، رنگ محل بہ ڏيکاريو وڃي ٿو ۽ ڪنڪ ڀون ۽ آنند ڀون، دسرٿ جي راڻين جا محل، ۽ ڪوپ ڀون جتي ڪيڪئي زمين تي ليٽي پيئي هئي ۽ دسرٿ کان رام جي بنواس جو وچن ورتائين ۽ هڪڙي ننڍڙي ڪٽيا، جنم ڀومي نالي ڏيکارين ٿا. اعتبار تہ نٿو اچي تہ شاهي محل اهڙو هوندو، پر اورنگزيب گهٽا چن يا نشان ڍهرائي مسجدون نهرائي ڇڏيون آهن، سو وري ماڻهن جتي ڪٿي جهڙا تهڙا گهر ظاهر ڪري ڪٿي ڪٽا ۾ بيهاريا آهن. اهڙيءَ طرح راج محل، هنومان جو مندر وغيره بہ ياترين کي ڏيکاريا وڃن ٿا، پر اصل اهي ڪٿي هئا، سو ڄاڻي پرماتما.

اصل آيوڌيا ڪهڙو هو، سو تہ اوهين والميڪيءَ جي ورنن مان، من جي مورت جوڙيندا تہ خبر پونديوَ. سرايو نديءَ جي ڪناري تي ويهي، ڏيو اندر ۾ ٻـري، تہ پئيوَ خبر. ڏيارام اهڙين ٻين هٽڻ ۾ پڙ هو ۽ والميڪي رامائڻ جي ڪوتا پڙهي، من ۾ پوري پوري مورت جوڙي سگهندو هو، جنهن سندس بيان مان خبر ٿي پوي. جڻ تہ هوبهو اڳين آيوڌيا جو درشن ٿو پڙهندڙن کي ڪرائي؛ ۽ اُتي دسرٿ، ڪيڪئي، رام

۽ سيتا جي بنواس وجڻ تي گفتگو هوبهو ٿو ورنن ڪري.

آيوڌيا ۾ ٢٦٠٠٠ ماڻهو آهن ۽ هاڻي اهو شهر فقط فيض آباد شهر جو حصو آهي. فيض آباد صدين کان نوابن جي گادي جو هنڌ هو. اُن ۾ ڪل ٧٢٠٠٠ آدم رهندڙ آهي. هاڻي آيوڌيا بلوي کان پوءِ هڪ برهمڻ مهاراجا جي هٿ ۾ آهي.

ڏيارام، فيض آباد جي تعلقدارن ۽ انهن جي جهڳڙن جو احوال لکيو آهي. فيض آباد ۾ يورپي ۽ پشچمي ڪتري رهندا آهن ۽ سوريہ ونشي ۽ چندرونشي، وشن بنسي ۽ گرگہ بنسي ڪتري رهندا آهن ۽ اُترادي ۽ دکشني ا آرور بہ آهن ۽ وئيشن جون چار شاخون آهن، اگروال، راستوگي، ڪانديو ۽ ڪنڌان. پوين ٻن ۾ ودوا وواهہ کان منع ڪانهي. پاڻ ۾ شاديون ڪين ڪن. سُودر آهن تيلي، ڪهار، اهير ۽ تنبولي. ڪايسٿ هت پاڻ کي سودر سڏائيندا آهن. واڻين ۾ ننڍي هوندي شادي ڪن. گمن جي ريت آهي پرڻجڻ کان ٽي ورهيہ پوءِ. اوچ ذاتين ۽ مسلمانن ۾ دير سان شادي ٿئي. فيض آباد ۾ پردي جو رواج آهي. نوابن کي گهرجي پردو ۽ زنانو ۽ زالن کي گهرجي حقو ۽ سندن نگهبانيءَ لاءِ ڪين ڪدڙا. اهي ڪدڙا اهڙا شاهوڪار ٿي ويندا هئا جو هڪ ڪدڙي جي ملڪيت تي نواب ۽ ماڻس وڙهي پيا، سرڪار نواب کي ملڪيت ڏياري. بيگم کي مليو وصيعت هلائڻ جو ڪم ۽ هن سندس چئي موجب ٣ لک لڳايا سندس تربت تي ۽ ڪجهہ لک موڪليائين مڪي مديني.

هندن ۾ هڪڙو چڱو سڌارڪ فيض آباد ۾ ٿي گذريو آهي، سندس نالو راءِ ڪاڪومل بهادر هو. هن آئوڌ واپاري بئنڪ کڏي ۽ ڪمپني کڏيائين. ٢٧۴٠٠ پونجيءَ سان. اخبار بہ کڏي هئائين جنهنجو نالو هو اروربنس پرڪاش. ڏيتي ليتي گهٽائي ڇڏيائين. ڏوٽا ۽ ناچ ۽ شراب شادين تان بند ڪيا هئائين؛ جس هجيس؛ کي تہ بهادر بہ پيا آهن.

فيض آباد سرڪاري سڪول ايف. اي تائين هو ۽ ڇوڪرين جو

سڪول هڪڙو هو پادرين جو. ٻئي ڇوڪرين جي سڪول کڏڻ جي ڪوشش هلندڙ هئي هندن پاران. فيض آباد جي سٽيشن تي ديوان ڏيارام ڏٺو تہ پوليس وارن ويچارن مسافرن کي ڏهين بجي رات جو شيڊ مان اُتاري ٿي ڇڏيو. ڇي يا تہ ڏيکاريو ٽڪيٽون يا سٽيشن ماسٽر ڪان موڪلائي اچو. نہ نهي ٽڪيٽ وارو، نہ هي سٽيشن ماسٽر. سو مزو ٿيو ڇيري ميري ڪائڻ جو پوليس واري کي ڏيارام لکيو آهي تہ سٽيشن ماسٽر کي سنپالي حڪم ڏيڻ گهرجي، نہ تہ مسافرن سان آزار ٿو ٿئي.

١٩-فيبروري ١٨٩٣ع ڏيارام، لکنؤ پهتو. لکنؤ اِڳي بہ ڏٺل هوس، وري بہ ريزيڊنسي انگريزن جي رهڻ جي جاءِ ڏٺائين ۽ هڪڙيءَ زال جي پيانڪ بوتو ڏٺائين، جيڪا توب جي گولي سان مري ويئي هئي، جڏهن ٨٧ ڏينهن وچي زالون ۽ ٻار هيٺ لڪا هئا. توب خانو جتي لارينس ساهہ ڏنو، اهو بہ ڏيارام ڏٺو. لامارٽينر، جنرل مارٽن جو يوروپين ٻارن وارو سڪول بہ ڏٺائين.

امامبرو، آصف الد وله جي قبر ۽ آئوڌ جي بادشاهہ جو زالن ۽ رنڊين لاءِ محل، جتي سؤن قسمن جا ويچار ٿيندا هئا، اهو بہ ڏٺائين؛ پر نہ ويچار ڪندڙ، نہ راڻيون ۽ نہ سٽيون، سڀ خاڪ سان خاڪ ٿي ويا. لکنؤ جي سوڙهين گهٽين ۽ رفاهہ عام ۽ تعلقدارن جي ائسوسئيشن جو ڏيارام ذڪر ڪيو آهي. لکيو اٿس تہ ست سڪول هئا ڇوڪرين جا. پر نہ انهن پڙهائي سني، نہ جايون سٺيون. سڀ جايون تنگ ۽ اونداهيون. ڪل بہ ڪتري زالون انگريزي دان هيون. باقي ائوڌ ۾ اخبارون خوب هيون. ١٨-١٩ اردو اخبارون، انهن ۾ مشهور هئي ائوڌ اخبار، جا منشي نول ڪشور ڪڍي هئي، ائوڌ پنچ مزيدار اخبار ۽ لکنؤ ائڊووڪيٽ هڪڙي ڪتري مهتم جي هٿ هيٺ هلندڙ. بابو بنسي لعل سنگهہ، هنديءَ ۾ هڪڙو ڪامني ڪلپدر روما نالي، ناري ودياتي پستڪ ڪڍيو هو، جنهن ۾ برين رسمن کي تمام ننديو هئائين ۽

ڪنوارين، پرٽيل ۽ وڏور زالن جا فرض ڏيکاريا هئائين.

منشي نول ڪشور ڪيئي ڪتاب ڇاپي پڌرا ڪيا هئا. منشي نول ڪشور کي بخت لڳو پينل ڪوڊ جي ڇاپڻ مان سرڪار چيس ته ٣٠٠٠٠ ڪاپيون ڇاپي ڏي. نيڪو مليو نول ڪشور کي ۽ خوب نفع ڪيائين. پوءِ ته سڄو سرڪاري ڪم ڇاپڻ جو مليو منشي نول ڪشور کي. هاڻي ته لکاپتي آهي، سي. آءِ.اي جو خطاب اٿس. سڪولن ۽ پستڪالين کي خوب مدد ڪندو آهي. اُميد آهي ته هيءُ ملڪ کي ڪنيءَ ڪرڻ جي ننڊ مان جاڳائيندو ۽ بد رسمن جي برخلاف ماڻهن ۾ خيال پيدا ڪندو.

لکنو ۾ ڪيترا عجيب رواج ڏيارام ڏٺا. لکيو اٿس ته هت ڏوئن ڏيڻ واريون خاص زالون آهن، جن کي چار رپيه ڏيئي گهرائبو آهي. اهڙا ته ڪچا ۽ ڪنا ڏوئا ڏينديون آهن جو ايشور رکي. ٻيو ته، ڪتري گوشت ڪونه کائين، پر جهنڊ تي ٻڪرين جي قرباني ٿئي اهو گوشت سڀ کائين ۽ ٿيون ته شاديءَ وقت پارگون ۾ ڪنوار ونڻ کان اڳ ۾ گهوٽ وجي پنهنجي ماءُ جي ٿڻن مان کير پئي ته متان ماءُ کي وساري ڇڏيو اٿس. ٻيو وري آهي ڪچي ۽ پڪي ڪاڌي تي تڪرار. پڪو يعني پوري، پڪوڙا يا تريل ڪاڌو ٻئي وٽ کائجي، پر ڪچو يعني رڌل ڪاڌو ڪنهن ڪاڌو ته ٿيو پرشت، جنهن زماني ۾ ماڻهو سوڊا لمليٽ پيا پين ۽ ٻيڙيون پيا ڇڪين، تنهن ۾ ساڳيا ماڻهو ڪچي پڪي تي ايترو تڪرار ڪن، اهو ته عجب آهي، پر آدمي آهن لڪير جا فقير.

ڏيارام لکي ٿو ته ڪانپور تي نالو پيو ڪامپ پور مان، جو انگريزن اچي ڇانوٽي ڪري اهو تڪر وسايو هو. سندن وقت ته اتي ١٦٠٠٠٠ آدم هو ۽ ٢٠ هزار هئا مسلمان. ڪانپور ۾ سنجن جي ڪارخاني ۽ بوٽن جي ڪارخاني ڪانسواءِ وڏيون سرڪاري ۽ خانگي اٽي جون ملون هيون ۽ ڪيتريون ڪپهه جون ملون، پر سڀ کان مشهور هئي پشم جي مل، هڪ جوٽ مل به هئي.

ڪانپور ۾ مارواڙي رهاڪو ڏيارام ڏٺا. منجهن ڪي هئا ڇوراوائي ۽ ڪي لهتيري. اهي هڪ ٻئي مان شادي ڪن ۽ ڪنوار خريد ڪن. سٺ ورهين جو ٻڍو مارواڙي ٻه ٻين هزارين ١٢ ورهين جي ڪنوار خريد ڪري سگهي. هڪڙي ۴٧ ورهين جي مارواڙيءَ ١٣ ورهين جي ڪنوار خريد ڪئي ۽ ٽن ورهين ڪانپوءِ مري ويو ۽ وڌوا لاءِ ڏهه لک رپيا ڇڏي ويو.

ڪانپور ۾ کتري، پوربي، پشچمي ۽ چار گهر، اڍائي گهر سڀ موجود آهن. موڪلاوي جي رسم آهي. شاديءَ کان ٽي ورهيه پوءِ ٿئي موڪلاوو. هتي زالون مردن جي چئي ۾ ايترو نه آهن. بنا موڪل تيرٿن تي وڃن ۽ ناٽڪ ڪن ۽ ڏوئا ته سخت ڏين.

تعليم لاءِ هڪ سرڪاري هاءِ سڪول ڇوڪرن لاءِ، هڪ مشن ڪاليج ۽ هڪ پادرين جو سڪول ڇوڪرين لاءِ آهن. اخبارون ڪانپور گزيٽ ۽ ائڊورٽائيز. ڪانپور ۾ وئشيائون گهٽيون، ڇو جو ڇانوٽي وڏي. آريه سماج، ڌرم سڀا ۽ برهمو سماج به آهن.

ڪانپور کان پوءِ ڏيارام، هردوار ويو ۽ اُتي وڃي گنگانديءَ جي ڪنائن بابت جاچ ڪري لکيائين ته گنگا ۾ اِشنان ڪرڻ سان آنند آيس ۽ گنگا ڪناري ويهي ڌيان لڳائڻ جو مزو به ماڻيائين.

هن سفر مان معلوم ٿيندو ته ڏيارام ڪوجنا جو ڪوڏيو هو. هر هنڌ ڌرتي ۽ پنگتي ڪوجنا تي ڪيائين ۽ سنسار جي سفر مان هميشه اهو سبق سکڻ جي ڪوشش تي ڪيائين ته ڪيئن انسانن جا ڏک ۽ دويش سمجهجن ۽ هٽائجن ۽ انهن کي سک پهچائجي ۽ ايشور کي اوڏو ٿجي. پر ته گهٽا ڪن پر ڪنهن ڪنهن جو سفر سڦلو، جو اهڙيءَ سڪيا درشٽيءَ سان ڪيل هجي!

ساري حياتي امانت سمجهي سفر مان به سکيا پرائڻ جو مطلب هن اوچ آتما جو هو. شل اسين به سٽر مان اهو ڦل پراپت ڪريون.

باب اٺون

# حيدرآباد

هندستان جي سفر ڪندي ديوان ڏيارام، پنجاب پاسي ڪيترا پراويڊنٽ فنڊ ڏٺا تہ دل ۾ خيال آيس تہ سنڌ ۾ غريبن لاءِ اهڙو ڪو فنڊ ڪڍجي. انهيءَ ڪري ١٨٩٤ع ۾ هن حيدرآباد ۾ پراويڊنٽ فنڊ جاري ڪيو. اصل بہ تہ سنڌ ۾ پاهت جو رواج هوندو هو، مٽ مائٽ، ساٿي سنگتي ۽ پاڙي وارا موت ۽ شاديءَ جي وقت ۾ اچي ڪجهہ نہ ڪجهہ پائي ويندا هئا. انهيءَ رواج ڪي قاعدي موجب هلائڻ لاءِ پهريائين ڏيارام، موت فنڊ ڪڍيو. ٣٠٠ کن ميمبر ٿيا. فنڊ هلائڻ لاءِ هڪ ڪلارڪ رکيو ويو. سو وري اهڙو مليو جنهن دفتر ئي ساڙي ڇڏيا. ٻيو ڪلارڪ رکيو ويو، جنهن وري ٻي ٻي بندوبستي ڪئي. پوءِ نيٺ چڱو ماڻهو مليو. فنڊ ڪي ديوان ڏيارام ۽ سندس ڪي چند دوست هلائيندا هئا. جهڙوڪ ديوان ڪوڙومل، مسٽر ڪندنمل منگهرسنگهہ، راءِ بهادر پريداس، مسٽر ڪنول سنگهہ پوهومل، ديوان تاراچند، ديوان بيلا رام ۽ ٻيا. ديوان ڏيارام جڏهن وئڪيشن تي ايندو هو تڏهن ميٽنگون ٿينديون هيون. ڪورم نہ ٿئي تہ ١٥ منٽ ميٽنگ مهمل ڪري وري بنا ڪورم ئي ڪٽي هلائيندا هئا. ڪي ورهيہ ٿيا تہ فنڊ وچي وڏي اوج رسيو هو.

سال ١٩٣٢ع ۾ هيءَ سوسائٽي ويمي وارين ڪمپنين جي ائڪٽ نمبر ٦ سال ١٩١٢ع هيٺ هند سرڪار جي نظر هيٺ ڪم ڪندي هئي ۽ ڪيس ٻن لکن رپين جي امانت رکڻ ڪان هند سرڪار ڪان معافي مليل هئي. سوسائٽيءَ ۾ ٣١ مارچ ١٩٣١ع تي ميمبرن جو تعداد ٦٧٠٣٤، سال جي وصولي ٩،٦٦،٥٠٧ رپيا، رزورڊ فنڊ ١٣٩، ١٠،٠٣، سمانتا

فنڊ ٧٥,٩٦٩؛ ڪاروباري فنڊ ٨٦٣٦٦ ۽ سال ۾ سهائتا ڏنل ١٤٣,٠٦,٧ هئي. ايترو واڌارو هن ڪم ڪيو هو.

گهٽن فنڊن نڪرڻ ڪري ۽ ڪن اصولي غلطين ڪري ۽ قاعدي ۾ ڦير ڦار ڪري ٻين فنڊن وانگر هاڻي افسوس ته هي فنڊ به سميٽجي ويو.

## يونين اڪيڊمي 28- آڪٽوبر 1888ع

ديوان ڏيارام، يونين اڪيڊمي جاري ٿيڻ ۾ مدد ڪئي ۽ اها ڳالهه هن طرح آهي:

نومبر ١٨٨٧ع ۾ ساڌو هيرانند، ڪراچيءَ مان اخبارن جي ايڊيٽري ڇڏي ۽ ميڊيڪل سڪول ۾ پڙهڻ لاءِ حيدرآباد آيو. اهو به مطلب هوس ته حيدرآباد جي برهمو مندر ۾ نئين حياتي ڦوڪيان. ٻيو وڏو مطلب هوس ته سڪول کيان. ديوان نولراءِ صاحب، هاءِ سڪول ۾ اخلاق تي وياکياڻ ڏيندو هو ۽ ١٨٨٥ع ۾ پنهنجي ٿوريءَ گهٽيءَ بچت مان ٿي انعام برپا ڪيا هئائين. پنج سوَ رپيا گورنمينٽ هاءِ سڪول کي ۽ به سؤ رپيا چرچ مشن سڪول کي ڏنا هئائين ته انهن جي وياج مان ساليانو انعام انهيءَ ڇوڪري کي ڏجي جو انگريزي ۾ پهريون نمبر اچي ۽ ١٦ ورهين کان مٿي ۽ ڪئنارو هجي. اهو هو شاگردن جو ڌيان برهمچريه ڏانهن ڇڪائڻ لاءِ ۽ دير سان شاديون ڪرڻ لاءِ. باقي هڪ سؤ رپيا به هاءِ سڪول جي هيڊ ماستر کي ڏنائين ته انهن جي وياج مان هر سال انعام انهيءَ ڇوڪر کي ڏنو وڃي جو سڀ کان سچيار سمجهيو وڃي. پر ٻن سالن جي تجربي کان پوءِ هن محسوس ڪيو ته رڳو انعامن ڏيڻ مان ڪو سڌارو ڪونه ٿيندو. هاءِ سڪول ۾ ڌرمي سکيا ڏيڻ کان منع هئي ۽ خود اخلاقي سکيا به درسي ڪتابن کان ٻاهر نه ڏيڻ ۾ ايندي هئي. ٻيو ته سرڪاري هاءِ سڪول ۾ سنسڪرت لاءِ خيال ڪونه هو ۽ هن سمجهيو ته جيستائين سنسڪرت لاءِ وديا نه ڏبي تيستائين سنڌيءَ جو سڌارو به مشڪل ٿيندو. انهيءَ

ڪري ساڌو هيرانند هڪڙي سڪول کولڻ جو پهه پچايو جتي سڌارن ڪرڻ لاءِ هن کي چوٽ چڙواڳ ملي..

ساڌو هيرانند سڪول کولڻ جو آرنڀ ڪيو تہ ديوان نولراءِ ۽ ديوان ڏيارام پنهنجو ڏن هن جي اڳيان رکيو. هنن جو هيرانند ۾ پڪو وشواس هو تہ هو سکيا دوران ۽ نيڪ مثالن ۽ اوچن آدرشن سان ڇوڪرن کي ڏاڪو متي ڪڍندو. سڪول ۾ هن اخلاقي سکيا ۽ سنسڪرت ٻوليءَ تي مکيہ ڌيان ڏيڻ جو خيال ڪيو. هيرانند جڏهن ڪلڪتي ۾ هوندو هو تڏهن ٻن جوان بنگالين سان پنهنجو نينهن هوس. هڪڙو نند لعل سين. جنهن جو پريمين ۾ نالو هو ٻولو ۽ جو هاڪاري ڪيشب چندر سين جو ڀائٽيو هو ۽ ٻيو هو ڀواني چرن بئَنرجي، جنهن کي ڀواني ڪري ڪوٺيندا هئا. ڀواني سنسڪرت جو ڪوڏيو هو ۽ ٻولو اخلاقي سکيا ۾ قابل هو. انهن ٻنهي کي پنهنجي ڪم لاءِ حيدرآباد ۾ گهرائي ورتائين. انهن ٽنهين پرشن جي ميلاپ ڪري پنهنجي سڪول کي يونين ائڪڊمي ڪوٺيائين. هنن ٽنهين نوجوانن سان ديوان نولراءِ جو شش بہ شامل ٿيو. اهو هو مسٽر (هاڻي راءِ بهادر) پريداس. هن جي انگريزي انجنيئرنگ کاتي ۾ نوڪري هئي ۽ مفت ۾ سڪول ۾ سکيا ڏيڻ جو ڪم ڪندو هو. پهريائين ارادو هون تہ جيڪب صاحب سنڌ جو هاڪارو ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر صاحب سڪول کولڻ جو مهورت ڪري تہ پوءِ ڪم يڪدم شروع ٿيڻ گهرجي. انهيءَ طرح ٢٨-آڪٽوبر ١٨٨٨ع جي ائڪڊمي کلي.

راءِ بهادر پريداس جو چوڻ آهي تہ يونين ائڪڊمي نالو انهيءَ ڪري رکيو ويو جو اُن ۾ اوڀر ۽ اولهہ جو ميلاپ هو، ڇو جو ٻہ ڄڻا هئا اوڀر جا يعني بنگال جا، جو اوڀر ۾ آهي ۽ ٻہ ڄڻا هئا اولهہ جا يعني سنڌ جا، جا اولهہ ۾ آهي. ٻيو تہ هن ۾ روحاني، دماغي ۽ جسماني تعليم جو ميلاپ هو. ٽيون انگريزي ۽ سنسڪرت جو. چوٿون سڀني ڌرمن جو ميلاپ هو، جو برهمو سماج جو متو آهي.

خير منڊ ڪان ٿي وني ٻئي سنڌي ساڌو هيرانند ۽ مسٽر پرڀداس مفت ۾ پاڙهيندا هئا ۽ هو ٻ مسٽر نند لعل سين ۽ بابو ڀواني چرن نرواهہ ماتر خرچ وٺندا هئا. جو ديوان ڏيارام ڀريندو هو. ڇئن ئي کي جدا جدا عهدا هئا. ساڌو هيرانند هو پرنسپال، مسٽر پرڀداس هو مئنيجر، بابو ڀواني چرن هو رانديڻ مٿان ۽ نند لعل سين هو سپرنٽينڊنٽ. انهيءَ کان اڳ ميشرس ڪيمچند ۽ پرمانند (جي پوءِ وڃي ڪرستان ٿيا) تن اولڊ پوسٽل روڊ وٽ، ٽن درجن تائين هڪڙو سڪول کوليو هو، تنهن جا ڇوڪرا ٻ ايڪڊمي ۾ ويا ۽ مسٽر پرمانند ٻ ائڪڊميءَ ۾ وڃي نوڪري ڪئي.

پهرين سڪول ائڪڊميءَ جو رومن ڪئٿلڪ چرچ جي سامهون، انهيءَ جاءِ ۾ هو جا هاڻي ديوان چانڊومل گوپالداس جي هٽ آهي. ڪچي جاءِ هئي، بنگلي جي نموني ۾. انهيءَ ۾ بئنرجي ۽ نند لعل سين ٻ رهندا هئا پر ڇوڪر وڌڻ لڳا ۽ پوءِ اها جاءِ ڇڏي ٿورو پرڀرو ڪئنٽونمينٽ حد ۾، جٽ هاڻي نور بلڊنگس آهن، اتي سڪول ڪڍيائون. جاءِ وڏيڪ ڪشادي هئي. اُتي ٻ ٻئي بنگالي رهندا هئا. هيرانند کي ٻ هڪڙي ننڍڙي ڪوٺي هئي.

جئن رومن ڪئٿلڪ ڌرم جي جيز وئٽ پادرين دنيا ۾ تعليم جي ڏاڍي ترقي ڪئي آهي تئن هي ٻ انهن وانگر رهندا هئا. ڇا جو کاڌي جو خيال، ڇا جو ڪپڙن جو خيال، ڇا جو جاءِ جو خيال! ساڳيو ڪمرو ٻتو ڪم ڏيندو هو. ڏينهن جو سڪول ۽ رات جو بئنچ پاسيرا ڪري سمهڻ جي جاءِ ڪري ڪتب آڻيندا هئا. خانگي وقت ۾ ڏسون تہ جتي پيرن ۾ نهي ڪانہ ۽ سڪول ۾ اچن تہ جوراب ڪونہ پائين. اهڙيءَ طرح سادگي ڪري، شاگردن کي ٻ سادو ڪيائون ۽ سادگيءَ جو مزو ڏيکاريائون. اهو زمانو ڪن ماڻهن جي خيال ۾ گويا ائڪڊميءَ جو سولو سمو هو. سڪول جي ڀنئين پاسي اگڻ هو، پر فرش ڪونہ ٻڌل هوس. اتي ڇٽڪار ٿي ويندا هئا ۽ ڊبيٽنگ سوسائٽيءَ جا وياڪياڻ اتي

ٽيندا هئا. هڪ لڳا اتي راءِ صاحب ديوان أڌارام شيوڪرام ملڪاڻيءَ ناستڪ متي تي وياڪياڻ ڏنو. وقت جو سياپتي ديوان ڏيارام هو. ديوان أڌارام جو چوڻ هو تہ ڀڳوان آهي ئي ڪونہ. تنهن تي ديوان ڏيارام اچي پلٽبو. ٻہ ٽي ڏينهن سانده انهيءَ وشيہ تي گيان چرچا ٿي. ماڻهن جا حشام اچي مڙندا هئا. اهڙن وقتن تي بعضي رات جا ١١ لڳي ويندا هئا ۽ ماڻهن جي ڪچٽي بہ ٿري ويندي هئي، تہ بہ ڪنهن کي وياڪياڻ ڇڏڻ تي دل نہ ٿيندي هئي.

ڇوڪر ڪو سڪول جا پنج ڪلاڪ پڙهي ماسترن کان آجا ڪين ٿيندا هئا. ماسترن جي نظر هردم انهن تي هئي، پر نہ سختيءَ جي، پر پتا ۽ پراڻا سمان، ڏنگائيءَ کي ٽارو بہ هو تہ اشارو بہ هو. ماستر جيڪي چوي سو چڻ ڪلام. انهيءَ ڳالهہ هڪڙي مصيبت ائڪڊميءَ تي آندي. هڪڙي ڇوڪر هوندي مل کي پيءُ لکيو تہ هيرانند کي تو پنهنجو ڀڳوان بنايو آهي. انهيءَ ڇوڪر جي پڦيءَ جو مڙس هڪڙو هاڪارو ڪائونسل جو ميمبر هو. تنهن هن کان پڇيو تہ پرٽبين ڪڏهن؟ چيائينس تہ مان هاٽي نہ پرٽبس، وڏو ٿي ڪٿي ڪمائي پوءِ. تن ڏينهن ۾ ننڍي هوندي جي شاديءَ جو رواج هو ۽ مئٽرڪ ۾ پڙهندڙ شاگردن کي بہ هڪ ٻہ ٻار هوندو هو. تنهن تي پڦڙ ڪاوڙ جي پڇيس تہ اهو توکي ڪنهن چيو آهي. چيائين تہ منهنجي ماستر. تڏهن پڇيائينس نہ جيڪڏهن پٺهي چويئي پرٽج تہ پرٽبين؟ چيائين تہ نياز سان چوندوسانس تہ اهو ڪم ڪين ڪندس. تنهن تي ديوان کي ڪاوڙ لڳي تہ ائڪڊميءَ ۾ بي آدبي ٿا سيکارين. اهو خيال متئين صاحب ڪائونسل ۾ ويندي ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن سان ظاهر ڪيو، جنهن هيرانند کان ان بابت سب پڇيا. هيرانند کي پنهنجو ڪم ڪار حيدرآباد ۾ ڇڏي بمبئيءَ ڊوڙٽو پيو: پر جيڪب صاحب ڳالهہ کي ڪٽي ورتو: لکيائين تہ هيءُ سڪول سڄيءَ سنڌ ۾ سڀني کان سٺو آهي.

ساڌو هيرانند ۽ ٻين بنگالين پنهنجي پيار ۽ قربانيءَ جي ڪري،

پنهنجي چوگرد چڱا ماستر ۽ چڱا شاگرد ڪٺا ڪيا ۽ سڪول ويو وڌندو. سنہ ١٨٩١ع ۾ چئٽفيلڊ ڊائريڪٽر ٿي آيو. سرڪار جي اها نيتي ٿي تہ سرڪاري اسڪول بند ڪجن ۽ خانگي اسڪولن کي همٿائجي. احمد نگر جو سڪول هڪڙيءَ سوسائٽيءَ کي ڏنو ويو. حيدرآباد ۾ بہ چاهيائون ٿي تہ سرڪاري سڪول بند ڪري ساڌو هيرانند جي هٿ ۾ ڏيئي ڇڏجي. ڪجهہ وقت سيٺي جو خيال ٿيو تہ ائين ڪجي، تنهن ڪري ايڊيوڪيشن سوسائٽي بہ ناهي ويئي ۽ رجسٽر ڪرائي ويئي. ستن ڄڻن جن سوسائٽيءَ جي قاعدي تي صحيح ڪئي، سي هئا چار ائڪڊميءَ وارا ۽ ديوان ڏيارام، ديوان تاراچند ۽ ديوان نولراءِ. شهر وارن کي اها ڳالهہ قبول نہ هئي. ديوان ميٺا رام جو خيال انهيءَ جي برخلاف هو. ڪيترا حيدرآبادي تہ خود برهمن جي بہ برخلاف هئا، جو سمجهائون ٿي تہ برهمو ڌرم آهي ڪرستاني ڌرم جو ڀهريون ڏاڪو، تنهنڪري ماڻهن جي مرضي ٿي تہ بہ سڪول هجن تہ چڱو. پوءِ هڪڙي عام ميٽنگ ٿي ۽ ماڻهن سرڪاري رٿ جي برخلاف ٺهراءُ ڪيو، تنهنڪري ائڪڊميءَ وارن هاءِ سڪول ڪين ڪنيو. مسٽر چئٽفيلڊ البت ڏوراپو ڏنو، پر ساڌو هيرانند چيو تہ شهر جي برخلاف ڪم ڪرڻ چڱو نہ آهي.

جيڪب صاحب بہ البت ناراض ٿيو. هاءِ سڪول جي جاءِ پوري نہ هئي. هن سمجهيو ٿي تہ سوسائٽي وٺندي تہ ماڻهن جي مدد ملندي. سا ڳالهہ تہ پوري ٿي ڪانہ، تنهن تي جيڪب صاحب لنگهي آيو ديوان ميٺا رام صاحب جي اوطاق تي. چيائين تہ هاءِ سڪول جي جاءِ سوڙهي آهي، ايگزئمنيشن هال گهرجي. جنهن تي اٽڪل ١٢٠٠٠ رپيا لڳندا جي اوهين مهرباني ڪري ٦٠٠٠ ڏيو تہ اڌ سرڪار کان وٺي اوهان جي نالي تي هال ٺهرائجي. آخر هال ٺهرايو ويو تہ ١٢٠٠٠ بدران ١٥٠٠٠ لڳا. انهن جو اڌ سرڪار ڏنو، باقي اڌ ديوان ميٺارام پاڻ ۽ دوستن کان ڪنو ڪري ڏنو، جنهن مان اهو هال ٺهيو، جنهن تي سندس نالو پيل آهي. ديوان

ميٺا رام اهو بہ شرط وڌو تہ پنچات جون ۽ ٻيون ميٽنگون بہ انهيءَ هال ۾ ٿينديون تہ روڪ ڪانہ ڪندؤ. اهو شرط جيڪب صاحب قبول ڪيو. انهيءَ شرط ڪري هڪ بہ ٻيرا جڏهن سرڪار سڪول بند ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو، تڏهن بہ انهيءَ هال جي اٽڪ ڪري بند نہ ڪري سگهيا هئا. هاڻي انهيءَ سابِقي سڪول ۾ مدرسو آهي.

ساڌو هيرانند کي گهڻا ڪم هوندا هئا. تنهن ڪري هن سڪول جو ڪم مسٽر سين کي سؤنپيو هو. نند لعل سين سان ايٽري تہ پريت هيس جو هڪ ٻيري چيائينس تہ آءٌ "هيرا" ۽ تون "نند" اسين ٻئي گڏجي ٿيون ٿا "هيرانند" بابو ڀواني چرن بنرجيءَ کي بہ ڏاڍو ڀائيندو هو، پر سن ١٨٩٢ع ۾ هڪ دڪدائڪ ڳالهہ ٿي جو ڀواني چرن بنرجي وڃي ڪرستان ٿيو. ساڌو هيرانند هن کي ڏاڍو سمجهايو. ديوان ڏيارام بہ بائيبل کولي هن کي ٻڌائڻ لڳو تہ جي تون چئين ٿو تہ هندو ڌرم ۾ ڪي ناممڪن ۽ اعتبار ۾ نہ اچڻ جوڳيون ڳالهيون لکيل آهن تہ اهڙيون ناممڪن ۽ اعتبار ۾ نہ اچڻ جوڳيون ڳالهيون تہ بائيبل ۾ بہ آهن. پر بابو ڀواني کو گهٽ پڙهيل ڪونہ هو سو پنهنجي خيال تان ڪين هٽيو ۽ سڪول مان هليو ويو. سنس وڃڙڻ ڪري هيرانند کي اهڙو ڏک ٿيو جو روئي ڏنائين.

ساڌو هيرانند ٻوءِ ويو پنجاب مان ٻيو ماسٽر وٺڻ سنسڪرت سيکارڻ لاءِ. تيستائين سنسڪرت سيکارڻ جو ڪم مسٽر پريداس ڪندو هو، جو پاڻ وڃي مهاراج جئڪرشن کان روز بہ چار سبق اڳواٽ سکي اچي شاگردن کي پاڙهيندو هو. آخر پنجاب مان هڪڙو بئچيلر آو لٽريچر (ساهتيہ آچاري) آيو، جو سنسڪرت سيکارڻ لڳو. ديوان ميٺارام پيسا انهيءَ شرط سان ڏيندو هو تہ سنسڪرت سيکارڻ جو بندوبست ٿئي. سرڳواسي مسٽر بولچند ڪرمچند، جنهن جو اوچتو قضيو جپان ۾ ٿيو، سو هن سڪول جو پهريون شاگرد هو جنهن سنسڪرت ڪئي. ديوان روپچند بيلارام، جو جڊيشل ڪمشنر جي

عهدي تائين رسيو، تنهن بہ سنسڪرت ڪنئين هئي.

ساڌو هيرانند جو بہ.ديوان ڏيارام وانگر متو هوندو هو تہ ڪنهن بہ چڱي ڪم ڪي شروع ڪري پوري پير تي بيهارجي ۽ پوءِ ٻيا چڱا ڪم وجي شروع ڪجن سو هر هر ائڪيڊمي کي هلائي ڪجھہ وقت ٻاهر هليو ويندو هو. ڇوڪرين جي پڙهائڻ جو اجا پورو بندوبست حيدرآباد ۾ ڪونہ هو. ساڌو هيرانند کي اُن وقت ٻہ نياڻيون هيون، جن کي وديا ڏيڻ واسطي هو بانڪيپور وٺي ويو. اتي سندس برهمو دوست گهڻا هئا. سندس استريءَ کي پنهنجي اولاد کان وڇوڙو قبول ڪونہ هو، پر ساڌو هيرانند پنهنجيءَ ڳالھہ تي بيٺو ۽ نياڻين کي اُتي وٺي ويو. سندس ننڍي نياڻيءَ راميءَ کي اچي رستي تي لکنؤ ۾ مدي جو تپ ٿيو تہ اُن جي ماءُ وانگر خدمت ڪيائين، نتيجو اهو ٿيو جو ڇوڪري بچي پيئي، پر ساڌو هيرانند ڪري پيو. ١۴ جولاءِ ١٨٩٣ع جي سندس چالاڻي جي تار آئي تہ حيدرآباد ۾ ڪيترن گهرن جا رڌا ديڳڙا جنسي لهي پيا. اها خبر پوءِ جت ڪٿ پکڙي تہ سڄي سنڌ غم ۾ پئجي وئي. نولراءِ تہ سمجهو تہ سندس اکين جو تارو ويو. هنڌين ماڳين هاءِ هُوءِ پيئي تہ ائڪيڊميءَ جو اَبو هليو ويو! ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ وڏا وڏا ميڙ ٿيا. ديس ديسانترن مان دوستن پرچاٽيءَ جون تارون موڪليون. ڪراچيءَ ۾ مسٽر جيمس، ڪمشنر پرڏان ٿيو جنهن ساڌو هيرانند جي گڻن جو ورنن ڪيو. حيدرآباد ۾ مسٽر جوسف ريڊمن پادري، جو حيدرآباد جي مشن سڪول جو مئنيجر هو، تنهن چيو تہ هيرانند ٣٠ ورهين جي عمر ۾ ڪيترا نہ سڪرت ڪتيا. مونکي يادگيري ٿي اچي تہ اهڙو ٻيو مهاپرش جو ايتريءَ ننڍيءَ عمر ۾ گهڻا چڱا ڪم ڪري پڌاريو، سو هو هينري مارٽن. ائين چيائين تہ انسانن جي حياتي سنڌن ڪمن مان جاچڻ گهرجي، نہ سندن ورهين مان. ڪي آدمي ٿوريءَ حياتيءَ ۾ بہ گهڻا ڪم ٿا ڪن؛ ”بزرگي بہ عقل وعمل اَست، نہ بہ سال.“ سڪندر جو مثال ڏنائين تہ هو پير مردن ۾ پير مرد هو،

جيتوڻيڪ ٣٠ ورهين جي ڄمار ۾ مئو؛ ڇاڪاڻ تہ ايڏا وڏا ڪم ڪيا هئائين. تنهن ساڌو هيرانند بہ ننڍيءَ عمر ۾ ئي ايترا چڱا ڪم ڪيا هئا.

سچ پچ تہ ساڌو هيرانند سنڌ جو سچو هيرو هو ۽ سنڌ کي ڇورو ڪري ويو. سندس مرتيوءَ تي ديوان ڏيارام کي تمام ڏک ٿيو. سندس حياتيءَ جو ڪيترو نہ اثر ديوان ڏيارام تي ٿيو سو ظاهر آهي ديوان ڏيارام جي لکيل ڪتاب مان، جو هن ڪلفٽن تي ويهي لکيو ۽ ١٩٠٣ع ۾ پڌرو ڪيو. ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ هر روز ڊينڪ ويچارن لکڻ جي عادت ديوان ڏيارام خود ساڌو هيرانند جي ينڪ ويچارن جي وهيءَ مان پرائي؛ ڇو جو انهيءَ ورهيہ کانپوءِ ديوان ڏيارام ڊينڪ وهي لکڻ شروع ڪئي، جو آخر دم تائين پنهنجا آتمڪ ويچار هرروز لکندو رهيو.

ساڌو هيرانند جي ديهانت کانپوءِ سندس سڪول جو نالو بدلائي رکيائون هيرانند ايڪڊمي؛ پر اهو نالو بہ ٿورو وقت هليو. چوڻي آهي تہ جن جي هتي گهرج تن جي اُتي بہ گهرج. ٥ مهنا بہ ڪين گذريا جو ٢٢ نومبر ١٨٩٣ع ۾ ديوان نولراءِ بہ پرلوڪ پڌاريو. هيرانند ايڪڊمي ڦري نولراءِ هيرانند ايڪڊمي جي نالي سان سڏجڻ لڳي. سال ١٩٠١ع ڌاري هاٿوڪي نئين عمارت جو هڪ ڀاڱو نهي تيار ٿيو ۽ ايڪڊمي مسواڙي جاءِ مان ڪڇي هاٿوڪي پڪيءَ جاءِ ۾ آئي.

هيرانند پنهنجي حياتيءَ ۾ هر ڪنهن ڳالهہ بابت ديوان ڏيارام جي صلاح وٺندو هو. هيرانند ۽ نولراءِ جي ديهانت کانپوءِ ايڪڊميءَ جو سمورو بوجهو اچي ديوان ڏيارام جي ڪلهن تي پيو. راءِ بهادر پريداس ۽ سين اڃا بہ سڪول ۾ هئا؛ پر بہ شينهن هڪ ٻيلي ۾ ڪين ماپي ٿي سگهيا. انتظام جي ڳالهين ۾ ديوان ڏيارام جو هڪ خيال، تہ پريداس جو ٻيو، تہ سين جو وري پنهنجو. انهيءَ ڪري ديوان پريداس پنهنجي سڪول ڪڍڻ جا پهہ پچايا. سنہ ١٨٩٣ع ۾ مسٽر ڊي نالي

هڪڙو بنگالي هيڊ ماسٽر ڪري رکيائون؛ پر اُن بہ جلدي پَرَ سويا. بہ چار سال سڪول ۾ بدليون سدليون پي ٿيون. مسٽر سين صاحب چڙواڳ ٿي گهري ۽ ديوان ڏيارام صاحب جو سوسائٽيءَ جو پريزيڊنٽ هو. تنهنجا بہ ضابطي بابت پختا خيال هئا. تنهن هڪ لڳا لکيس تہ جيڪي بہ اختياريون سرڪاري سڪولن ۾ هيڊ ماسترن کي ملن ٿيون سي اوهانکي بہ ملنديون، بلڪہ ڪجهہ وڌيڪ بہ، پر انهيءَ کان وڌيڪ نہ. مونکي افسوس آهي تہ مان چڙواڳي نٿو ڏيئي سگهان. تنهنڪري سين صاحب بہ سڪول ڇڏي ويو. هن وقت ديوان بولچند ڏيارام بي.اي. امتحان پاس ڪري وينو هو. ديوان کانچند سندس پيٽيوئي بہ سال ١٨٩٣ع جي آخر ۾ بي.اي. امتحان پاس ڪيو. انهيءَ کان سواءِ ٣ بيا بہ نوجوان حيدرآبادي، ائڪڊمي ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا؛ هڪڙو مسٽر أڌارام چاندومل ٽڏاڻي، جو پوءِ وڃي ڊپٽي ايڊيوڪيشنل اِنسپيڪٽر ٿيو. ٻيو هاسومل سدار نگاڻي، جو پوءِ وڃي ايڊيوڪيشنل اِنسپيڪٽر ٿيو ۽ ٽيون هاسومل مورجمل آڏواڻي، جنهن ماستري ڇڏي وڃي اباڻي زميناري ڪئي. انهن پنجن ئي کي ديوان ڏيارام، ائڪڊمي ۾ ڇڪي آندو ۽ ائڪڊمي کي وري ڪنئين سال تہ چڱن ماسترن جي درڪار ڪانہ هئي.

ديوان ڏيارام چوندو هو تہ پِٽ اِنگلنڊ جو بينڪي راڄ هن ڪري وڌائي سگهيو جو هو سڀ ڪان سٺا آدمي چونڊيندو هو. هن بہ هاڻي ائين ڪيو. ڪجهہ سبق پريداس جي ڇڏي وڃڻ مان، ڪجهہ مسٽر سين کي چڙواڳي نہ ڏيڻ جي لفظي تڪرار مان بہ پرايو هئائين، سو مسٽر بولچند کي ڪلي اختياريون ڏنائين ۽ ڪابہ دانهن هن جي برخلاف ٻڌندو ئي ڪين هو. ماسترن ۾ تہ البت ايرڪا ٿيندي هئي جو مسٽر کانچند، ديوان بولچند جو پيٽيويو هو ۽ سڪول ڇڏڻ کانپوءِ ساڻس گاڏيءَ ۾ وهندو هو ۽ سانجهيءَ جو بہ ساڻس گهمڻ ويندو هو. ٻين گرئجوئيٽن ائين ٿي سمجهيو تہ هنن جا حق مارجي ويا آهن ۽ تنهنڪري

هڪ هڪ ويو ائڪڊمي چڙيندو. انهيءَ ڳالهہ ديوان ڏيارام کي گھٽيءَ چنتا ۾ وڌو. ديوان هميشہ کان پريزيڊنٽ هو، پر ڏٺائين تہ پيو ڪو رستو ڪونهي پر تہ پختيون پانهون ڪيس مليون، سو اندريون ڪم انهن جي آڌار چڙيائين ۽ پاڻ باقي حساب ڪتاب وغيره سو ڪيترا ڏينهن رکندو رهيو ۽ پيسن جي انتظام جي نگھباني ڪندو رهيو.

باب نائون

# ريفارم ائسوسيئيشن

ڏيارام چوندو هو تہ مونکي ڪاليج جا درسي ڪتاب رُکيءَ مانيءَ جهڙا لڳندا آهن ۽ ٻيا ڪتاب آهن گويا لونڻ ۽ ٻاجي، جن ڪان سواءِ ماني سوادي ڪين لڳي. ساڳيءَ ريت آفيس جو روز مرهہ جو رواجي ڪم لڳيم رکي روٽي ۽ جيستائين ٻيو ڪو ڪم نہ ٿو ڪريان تيستائين سواد ئي ڪونہ ٿو اچي. گرهست ڪن. نتيجو اهو تہ انهن جا ٻار ضعيف يا روڳي ۽ مائر بہ جلد مريو وڃن. وري هڪڙي زال مئي نہ آهي تہ نڪ ٻيءَ سان شادي. وري ڪنياءُ ڪهڙو جو ننڍي هوندي ڪنهن استريءَ جو پتي مري تہ ان کي سڄي عمر زوريءَ وڌاپٽي ۾ رهايون ۽ چئون تہ زال کي ڪو حق ڪونہ آهي هڪ مرد جي مرڻ ڪان پوءِ ٻيءَ شاديءَ ڪرڻ جو. باقي مرد ڀل ڪيتريون بہ شاديون ڪري.

زال ذات تي وڏو ويچار تا ڪريون. اهو ليڪچر راج رشي ديوان ڏيارام صاحب ١٨٩٥ع جي ڊسمبر مهيني ۾. شايد ناتال جي ڏينهن ۾ سکر سڌار سڀا جي جلسي وقت هينئنءَ مضمون تي ڏنو:

"Seven sins against woman"

اهو سندس ليڪچر بمبئيءَ پاسي ۽ روهڙيءَ جي ٽيڪمداس آشرم وارن هزارين ڪاپين جي انداز ۾ ڇپائي عام پرسڌ ڪيو هو. جنهن تمام چڱو اثر سنڌ جي نر ۽ نارين تي ڪيو.

وري منو مهراج جي چوڻ جو اُبتو مطلب ڪڍي چئون تہ زال کي ڪڏهن بہ آزاد نہ رهڻو آهي. ننڍي هوندي ماءُ پيءُ جي آڌين. پرڻي پتيءَ جي ۽ وڌواپٽي ۾ پٽ يا ساهرن جي اڌين. راناڊي جهڙي ودوان

لکيو آهي تہ حقيقت ۾ منو مهراج جو سچو پچو مطلب اهو هو تہ زال کي ڪذهن بہ بنا سهاري ۽ بي بچاءَ نہ ڇڏجي تہ اسانجي خود غرضيءَ ڪري استري سڄي چمار پراڌين رهي ٿي. اهڙيون ڳالهيون ڳٽي اسانجو ودوان قاعديدان ديوان ڏيارام چوندو هو تہ هندن جو قاعدو گهڻو ئي چڱو، پر زالن جي باري ۾ ڪنور آهي. ڪجهہ قاعدي جون سختيون تہ ڪجهہ وري پنگتي سختيون ۽ ڪجهہ ڪرسمن جو قيد. پتيءَ کي ڏينديون هيون پٽي، سهرو ۽ ڏير جي پيءُ ۽ ڀاءُ سمان آهن، تن کان ڊڪينديون هيون منهن. باقي بزارين ۽ باڪرين اڳيان بيشڪ منهن کولي ڳالهائين! ڏيارام جو چوڻ هو تہ انهن رسمن ۽ پردي جي رواج ۾ ڪي گڻ بہ آهن، جن جو ڪنهن وقت اسان چڱو فائدو ورتو، پر هاڻوڪي زماني ۾ اُنهن جي ضرورت نہ آهي.

وري انهن ڏينهن ۾ ڳهہ ڳنا بہ اهڙا هئا جي زالن واسطي مصيبت هئا. ڪن ۾ ڪرڪيون ۽ نڪ ۾ نٿ ۽ بولو، جنهنجو ڏاوڻ مٿي جي وارن ۾ ڪنڊيءَ سان اَٽڪيل، ڇڻ ڪا اُٺ جي مهار آهي ۽ نٿ ناڪيلي آهي. ٻانهن ۾ عاج جون ڳتيون شل ڪنهن کي نہ پون! ٻانهين پائيندي سوڙها چوڙا هٿن ۾ ڦٽ ڪري وجهندا هئن ۽ ڪائڻ ۾ تڪليف ڏيندا هئن. وات ۾ گرهہ وجهڻ مهل ٻانهن تنبي ٿي پوندي هين. اڌ گهير ڪري مس وات ۾ گرهہ وجهي سگهنديون هيون. ڪراين تي ڳؤرا ڪنگڻ، هٿن ۾ منڊيون، ست آئينا وڇون، مرن تي پائزيب، پيرن ۾ اڍائي سير روپيون ڪڙيون يا جهانجهرا، پيرن جي آڱرين ۾ بندرا، وري جتي ڪهڙي، جنهن ۾ چيچ ۽ ڀاچ ٻاهر باقي ٽي آڱريون اندر. پيشگير وري اهڙو جو هلن تہ ڏائو هٿ پيشگير ۾ رڌل رهي، ٻوءِ هڪڙي هٿ سان ڇا ڪري سگهجي.

زناني تعليم جي باري ۾ گهڻو ڪري رڳو گرمکيءَ تي زور هو. ڪا ورلي سنڌي ڄاڻندي هئي. پر مرد چوندا هئا تہ جي سنڌي انگريزي

سکيون تہ حياءُ چٽ ٿي ويندن. قضا سان ڪا وڏوا ٿيندي هئي تہ ٻارهن مهينا منهن ڍڪي وهندي هئي ۽ هر روز زالن ۾ ويهي ٿي چار ڪلاڪ ٻار ڪيڙا پوندا هيس. ميرا ڪپڙا ڪري پٽ تي سمهندي هئي ۽ سادو ڪاڏو کائيندي هئي. خود پيڪي گهر بہ ڏينهڪ نہ وڃي سگهي. مطلب تہ کهڙيون ڳالهيون ڪجن ويچارين زالن جي حال جون!

تن ڏينهن ۾ سول سروس وارن کي ٻہ امتحان پاس ڪرڻا پوندا هئا. ديوان ڏيارام اهي پاس ڪري حيدرآباد ۾ آيو تہ سرڳواسي ساڌو هيرانند جي ٻينڪ بہ حيدرآباد ٿي. حيدرآباد جي ٽريننگ ڪاليج، جنهن کي تن ڏينهن ۾ نارمل سڪول ڪري سڏيندا هئا تنهنجو پرنسيپال ديوان ڪؤڙومل ٿي آيو. ٽيئي ڪراچيءَ وارا دوست وري اچي حيدرآباد ۾ ڪٺا ٿيا ۽ پنگتي حالتن سڌارڻ جي ڪوشس ڪيائون.

ديوان نولراءِ، ڪيشب چندر سين جي اثر هيٺ هو ۽ هو بہ سڌاري جو ڪانکي هو. ديوان ميٺارام ميراٺو ماٺهو هو ۽ انهن رواجن کي يڪدم ڊاهڻ لاءِ راضي نہ هو. پر ننڍو ڀاءُ پٽ سمان چوي ۽ ميٺارام نہ ڪري، سا ڳالهہ بہ ٿيڻ جي نہ هئي انهن بزرگن جي مدد سان ۽ ٻين ڪن کي شامل ڪري هنن هڪڙي سوشل رفارم ائسوسيئيشن ٺاهي. انهيءَ منڊليءَ جا ميڙ هفتي هفتي ديوان ميٺارام جي ڪليل پٽ ۾ ٿيندا هئا، جتي هينئر بندو آشرم آهي. سوين ماڻهو اُتي ايندا هئا ۽ ڪيترائي پنگتي سڌار منڊليءَ جا ميمبر ٿيا، پر سڌارو ڪو سولو ڪونہ هو. ديوان نولراءِ صاحب جو پيءُ ديوان شوقيرام عامل پنچات جو مکي هو. هن بہ ڏيتيءَ ليتيءَ جي باري ۾ گهڻيون ئي پنچاتون ڪنيون ڪيون هيون، پر ڪنو ڪي ڪين. جنهن رسم جي چار لالچ ۾ ڪتل آهي، سا سولي ٻاهر ڪين نڪرندي. جا رسم جهوني آهي سا ڪا هڪ اڌ سال ۾ ڪين ڪي ڊهي سگهندي. سو هنن سڌارڪن کي ڏاڍا ڪشالا پيا. ويتر ڪي وڏا ماڻهو اُنهن جي آڏو اچڻ لڳا. جيتوڻيڪ پنگتي سزا

قاعدي جي سزا کان وڏيڪ ليکبي آهي تہ بہ هت پنگت ئي پاڻ ۾ تهيل نہ هئي، سو ڪجي تہ ڪجي ڇا؟ هن تڏهن بہ همٿ نہ هاري، پنهنجي پنگتي سڌار منڊليءَ جا متا هيٺينءَ طرح مقرر ڪيائون:

١. ننڍپڻ جون شاديون روڪجن
٢. شاديءَ تي ڏيتيءَ ليتيءَ جو خرچ گهٽائجي.
٣. اِستري سکيا جو واڌارو ڪجي ۽ استرين جو پنگتي درجو سڌاري اوچو ۽ اعليٰ ڪجي.
٤. ڪي بہ اهڙا ڪم ڪجن يا اُپاءَ ونجن جن سان مٿين مقصدن جي پوئواري ٿئي.

ڏيارام جو اِرادو ٿيو تہ انهيءَ منڊليءَ جي ميمبرن کان اهي پرڻ ڪرائجن ۽ جيڪو بہ ميمبر انهن پرڻن يا انجامن تي نہ هلي تنهن تي ڪجهہ ڏنڊ وجهجي، جو قاعدي موجب وصول ڪري سگهجي. سنہ ١٨٦٠ع جي ائڪٽ نمبر ٢١ ۾ جو ڌرمي ۽ داني منڊلين کي رجسٽر ڪرڻ جو ائڪٽ هو، تنهن ۾ هڪڙو اهڙو قلم هو، جنهن موجب ميمبرن کان ڏنڊ وصول ڪري سگهجي، پر پنگتي سڌار منڊل انهيءَ ائڪٽ جي مدعا هيٺ اچي نہ سگهيو. ڏيارام درخواست ڪئي تہ سنہ ١٨٦٠ع جي ٢١ نمبر ائڪٽ ۾ اهڙو سڌارو ٿئي، جو هي پنگتي سڌار منڊليون بہ انهيءَ هيٺ رجسٽر ڪرائي سگهجن. لکپڙهہ بمبئي سرڪار ڏانهن ويئي. انهن ڇيو تہ اهو سچو قاعدو سڌارڻ لائق بيشڪ آهي، پر حال حاضر انهيءَ ڳالهہ کي نہ ڇيڙبو. تنهنڪري سرڪاري قاعدي دان بمبئي سرڪار کي اها سفارش ڪئي تہ هيءَ منڊلي هندستاني ڪمپنين جي ائڪٽ نمبر ٦، سال ١٨٨٤ع واري هيٺ رجسٽر ڪجي، انهيءَ لاءِ تہ داني منڊلين جي ائڪٽ نمبر ٢١، سال ١٨٦٠ع واري کي سڌارڻ جي ضرورت نہ ٿئي. انهيءَ صلاح موجب مڪاني سرڪار کي اِها اختياري هئي تہ سفارش ڪري تہ هيءَ پنگتي سڌار منڊلي ڪمپنين جي ائڪٽ جي ٢٦ قلم موجب رجسٽر ٿئي. مڪاني سرڪار کي اهڙي درخواست

ڪئي ويئي پر مڪاني سرڪار بہ چيو تہ اڳي تہ ڪا اهڙي منڊلي ڪمپنين جي ائڪٽ هيٺ رجسٽر ٿيڻ لاءِ نہ آئي آهي، سو اُنهن سڀ ڪاغذ ولايت موڪليا. آخر فيصلو ٿي آيو تہ بيشڪ موڪل ڏجي تہ اها پنگتي سڌار منڊلي ڪمپنين جي ائڪٽ هيٺ داخل ٿئي ۽ آخر ١٥ آگسٽ ١٨٨٨ع جي اها منڊلي رجسٽر ٿي. انهيءَ دير مدار ڪيترن سڌارڪن جي دلين ڪي تہ ٿڌو ڪري ڇڏيو هو پر ڏيارام ۽ سندس دوستن (ديوان نولراءِ، ساڌو هيرانند، ديوان تاراچند ۽ ديوان ڪوڙومل) جو جوش اهڙو ئي قائم رهيو. هن جي اها ئي ڪوشش هئي تہ ڏيتي ليتيءَ ۾ جيتري قدر ٿي سگهي، اوتري قدر سڌارو ۽ سهوليت ڪجي. تنهن تي پنچات جون ميٽنگون ڀائي پياري رام جي ٽڪاڻي ۾ ٿيون، جتي گهڻين جا پير مرد ۽ بزرگ سڏايا ويا ۽ سڀني جي صلاح ۽ رضامنديءَ سان اهو نهراءُ ٿيو تہ ڏيتي ليتي شاديءَ جي ٥٠٠ رپين اندر ڪجي، وڌيڪ نہ. اهو پنچاتي نهراءُ اٽڪل ٻہ ادائي ورهيہ چڱيءَ طرح هليو.

هن منڊليءَ جا اصل منڍ ۾ ڪل ٢٣٠ ميمبر ٿيا. تمام گهڻيءَ ڪوشش بعد ١٢٠٠ ميمبر ڪيا ويا، جن اقرار ڪيو تہ انهيءَ مٿن سان ٻڌل رهندا پر بدقسمتيءَ جي ڳالهہ اها ٿي تہ اُنهن مان هڪڙي نامياري وڪيل، انهن انجامن مان هڪڙو انجام ڀڳو ۽ ڏنڊ ڏيڻ کان انڪار ڪيائين. مٿس ڪيس ڪيو ويو، ڪيس اهڙو قوي هو، جو هن ڏنڊ آخر ڀري ڏنو. انهيءَ ڪري منڊليءَ جو ڪجهہ وقت تائين ڏاڍو مان ٿيو.

پرَ ٻيون سخت مشڪلاتون پيش آيون. هڪڙو تہ عاملن مان ٦٠٠ گهر ڪن اجا تائين اهڙا هئا جيڪي هن منڊليءَ جا ميمبر ئي ڪين ٿيا هئا؛ انهن ڏيتي ليتي جام ٿي ورتي. منڊليءَ جي قاعدن موجب وٺڻ واري تي ڏنڊ هو، نہ ڏيڻ واري تي، تنهن ڪري منڊليءَ جي ميمبرن کي ڀٽي ڪس ٿي لڳي. وٺي سگهن ڪين ۽ ڏيٺو پوين. ٻي گهٽتائي اها هئي جو ميمبرن جا وارث انهن شرطن سان ٻڌل نہ هئا. سو ڪن ميمبرن جو

چالاڻو ٿي ٿيو تہ سندن پوين وري چالو رستو اختيار ٿي ڪيو. ٿيون تہ ڪورٽن ۾ دعوئي ٿي نٿي سگهي. سرڪار کي عرض ڪيو ويو تہ منڊلي جيڪو ڏنڊ جو فيصلو ڪري، تنهنجي ڪورٽ مان ڊڪري ملي، اها ڳالهہ سرڪار قبول نہ ڪئي. تنهن ڪانسواءِ جيتوڻيڪ ڪيتريون فيون سرڪار مِعاف بہ ڪيون هيون، تہ بہ ڪمپنين جي قاعدي موجب جيڪي فيون ڏيٽيون ٿي پيون ۽ ڪاغذ پنا ۽ پرچار لاءِ پستڪ جيڪي ڇپائڻا ٿي پيا، سوئي خرچ تمام گهٽو ٿي ٿيو. وري ڪيترن ميمبرن چندو ڏيڻ بہ بند ڪري ڇڏيو ۽ ۽ زالن بہ قصي کي رولي وڌو. زالون ڏيتيءَ ليتيءَ جي گهٽائڻ جي ايترو تہ آڌو آيون جو آخر منڊليءَ فيصلو ڪيو تہ پنگتي سڌار جو بنياد پختو تڏهن ٿيندو، جڏهن ڇوڪرين جا سڪول کولبا. تنهنڪري منڊليءَ ساڌو هيرانند کي اختياري ڏني تہ جدا جدا محلن ۾ ٿي ڇوڪرين جا سڪول کولي.

ڏيارام ۽ ساڌو هيرانند مٿان ڪري وهڻ جهڙا مڙس نہ هئا. ڏيارام تہ چائو ئي بلوي جي سال ۾ هو، سو ڪرسمن جي برخلاف بلوي ڪرڻ لاءِ تيار هو، ساڌو هيرانند چيو تہ دير سا پوندي باقي ۾ درست ٿيندو. ڇوڪرين جا سڪول ڪڍي، ننڍڙي هوندي کان وٺي ڇوڪرين کي قوم جي ڪرسمن بابت سکيا ڏينداسون تہ سڌارو پڪ ٿيندو. هن کان اڳ فقط هڪڙو سڪول ڇوڪرين جو کليل هو اهو هو ميونسپل سڪول. انهيءَ سڪول لاءِ ديوان نولراءِ ١٥٠٠ رپيا ياڻ ڪڍيا ۽ ١٥٠٠ رپيا ديوان سهجرام چاندومل آڏواڻيءَ دفتردار کان ورتا ۽ انهيءَ سڪول تي ديوان نولراءِ جي پتا ديوان شوقيرام ۽ ديوان سهجرام جي پتا ديوان چاندومل جي يادگيريءَ ۾ ”شوقيرام چاندومل گرلس سڪول“ نالو رکيو ويو. اهو سڪول ١٨٨٥ع جي ڊسمبر مهيني جي ٣ تاريخ ميونسپل کان کولرايو ويو. انهيءَ سڪول ۾ ديوان نولراءِ ۽ ساڌو هيرانند صاحب ڪم ڪندا هئا. هاڻي وري بيا ڇوڪرين جا

سڪول پنگتي سڌار منڊليءَ جي سهاري هيٺ کوليا ويا.

ڦھريون ڇوڪرين جو سڪول ھن منڊليءَ جي ٻاران جو ساڌو هيرانند کوليو سو هو ڏونھين گهٽيءَ وارو سڪول. راءِ بهادر ديوان پريتم داس حڪومتراءِ شهاڻيءَ (عامل ڪو آپريٽو بئنڪ واري) مهرباني ڪري پنهنجي هڪڙي جاءِ بنا مسواڙ سڪول کي ڏني، جنهن ۾ ڦهريائين نڪي هبون بئنچون، نہ ٻيو سامان رڳو تڏا هوندا هئا. ماستريائيون بہ پوري پني سنڌي ڄاڻنديون هيون. باقي گرمکي اکر پڙهي سگهنديون هيون. ٿورن ڏينهن ۾ ٻہ ٻيا سڪول بہ پنگتي سڌار سيا جي سهاري هيٺ جاري ٿيا. انهن سڪولن جي نگهباني ساڌو هيرانند ۽ ديوان پريداس ڪندا هئا. انهن سڪولن جو چيئرمين ديوان تاراچند صاحب هو. ساڌو هيرانند جي ديهانت کان پوءِ ديوان کانچند پرتابراءِ، ائڪڊميءَ ۾ آيو. تڏهن اهو ڪم ديوان ڏيارام هن کي سونپيو، جنهن پنهنجي شڪتيءَ آهر ڪئين سال سڪول هلايا. پوءِ وري ديوان ڏيارام پنهنجي پاڻتئي ديوان شيرومل کي انهن سڪولن هلائڻ لاءِ هرڪايو ۽ ڪيس اهو ڪم سونپيائين.

ٻيو سڪول، سنسڪرت سڪول جي خالي ڪيل جاءِ ۾ ڪيو ويو. ٽئين سڪول لاءِ وري ڀائي هر ڀڄن صاحب، جو ڀائي گرپت صاحب جي ٽڪاڻي جو گادي نشين هو، تنهن کي ديوان ڏيارام صاحب، ڀائي جڳتراءِ صاحب جي ٽڪاڻي جي سامهون جو پٽ پيل هو ۽ جو ڏنل ئي منشي گدومل جو هو، تنهن تي سڪول جي جاءِ ٺهرائڻ لاءِ چيو. ڀائي صاحب چيو تہ اها جاءِ ئي توهانجي ڏنل آهي، سو ٺهرايو بہ اوهين، پيسا مان ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. اها سڪول جي جاءِ، جنهن ۾ هاڻي لالواڻي سڪول آهي، سا ديوان شيرومل ٺهرائي ۽ جڏهن ٽي پٽيون ڪم جون ٿي ويئون، تڏهن ديوان مولچند جاگيردار خيرپوري، جو انهيءَ ٽڪاڻي جو ٽرسٽي هو، تنهن اچي اهو ڪم پورو ڪيو. اهڙيءَ طرح پنگتي سڌار سڀا جا ديوان کانچند جي ڏينهن ۾ هيٺيان پنج سڪول

هئا:

١. دونهين گهٽيءَ وارو سڪول
٢. لالواڻي گهٽيءَ وارو سڪول
٣. چند يراماڻي گهٽيءَ وارو سڪول
۴. ڪيانتي ٽنڊي وارو سڪول
۵. جواهرين جي گهٽيءَ وارو سڪول

ديوان کانچند ١٩٢۴ع ۾ سرڳ پڌاريو ۽ انهيءَ ڪانپوءِ راءِ بهادر ديوان پريمچند آوتراءِ جهنگياڻي پينشن وٺڻ بعد انهن سڪولن جو مئنيجر ٿيو. ديوان کانچند جي ڏينهن ۾ مسٽر گدومل منسڪاڻي، ايڪدميءَ جو ڪلارڪ هو سو به گهٽيءَ خوشيءَ سان هنن سڪولن جو ڪم ڪندو هو ۽ سڪولن جو ڪلارڪ به هو، جنهن لاءِ هن کي پگهار ملندي هئي. انهيءَ کي ديوان شيرومل چيو ته هيرآباد ۾ پٽ پيا وڪامن؛ ديوان بولچند آهي ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ چئينس ته هڪ پٽ سڪول واسطي به وٺي ڏئي. ديوان کانچند به ديوان بولچند کي چيو. ديوان بولچند همت نه پي ساري، چيائين ته سڪول اسانجا آهن ۽ مخالف ڏر چوندي ته پاڻ کي پيا ورسائين، پر نيٺ ديوان شيرومل جي چوڻ ۽ ڏئڻ ڪري ديوان ڏيارام. ليلي صاحب ميونسپل انجنيئر کان هڪڙو پٽ نشان ڪرايو ۽ نيلام ڪرڻ کان روڪائي ڇڏيو. اهو پٽ نيٺ سڪول کي مليو، پر اڏائڻ لاءِ پئسا ڪٿان اچن؟ سڌار سيا کي پئسا هئا، پر سڀ جدا جدا ڪمن لاءِ اڳيئي پاسيرا رکيل هئا. ماڻهو چندو به ڪين ڏين ها، ڇو جو اجا هيرآباد وسي ڪانه هئي. گهر به اجا هٿا ٽڪ ۾ ٿي، تنهنڪري ديوان شيرومل ۽ ديوان کانچند پهه پچائي ديوان ميٺارام ڌرمادا ٽرسٽ جي هيرآباد واريءَ جاءِ ۾ هڪڙو نئون سڪول کوليو، جنهن ۾ پهريائين ٢۵، ٣٠ ڇوڪريون مس هيون، سي به ديوان شيرومل ۽ ديوان چئنراءِ واري سڪول مان آڻي وچي وينيون، پر جيئن هيرآباد ويئي وسندي، تيئن سڪول ويو پربو ۽

هيرآباد واري جاءِ جا ۴۵۰۰ فوٽن کان بہ مٿي آهي، سا بہ سوڙهي ٿي پيئي. ساڌو هيرانند کان پوءِ جڏهن ديوان پرڀداس سڪولن جو مئنيجر هو. تڏهن ديوان ڏيرام پنهنجن پئسن منجهان ديوان پرڀداس جي حياتيءَ جو ويمو سڪول جي فائدي ۾ آتارائي ڇڏيو هو. جي پئسا ديوان پرڀداس جي پرلوڪ پڌارڻ کان پوءِ يا ۵۵ سالن جي عمر ۾ ملڻا هئا. ديوان پرڀداس صاحب کي پڳوان وڏي حياتي بخشي ۽ ويمي لاءِ چندو بہ ديوان ڏيارام ڏهين هزارين کان وڌيڪ ڀري چڪو هو. ڪمپني پاڳن واري هئي. هن وقت ديوان پرڀداس صاحب جا ۵۵ سال بہ اچي ٿيا ۽ پوءِ اهي ڏهہ هزار رپيا مليا ۽ اداڻي هزار رپيا ديوان تاراچند صاحب پنهنجي ماتا جوهر بائي جي پوتر يادگيريءَ ۾ ڏنا ۽ ٻيا ٿورا سوشل رفارم فنڊ مان ۽ چندو وغيره ونيا، ائين ميڙي سيڙي ۱۸۰۰۰ رپيا ڪيائون ۽ ۱۸۰۰۰ رپيا سرڪار کان بلڊنگ گرانٽ وٺي، خاصو ڪشادو ديداري سڪول ۱۹۲۷ع ڌاري نهرايائون جو جوهر بائي سڪول جي نالي سان مشهور آهي. پوءِ جون واري مهيني ۾ ترسٽ واري جاءِ ڇڏي ڏنائون. اهو سڌار سڀا جو ڇوڪرين لاءِ ڇهون سڪول ٿيو.

مڪڪي پاڙي ۾ ڪن سنڌورڪين ۽ چيدن پائيبندن سڌار سڀا کي سندن پاڙي ۾ سڪول کڏڻ لاءِ چيو ۽ بہ جاين جا ٽڪر هڪ گهٽيءَ جي هڪ پاسي ۽ هڪ ٻئي پاسي، جن ۾ گهٽي روشنائي کانہ هئي، بنا مسواڙ ائسوسيئيسن کي ڏنائون، جنهن ۾ ڪجهہ سال سڪول هليو. پوءِ اڳيان هڪ جاءِ هئي جنهنجو در مڪڪي گهٽيءَ کان بہ هو ۽ سرور جي قبيءَ کان بہ هو. اها جاءِ سڀا وارن ورتي ۽ پنهنجو مڪڪي گهٽيءَ وارو سڪول اُتي ڪيائون. هيءُ ٿيو ستون سڪول سڌار سڀا جو هاڻي اُهو سڪول اُتان بہ ڪٽي ويا آهن. جو هڪڙيءَ مائيءَ پنهنجي پتيءَ جي نالي جي پوتر يادگيريءَ ۾ جاءِ بہ ڏني آهي ۽ مرمت لاءِ ۱۲۰۰ رپيا بہ ڏنا اٿس. مرامت ڪرائڻ کان پوءِ سڪول انهيءَ جاءِ ۾ آهي.

سڌار سڀا جي بانيڪارن کي سڪولن کڏڻ جون بہ مرادون

هيون. هڪڙي چوڪرين کي تعليم ڏيڻ ۾ ہي اها تہ وڏوائن لاءِ روزگار جي واٽ کولين. ڀهريائين ماسترياڻيون گهٽو ڪري وڏوائون هيون، پر جيئن تعليم وڌي تيئن ماسترياڻين ۾ لياقت ۽ هوشياري وڌيڪ گهربل هئي، انهن لاءِ هڪ ناري شالا ڪڍي ويئي، جتي سڀڻ ۾ پرڻ جو ڪم ٿيندو هو. اُتي بہ ديوان ڏيارام صاحب جو پيسو ڪم آيو. ڪنئين

مشينون ونـي ڏنائين. گرو گڙ صاحب، صاحبن لاءِ صندل ۽ چندو وغيره، جي اُتي رکيل آهن، سي وٺي ڏنائين. مسٽر گدومل بہ هن ڪم ۾ ڀاڱ کي ڏاڍو پتوڙيو؛ شاباس هجيس جو هيتري ڪلارڪيءَ جي ڪم ڪانپوءِ بہ، اوير سوير هي ڪم پيو ڪندو هو. سرڪار جي گرانٽ نہ هئڻ ڪري، هينئر اها شالا بند ٿي ويئي آهي. هن ناري شالا جو مثال وٺي بہ ٻيون ناري شالائون جاري ٿيون آهن، جي چڱيون ڀيون هلن. هڪڙي ڊاڪٽر وليرام واري، جا دادي پوچي ٻائي ڪڍي آهي ۽ ہي آهي ٻائي بندن جي جا جهوڙيملاٽي گهٽيءَ ۾ آهي ۽ هاٽي هنري شالا بہ پيئي هلائي، اهڙي طرح استري سکيا ۾ ناري شالائن جو ڪم زور وٺندو ٿو وڃي.

باب ڏهون

# پليگ ۽ ڏڪار ۾ سمائٽا ۽ شيوا

جنوري ١٨٩٧ع ۾ پليگ جا ڪجهہ ٻاهران آيل ڪيس حيدرآباد ۾ ٿيا. ٨ جنوريءَ کان ١٩ فبروريءَ تائين، ٣٣ ڪيس، ٢٨ موت ٿي ويا. مسٽر ڊاجسن صاحب، حيدرآباد جي ڪليڪٽر ڪي سرڪار حڪم ڪيو تہ پنهنجو دؤرو بند ڪري، حيدرآباد کي پليگ کان بچائڻ جي ڪوشش ڪر. هن گهر گهر جي چڪاس شروع ڪرائي ۽ بيمارن کي لانڍين ڏانهن ڪٽايو. ٢٣ فيبروريءَ تي هڪڙو پاڙو سڄو ئي خالي ڪرايائين. اٽڪل سؤ کن گهر لڏارايائين جو اتي پليگ جا ڪيس وڌندڙ هئا.

پليگ جي بيماري نئين هئي ۽ نہ سرڪار کي، نڪي ماڻهن کي ڪا پوري پروڙ هئي تہ ڇا ڪجي. سرڪار جي گهرن خالي ڪرائڻ جي سخت ڪارروائي ڪري، ماڻهن ۾ هراس پيدا ٿيو. حيدرآباد گهڻي قدر خالي ٿي ويئي. ٣-مارچ جي ظاهر ٿيو تہ خود شهر ۾ بہ ڪيس ٿيڻ لڳا آهن. ٻين شهرن ۾ پليگ نہ پکڙجي، تنهنڪري ريلوي سٽيشن تي چڪاس لاءِ ڊاڪٽر رکيا ويا، جن بيمارن کي ٻاهر نہ ٿي وڃڻ ڏنو. ميڊيڪل سڪول جي ١٦ شاگردن کي مکيہ رستن تي بيهاريو ويو تہ متان ڪو بيمار شهر ڇڏي وڃي ٻين شهرن ۾ اها بيماري پکيڙي.

جيڪي گهر خالي ڪرايا ويا هئا، تن مان تمام گهڻا مئل ڪئا لڌا. حيدرآباد جو جج مسٽر آرنائيٽ ۽ ڪراچيءَ مان سنڌ ڪاليج جو پرنسيپال مسٽر هيسڪيٿ ۽ شڪارپور جو جج ڏيارام گدومل سويم شيوڪ ڪنا ڪري، اچي ڪليڪٽر صاحب جي مدد لاءِ بيٺا.

ڏيارام جي دياوان هردي کي تمام صدمو پهتو، جو هن ڏنو تہ

شهر تي سخت آپدا آهي. پنهنجي تن، من ۽ ڌن سان ماڻهن جي شيوا ۾ لڳي ويو. ٽي مهينا موڪل وٺي آيو. هڪڙي خانگي اسپتال تلڪ چاڙهيءَ جي هيٺان، قيمتراءِ ورنيڪيولر سڪول نمبر ۾، جتي هاڻي ڪندنمل گرلس سڪول آهي، اُتي اچي جاري ڪيائين. اسپتال هلائڻ ۾ ريورنڊ ڪئني صاحب ۽ مس پگٽ ڊاڪٽري ڪم ۾ مدد ڪئي. مٿان هڪ ٻيرو نگهباني ڪرڻ لاءِ سول سرجن ڊاڪٽر هينڊرسن صاحب به ايندو هو. ماڻهن کي محبت سان کاڌ خوراڪ پهچائڻ لاءِ ۽ لاوارث مردن کي هندو ڌرم موجب سنسڪار ڪرڻ ۾، ڀائي مولچند عاج وارو به تن، من ۽ ڌن ڏيئي، ديوان ڏيارام سان شامل ٿي بيٺو هو. ڀائي ڪلاچند وري ڀڄن ٻڌائي بيمارن جي روح کي راحت ڏيندو هو. خزانچيءَ جو ڪم مسٽر ڪنول سنگهه پاڻ تي کنيو ۽ راءِ بهادر ديوان ڪؤڙو مل ۽ ديوان ڪندن مل منگهر سنگ ۽ ٻيا به ڪيترا دوست هن ڪم ۾ ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺا.

شهر خالي ٿي ويو. مارڪيٽ کان قلعي تائين ڪڪڙو ڪو لڳي پيئي هئي. مسٽر ڪنول سنگهه چوي ٿو ته ڏيارام ڪيس حساب ڪتاب رکڻ تي وهاريو ۽ چيائينس ته هاڻي آئي آهي عام ماڻهن تي آپدا، سو اسانجو فرض آهي ته هر هڪ کي مدد ڪريون. چيائين ته جيڪي به خرچ ٿئي سو ٻيو ڪجانءِ. وڏيءَ دل سان ڪيس کلي اختياري ڏيئي ڇڏيائين. پاڻ به پليگ هاسپيٽل ۾ ڪم ڪندو هو. سيني سويم شيوڪن وانگر چار ڪلاڪ مقرر ڊيوٽي اسپتال اندر مريضن جي شيوا ڪرڻ لاءِ ڏيندو هو. هر روز ۹ بجي صبوح کان ۱ بجي تائين مريضن کي مدد ڪندو هو ۽ ڪين ڪير ۽ دوا پنهنجن هٿن سان پاڻ ٻياريندو هو. هڪ بجي مارڪيٽ واري بنگلي ۾ وڃي، ڪپڙا لٽا ڊسنفيڪٽ ڪندو هو ۽ پوءِ سنان پاڻي ڪري ۽ ڊسنفيڪٽ تيل نوان ڪپڙا پائي پنهنجي ڪٽنب جي ڀاتين سان ملڻ ويندو هو. وري سانجهن جو ۴ بجي نگهباني ڪرڻ ايندو هو. مريضن جي مٿن مائٽن کي خبرچار ڏيندو هو ۽ ٽڪتون

بہ اُنھيءَ مهل ماڻهن کي پنهنجن مائٽن کي ڏسڻ لاءِ ملنديون هيون. پوءِ آفيس ۾ حساب ڪتاب تي نظر ڪري، ڇهين وڳي ڏاري ڀائي ڪلاچند ۽ ڀائي مولچند جهڙن سنتن سان گهمڻ ويندو هو.

بازار بند ٿي ويئي، سيڌو پاڌو ۽ ڀاڄي نہ ٿي ملي سگهيا. تنهنڪري پليگ اسپتال ۾ ڀاندو کوليو ويو. بيمارن ۽ سندن مائٽن ۽ ٻين لاءِ سپرنٽينڊنٽ ضرورت آهر سيڌي ۽ ڀاڄين لاءِ چٺيون ڏيندا هئا ۽ اُنهي موجب هر هڪ کي پيو سامان ملندو هو؛ سداورت پيو هلندو هو. ڀائي مولچند جا ماڻهو ڪٽان بہ سيڌو، ڀاڄيونءَ پيون شيون پيدا ڪري اٽيندا هئا. وري خوبي اها تہ ڀائي مولچند انهيءَ لاءِ پنهنجا ۽ پنهنجن مائٽن جا پئسا خرچ ڪندو هو. اسپتال مان ڪين وٺندو هو. ماڻهن ڏنو تہ ديوان بيٺو آهي پاڻ، سو گيٽ دان بہ اچڻ لڳو. ڪن دوائون موڪليون، ڪن ايلسي مٽن جا مڻ، ڪن ڪفن، ڪن باسڻ پرتي ڪيا. ڪٽڻ وارا بہ مشڪل ملندا هئا. سو ڪن اهو ڪم پاڻ تي کنيو ۽ ماڻهو مقرر ڪري ڏنائون.

اسپتال ۾ چار ڊاڪٽر ۽ چوڏهن پندرنهن نرسون هيون. انهن سڀني جي پگهار جو بار ديوان تي هو. ديوان ڪنول سنگهہ ٿو چوي تہ هڪ ڏينهن عملي جي خرچ لاءِ ۽ ڪجهہ هٿ ۾ رکڻ لاءِ ٧٠٠٠ هزارن جو چيڪ ديوان کي ورتم. سمجهيم تہ ٿي چار ڏينهن وڌيڪ پئسن جي گهرج ڪانہ ٿينديم، پر هڪ ئي ڏينهن ۾ پئسا کپي ويا. ٻئي ڏينهن صبوح جو ڏيارام ٩ وڳي آيو، البت سوچ ويچار ۾ ويٺل ڏنائينم. پڇيائين تہ مايوس ڇو ويٺو آهين؟ آهين تہ چڱو ڀلو؟ چيومانس تہ ها. تنهن تي خانو کولي ڏنائين. چيائين تہ پيسا اٿيئي ڪين، ڪم ڪيئن هلائيندين؟ نيٺ قبول ڪرڻو پيم تہ پيسن جي ڪِتي هيم. يڪدم ادائي هزارين رپين جو چيڪ ڪڍي ڏنائينم ۽ چيائينم تہ خيال ڪونہ ڪجانءِ. هيءَ آپدا جو وقت آهي، هر هڪ کي مدد ڪر ماڻهن کي مدد ڏاڍي آئي. داتا ٻئي مددگار موڪليا. تہ بہ ڪل ٻاهرينءَ مدد کان سواءِ



دیوان موتیرام شونقیرام

ديوان ڏيارام جو خرچ ويهہ هزار ڪن رپيہ ٿيو. مدد هيٺن بہ ملندي هئي: هڪڙو ڪائين جو ٺيڪيدار اڇي بيمار ٿيو، ڏنائين تہ سندس ٻچڻ جو چاڙهو ڪونهي. سو اچا چڱي سمجهہ ٻوجهہ ۾ هو تہ ديوان ڏيارام کي سڏي چيائين تہ منهنجو سڄو ڪائين جو ڪارخانو هاٿي اوهان جو ٿيو، سو سندس سموريون ۴۰۰۰ يا ۵۰۰۰ هزارن جون ڪاٺيون ڊسنفيڪٽ وغيره ڪرائڻ لاءِ سيني جي ڪتب آيون.

هڪڙي ڀيري هڪڙو حڪيم ديوان وٽ آيو، چيائينس تہ طاعون جي بيماريءَ لاءِ يوناني ڪتابن ۾ گهڻو ڪجهہ لکيل آهي، سو اُن موجب ڪو آسري لتل بيمار هجي تہ مونکي ڏيو تہ علاج ڪريانس. چيائينس تہ اسين ڪنهن مان بہ آسرو ڪين لاهيندا آهيون ۽ اوهان کي ڪنهن بہ مريض جي چارج ڪين ڏبي. پنهنجي پاران وس هلائي هر هڪ جي شفايابيءَ لاءِ ڪوشش ڪنداسون، پوءِ ڪٿنس ڀاڳ. ٻئي ٽئين ڏينهن هو خود بيمار ٿي آيو. ديوان کير پياريس تہ نہ ٻئي پيتائين. چيائين آخر ويچارو نباهي ويو.

پليگ اسپتال ڪولڻ ڪري هڪڙي عملداري ۽ غير عملداري گڏيل ڪاميٽي نهي. زوريءَ گهر خالي ڪرائڻ ۽ صفا ڪرائڻ ماڻهن کي تمام ستايو هو. منجهن هائيڊوس مچي ويو هو. ميونسپالٽيءَ ۹۰۰۰۰ رپيا خرچ ڪري ڇڏيا هئا. آخر ڊاجسن ويو ۽ سٽيل صاحب ڪليڪٽر ٿي آيو. هن خرچ بہ گهٽ ڪيو ۽ زوريءَ وارا اُپاءَ بہ ديوان ڏيارام ۽ سندس سنگتين جي صلاح سان گهٽايائين جنهنڪري ماڻهن تان گهڻي قدر آزار لٿو.

اسپتال جو بندوبست بلڪل سٺو رکيل هو. هڪ هڪ بيمار سان فقط هڪ هڪ خدمت ڪندڙ اندر رهندو هو. جيڪي مٽ مائٽ بيمارن جا ڪين ڏسڻ ايندا هئا، سي بہ جدا لانڊين ۾ رهايا ويندا هئا ۽ جن کي ڇوت لڳلن جي ڇانوٽي سڏبو هو.

وري جيڪي خوش ٿين ۽ جيستائين وري سگها ٿين تن لاءِ هئي

خوش ٿيندڙن جي ڇانوٽي. سيني هنڌ چڱو بندوبست هو ۽ سپرنٽينڊنٽ مقرر هئا. ڏيارام سيني جي نگهباني ڪندو هو. ريورنڊ ڪئَني ۽ مس پگٽ بہ ٻين وانگر ڊيوٽي ڏيندا هئا. ڀائي ڪلاچند مريضن ۽ سندن مائٽن وٽ ٻچن ڀاءُ ڪري، سندن آتما کي آنند پهچائيندو هو.

هن اسپتال جو نتيجو چڱو نڪتو. سؤ مريضن مان اٽڪل ۴۲ ڇٽي ٿي ويا. يعني جهڙا نتيجا ڪراچيءَ ۽ سکر جي سرڪاري اسپتالن جا هئا اهڙا ئي هن ڏيارام جي اسپتال جا هئا. انهيءَ کان پوءِ ۲۴ مارچ جي سرڪار بہ سرڪاري هاءِ سڪول ۾ ڊاڪٽر هينڊرسن جي نظرداريءَ هيٺ سرڪاري پليگ اسپتال کولي. ٻئي اسپتالون ۱۵-جون ۱۸۹۷ع جي بند ڪيون ويون. انهيءَ طرح ست پرش ڏيارام پليگ وقت ماڻهن جي خدمت ڪيئن ڪجي، تنهنجو مثال قائم ڪيو. اسپتال بند ٿيڻ کان پوءِ بہ ڊسنفيڪشن ڊيپوز (صفائيءَ جا مرڪز) جاري رهيا. وري جڏهن ۱۸۹۹ع ۾ پليگ پيئي، تڏهن بہ ديوان ساڳيءَ طرح مدد ڪئي. تنهن کان پوءِ ۱۹۰۱ع ۽ ۱۹۰۳ع ۾ ڪجهہ قدر پليگ ڏيکاري ڏني، تہ بہ جيڪا ٽولي ديوان ٺاهي هئي، تنهن ئي ماڻهن جي ڀئي خدمت ڪئي، جيتوڻيڪ ديوان جو ايترو هٿ بہ ڪونہ هو.

ديوان ڏيارام نہ فقط حيدرآباد ۾ هن ڪم ۾ مدد ڪئي، پر شڪارپور ۽ سکر ۾ ماڻهن کي اُتساهہ ڏنو ۽ ڪيترا چڱا ماڻهو تيار ڪيا، جن پليگ کي روڪڻ ۽ ٻاهران آيلن مريضن جي دوا درمل ۾ مدد ڪئي. سندس مثال، اُپديش، سنگت ۽ سنگهلن شڪتيءَ جو فائدو شڪارپور ۽ سکر کي بہ مليو.

ڇپني ۾ يعني ڇاونجاهہ سنبت ۾ ڪڇ ۽ ٿر ۾ سخت ڏڪار پيو. اُتاهون جا ماڻهو اُتي دکي هئا. سرڪار انهن کي پورهئي ڏيڻ لاءِ بند ٺهرائڻ شروع ڪيا، پر ويچارا ڏڪار جا ستايل ماڻهو ڪم نہ ٿي ڪري سگهيا. ڀائي مولچند جو چوڻ آهي تہ ديوان ڏيارام جي هٿ هٿ ۾ ڏيڻ، ٻئسن ۽ صلاح سان انهيءَ ڏکر ۾ غريبن جي سهائتا ڪئي ويئي.

کين اوزار ڏنا ويا ۽ نيون کوهيون کوٽايون ٿي ويون ۽ سستا آناج جا دڪان کولايا ويا. ڏڪار جي ڏينهن ۾ ٻاجهري ٦ رپين مڻ هئي، سا هنن کي ٣ رپئين مڻ ڏني ويندي هئي. انهيءَ سهائتا ۾ ڀائي مولچند صاحب جو اٽڪل ٣٦٠٠٠ رپيا خرچ آيو. ديوان ڏيارام به ڏهن ٻارهن هزارن جي سهائتا ڪئي. مطلب ته ڏيارام داني تي هڪڙو ئي هو. سندس هٿ رکيل وهيون ڏيکارين ٿيون ته هنن سالن ۾ کيس ١١٢٠ رپيا ڪن ماهوار پگهار ملندي هئي، جنهن مان ڏيڍ سؤ ڪن پاڻ تي ۽ پنهنجي پروار تي خرچ ڪندو هو. باقي سمورو ڏن اٽڪل ٩٠٠ ڪن رپيا، هر مهيني پرُاپڪار جي ڪمن ۾ ورچيل هئس. سندس پرُاپڪار جا ڪم ساريءَ سنڌ ۾ هلندڙ هئا. اهو سندس وهين مان معلوم ٿو ٿئي. انهن وهين ۾ چار کاتا پيل آهن: کاتو (الف) ڪراچيءَ ۾ سهائتا جا ڪم کاتو (ب) حيدرآباد ۾ سهائتا جا ڪم کاتو (ٿ) شڪارپور ۾ سهائتا جا ڪم ۽ کاتو (د) سنڌ جي ٻين شهرن ۽ ڳوٺن ۾ سهائتا. هن مهاپرش پنهنجو شرير ۽ پدارث ٻئي پرُاپڪار لاءِ اَمانت ڪري سمجهيا هئا.

باب يارهون

# خانديش، سورت ۽ احمد آباد

٢- نومبر ١٩٠٠ع ۾ ڏيارام سنڌ جا وڻ ڇڏي خانديش بدلي ٿي ويو. ٢۴-اپريل ١٩٠٢ع تائين اُتي هو ۽ ڪجهه وقت پوليس ڪميشن جو ميمبر ٿي پوني ويو. اُتان وري خانديش آيو. جتان ٩ مارچ ١٩٠٣ع جي، سکر لاڙڪاڻي جو سيشن جج ٿي آيو. ٧ جولاءِ ١٩٠٣ع صدر ڪورٽ سنڌ جو جڊيشل ڪمشنر ٿيو. ڪراچيءَ ۾ هڪ ورهيه ٢٢ ڊسمبر ١٩٠٣ع کان ٢١ ڊسمبر ١٩٠۴ع تائين فرلو ورتائين، جنهن وچ ۾ سري يوگ درشن ۽ ساڌو هيرانند جي حياتي لکي ڇپائي پڌري ڪيائين؛ پڻ "ويدانتي ڊائري" به لکيائين. وري ٢٢-ڊسمبر ١٩٠۴ع جي وڃي خانديش ۾ ججي تي چڙهيو. پوءِ ٢۴ نومبر ١٩٠۵ع ۾ سورت جو ڊسٽرڪٽ جج ۽ سيشن جج ٿي رهيو، جتان ٣٠ سيپٽمبر ١٩٠٧ع احمد آباد جو جج ٿي ويو. ١٩٠٩ع تائين چار مهينا حقي موڪل ورتائين ۽ وري احمد آباد ويو، جتان ١٩١١ع ۾ ٢٣ - آگسٽ کان ٢٢ نومبر ١٩٠٩ع ڏاري پينشن وٺي بندورا ۾ وڃي رهيو، جتي هن پنهنجي حياتيءَ جو پويون حصو، ٻه ورهيه سيوا سدن جي خدمت ۾ ڪاٽيا. پوءِ ايڪانت ۾ گذاريائين.

اُنهيءَ ساري وقت جو احوال سنڌس ليکن، ڪتابن ۽ ڊائريءَ کان سواءِ، منشي هوتچند وشنداس وٽان به مون کي معلوم ٿيو. هو صاحب چوي ٿو ته "مان ديوان سان ڌوليا يعني خانديش ۾ هوس. اُنهن ڏينهن ۾ جتي ڪٿي ڏڪار هو. اهڙي حالت هئي جو ماڻهن گدڙ، ڪتا ۽ ٻلا به ماري ٿي ڪاڌا ۽ پنهنجا ٻار ٻچا ڦٽا ٿي ڪيائون. اها ويڌن ڏسي ڏيارام کي ڏاڍو خيال ٿيو. پادرين انهيءَ حالت جو خوب فائدو ورتو. جڏهن

ڏنائون تہ ماڻهو پار ٻچا ڇڏي ٿا ڦتا ڪن تہ هو ويا ڪين عيسائي ڌرم ۾ داخل ڪندا. اهڙي طرح عيسائي پادرين وٽ ٨٠٠ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون ڪٺيون ٿي ويون. اها ڳالهہ ڪن دوستن ديوان جي ڌيان تي آندي، تنهن تي ديوان ڏيارام ڇيو يتيم خانو جاري ڪجي. ڇڱن ماڻهن کي ڪوٺ ڏيئي هڪڙي عام ميٽنگ سڏائي ويئي، جتي ديوان ڏيارام بہ ليڪچر ڏنو. يڪدم چندا چڙهيا. هڪ پارسيءَ سوا لک جي ملڪيت يتيم خاني کي آرپن ڪئي. ماهوار چندو بہ شروع ڪيائون. يتيم خانو جلد ئي زور وٺي ويو. گهڻا ٻالڪ ڪٺا ڪيا ويا. ڇوڪريون جدا ۽ ڇوڪر جدا رکيا ويا. اُتي ڪرسيون پئي مڙهيائون ۽ پيگوان جا گيت پئي ڳايائون. ڪوبہ ڄاڻ ٻڃاڻ وارو ڇڱو ماڻهو ايندو هو تہ انهيءَ کي ديوان ڏيارام پاڻ سان گڏ يتيم خانو ڏيکارڻ وٺي ويندو هو.

هڪڙي ڀيري مدراس جو چيف انجنيئر اچي وٽس مهمان ٿيو. تنهن کي بہ وٺي ويو يتيم خانو ڏيکارڻ. يتيمن چيس تہ "ڪا مٺائي ڏيو" هن پنجاهہ رپيا ڏنا. مطلب تہ ڏيارام جي ڪوشش نہ فقط يتيم خاني کولڻ ۾ هئي، پر اُن جي نگهباني ڪرڻ، ڇڱن ڇڱن ماڻهن جي ڌيان تي آڻڻ ۽ ائين سهائتا وٺي ڏيڻ ۾ بہ هئي. وهانءَ وڏاءَ جي موقعي تي بہ ديوان کي يتيم خانا ياد پوندا هئا. جڏهن پنهنجي ڀهرين ڏيءُ رڪمڻيءَ جو وهانءُ ڪيائين تہ ڏيتي ليتي ڪانہ ڪيائين. منشي هوتچند جو ڇوڻ آهي تہ وهانءَ کان هڪ ڏينهن اڳ ۾ مونکي چيائين تہ ٤٠٠٠ رپيا موجود رکج. تار رستي اهي پئسا يتيم خاني ڏانهن ڏياري موڪليائين ۽ هن کي لکيائين تہ انهن پئسن مان ديڳيون چاڙهي يتيمن کي کارائجو ۽ باقي بچت پئسا يتيمن جي پالن پوشن ۾ خرچ ڪجو.

رڪمڻيءَ جي شاديءَ تي ديوان کي چيائون تہ اوهان ڏاڍو چڱو ڪم ڪيو آهي جو ڏيتيءَ ليتيءَ کي ٻنجو ڏنو اَٿوَ. پلا گهوٽ جي ڄڃ لاءِ ڇا ڪندؤ؟ چيائين تہ مرحبا ڪبي. سوڊا لمليٽ، ميوي مٺائي ۽ پڪوڙن جو بندوبست رکبو. پر ڪجهہ اڳ ۾ ڪن پئنچن اچي چيس

تہ اھو رواج ٻين لاءِ چڱو نہ ٿيو، رڳو پاپڙ پاٽي ڏيو، تہ ٻين جو ڀلو ٿيندو. تنھن تي ديوان ڏيارام حڪم ڏنو. تہ سڀ ڪنراڳ بند ڪريو. ديوان آوتسنگھہ ۽ شير سنگھہ حيران. سوڊا لمليٽ سڀ موٽائي موڪليا ويا. ديوان حڪم ڪيو تہ ميون، مٺائي ۽ پڪوڙن بدران اھو بندوبست ڪريو تہ وھڻ جي جڳھہ پر پوءِ جي گٽالواد سان ڀرجي وڃي. اَملن جي ڳوٺ مان آيل سنت رام سنگھہ جي ٽولي حيدرآباد ۾ لٿل ھئي. ڀائي ڪلاچند کي عرض ڪيو ويو تہ ھو پاڻ بہ اچن ۽ اُنھن کي بہ مجائي وٺي اچن. سو اُھا ٽولي اچي نڪتي، ڳائڻ جا عمدا ھئا. ڏيوي صاحب جا شبد ٿي چيائون. اھڙيءَ طرح گھوٽيئن جي ڄڃ لاءِ فقط انھيءَ آنند، پاپڙ ۽ ٿڌي شربت جو بندوبست رکيل ھو. جوانن چيو تہ اسين پنھنجو سوڊا لمليٽ گھرائي ٿا پيئون. ديوان چي بيشڪ گھرائين، اوھين ڪجھہ نہ ڪريو. اوھين سيني کي فقط پاپڙ ۽ شربت جي آڇ ڪريو. ڏيارام پرتگيا تي ايترو پورو ھوندو ھو.

## ڏيارام جو دينڪ چرتر

منشي ھوتچند مان ڏيارام جي دينڪ چرتر جي سڌ پوي ٿي. اُنھن ڏينھن ۾ اٽڪل ڇھين وڳي صبوح جو اُٿندو ھو. نوڪر ميٺ ملي رکي ايندو ھو ۽ تيل بہ رکيو ھوندو ھو. تيل پاڻ گھرج آھر ميٺ ۾ وجھندو ھو. مٿو تيل ڪم آڻيندو ھو. سياري ۾ ڪوسي پاڻيءَ سان ۽ اونھاري ۾ ٿڌي پاڻيءَ سان اشنان ڪندو ھو. پوءِ ويھي سنڌيا وندنا ڪندو ھو. ايڪانت ۾ ويد پستڪ، گرُ صاحب ۽ ٻيا اھڙا ڌرمي گرُ نت نيم سان پڙھندو ۽ ويچاريندو ھو. ۹ وڳي پوڄا جي ڪوٺيءَ مان نڪرندو ھو ۽ جڏھن ڏاڪڻ تان لھڻ جو آواز ٿيندو ھو تڏھن چيتن نوڪر کي پٽيوالو اشارو ڏيندو ھو تہ "صاحب آتا ھئي." ھو لولي تيار ڪري ڪٽي ايندو ھو. ورانڊي ۾ گلڪاريءَ جي سامھون سندس وھڻ لاءِ ميز ڪرسي رکيل ھوندي ھئي. روزانيون ۽ ٻيون اخبارون بہ پڙھندو ھو

۽ نيرن بہ پيو ڪندو هو. اکيون اخبارن ۾، تہ نيرن گرهہ وات ۾. نيرن کائي، گرڙي ڪري وهندو هو فيصلن ۾ لکپڙهہ جو ڪم ڪرڻ. ١١ وڳي ماني کائيندو هو. اڪثر ٿي ڀاڄيون کائيندو هو. هڪ شرويدار، هڪ سڪي ۽ هڪ تريل. پوءِ ويندو هو آفيس ۾. اٽڪل ١٢ کان ٢ تائين ڪيس هلائيندو هو. وري ٢ وڳي ٽفن کائيندو هو، بہ مالپڙا يا پوريون پتاتا وغيره. اڍائي وڳي کان وري ڪيسن تي ويهندو هو، ساڍي چار وڳي يا ٥ وڳي تائين. پوءِ اچي پٽڪو لاهي ٻڌي گهمڻ نڪرندو هو. ٽانگي ۾ چڙهي اڌ ڪوهہ پري نڪري، ڪوهہ ڪن پنڌ ڪندو هو. وري ٽانگي ۾ چڙهي پٺين انين وڳي ڌاري موٽي ايندو هو. ايندي شرط پوڄن ڪندو هو. تنهن وچ ۾ ٽانگو ويندو هو سالگرام پنڊت کي وٺڻ. اهو ايندو هو تہ آتم پران جي ڪٿا آرٿ سميت ٿيندي هئي. پنڊت سالگرام سمجهاڻي مرهٽيءَ ۾ ڏيندو هو، ديوان صاحب ڪجهہ ڪجهہ هنديءَ ۾ ڏهين وڳي ڪير پي ديوان مٿي ماڙيءَ تي چڙهي ويندو هو. ١٠ کان ١١ تائين وري ايڪانت ڌيان ۾ رهي سمهي پوندو هو.

ڊوليا مان ٢٨ جولاءِ ١٩٠٢ع تي پوليس کاتي جي جاچ لاءِ جيڪا ڪاميٽي وهاري ويئي هئي، ديوان کي تنهن جو ميمبر مقرر ڪري پوني ڏانهن موڪليو ويو. ١ آڪٽوبر تائين انهيءَ جاچ ڪاميٽيءَ تي هو ۽ پوءِ ڪجهہ وقت لاءِ سرڪار جو قانوني صلاح ڪار مقرر ڪيو ويو. انهيءَ ڪاميٽيءَ چوڏاري چڪر هنيو. رتناگري، احمد آباد، سورت وغيره ڪاميٽيءَ جا ميمبر ويا. پوني ۾ جڳهہ لاءِ لکيو ويو، پر جوڳو بندوبست ٿي ڪين سگهيو. مهمانن وانگر وڃي ديوان لٿو. گهر ۾ ڪتولو بہ ڪونہ هو. ديوان پرتابراءِ، جو انجنيئر جي آفيس ۾ هو، تنهن هڪ بہ ڪتولو موڪليو. ديوان صاحب اُنهن مان ٺي ٿي ڪم ڪڍيو. وڏا وڏا صاحبلوڪ ملاقات لاءِ آيا ٿي تہ انهن بہ انهن ڪتولن مان ڪم پي ڪڍيو. ڪليڪٽر صاحب آيو تہ بہ اٿين ڏنائين. اُتي پروفيسر گوکلي ديوان وٽ گهڻو ايندو ويندو هو. جاچ بعد ديوان صاحب کي

رپورٽ لکڻ تي ٽي ڏينهن ساندهہ لڳا.

مسٽر هوتچند ديوان جي بي ريا طبيعت ڏيکارڻ لاءِ هڪڙي ڪيس جو ذڪر ڪيو آهي، جو ڌوليا ۾ ٿيو هو. ڌوليا ۾ روسا جو گاهہ، ڪليڪٽر نيلام ڪيو. هڪڙي نئين ماڻهوءَ کي گاهہ وڻڻ تي دل ٿي، سو هن ڏسڻ کان سواءِ واڪ ڏنو ۱۳۰۰۰ هزارن جو. جان وڃي ڏسي تہ گاهہ گهٽي ياڳي نهيئي ڪونہ. تنهن ڪري هن قبوليت تي صحيح ڪانہ ڏني. سرڪار ٻري ٽورن پئسن ۾ نيلام ڪري نقصان جي ڀَهر لاءِ ڀهرئين واڪ ڏيندڙ کي نوٽيس ڏنو. هن پنهنجن ۱۳۰۰ سوٽي ڏنل پئسن جي دعوي ڪئي. ڪليڪٽر تي سمن ڪيو ويو. دعوي ديوان وٽ هلائڻ لاءِ آئي. ديوان خانگي طرح ڪنهن کي ڪنهن ڪيس جي متعلق پاڻ وٽ اچڻ ڪين ڏيندو هو. ڪليڪٽر آيو، ڪارڊ موڪليائين. ديوان چيس تہ خانگي طرح ڇو آيو آهين؟ مهرباني ڪري وڌيڪ گفتگو نہ ڪر. ۱۳۰۰ رپيا سرڪار تي ڊڪري ٿيا. ڪليڪٽر پنهنجي بدلي ڪرائي ڇڏي.

ڌوليا، سورت ۽ احمد آباد ۾ ڪهڙيءَ طرح ديوان ڏيارام پاڻ کي هردل عزيز ڪيو ۽ وڏا وڏا ڪيس ڪيئن محنت ڪري نبيريائين. تنهن جو ڪجهہ پتو ديوان موتيرام شوقيرام آڏواڻيءَ جي خطن مان پوي ٿو جي هن ديوان بهادر مرليڌر ڏانهن لکيا هئا. ۱-جولاءِ ۱۹۲٦ع ۾ سندس لکيل خط ۾ هي لفظ ڇاٿايل آهن:

اوهان کي سچ پچ خبر ڪانہ آهي تہ بمبئيءَ پرانت جي جن جن ضلعن ۾ ديوان ڏيارام گدومل کي جج ٿي رهڻ جو موقعو مليو اُتي جا ماڻهو اڄ ڏينهن تائين ڪيتري نہ عزت سان ڪيس ياد ڪندا آهن. هو انهيءَ پاسي جون ۱۹۱۱ع تائين رهيو. تنهن ڪانپوءِ سندس جاءِ مونکي ملي. احمد آباد ۽ ڌوليا کانسواءِ ٻين جن جن ضلعن ۾ هن ڪم ڪيو هو، اُتي مون بہ ڪم ڪيو ۽ اُتي جن جن ماڻهن ديوان کي ڏٺو هو تن سان روبرو ملڻ جو وجهہ مليم. احمد آباد ۾ بہ مان ٻہ دفع سال ۾

ويندو هوس ۾ وچي اُتان جي ڪمشنر وٽ شاهي باغ ۾ رهندو هئس. اتي به وڏن وڏن رعيتي توڙي عملداري ماڻهن سان گڏجڻ جو موقعو مليو. انهن سڀني سندس اعليٰ ڪريڪٽر جي، بي ريا انصاف جي ۽ سڀني ذاتين جي زالن توڙي مڙسن ڪي ڳجهيءَ طرح مدد ڪرڻ جي، ساراهه تي ڪئي. سنه ١٩٠٩ع ۾ جڏهن مون سکر جي گرمين سبب تن مهينن جي موڪل ورتي هئي ۽ مسوريءَ ۾ هند گهمڻ لاءِ ويو هئس تڏهن مان احمد آباد به ويو هئس. نيرن ڪري جامع مسجد ڏسڻ ويس. مسجد جو وڏي ۾ وڏو ملا صاحب مونکي مليو ۽ سڄي مسجد ڏيکاريائين. مسجد جي چوٽيءَ تي پهتاسين ته احمدآباد جو نظارو ڏنوسون. اتي هن چيو ته سائين اوهين به عملدار ٿا ڏسجو. مون ڪلي ڏنو ۽ چيو ته غريب مسافر آهيان. پوءِ هن مونکان پڇيو ته اوهين احمدآباد جي جج صاحب ڀائي ڏيارام کي سڃاڻندا آهيو؟ مون جواب ڪونه ڏنو مانس. پوءِ ته هو ديوان ڏيارام جي انصاف جون عجيب ڳالهيون ڪرڻ لڳو. چيائين ته ”مسجد جا امين، مسجد جي زمين مان ٽڪر وڪٽي پئسا کائي ويا هئا. تنهنڪري مون اُنهن تي دعويٰ ڪئي. اها دعويٰ ١٢ ورهين کان به وڌيڪ پي هلي. پوءِ ته آخر اها ديوان ڏيارام جج صاحب اڳي ڪنئين. انهيءَ ۾ ڪيترائي دستاويز فارسيءَ ۾ لکيل هئا، جن کي چڱيءَ طرح پڙهي جاچڻو هو. اهو ڪم ڪنهن کان نٿي ٿيو. ديوان اهو ڪيس لاڳيتو هلائي ٻارهن ڏينهن ۾ پورو ڪيو. جڏهن هن ڪيس تي هلايو ۽ شاهدن کان اظهار تي ورتائين تڏهن ملا صاحب چيو ته مونکي ته ائين ٿي ڏسڻ ۾ آيو جڻ پيغمبر صاحب پاڻ اچي انصاف جي ڪرسيءَ تي ويٺو آهي." سندس اسلامي حديثن ۽ قاعدن جي ڳوڙهي واقفيت جي تمام گهڻي ساراهه ڪيائين. پوءِ چيائين ته ”سائين، انهيءَ ڪيس جو فيصلو ديوان ڏيارام جج صاحب عام پني تي ڪونه لکيو، پر ڪپڙي جي پني تي ۽ امينن کان سڀ زمينون موٽائي مسجد کي ڏياريائين. پوءِ اهو فيصلو هاءِ ڪورٽ ۾ ويو ۽ مسٽر

انويرائرٽيءَ جهڙو وڪيل به انهيءَ ٻني ڪي ڦاڙي نہ سگهيو ۽ امين جي اپيل نابحال ٿي ۽ منهنجون سڀ مشلڪاتون دور ٿي ويون." مون چپ ڪري سموري ڳالهہ ٻڌي. پوءِ هن چيو تہ سائين ديوان صاحب تہ لڪ چوريءَ ۾ ڪيترين غريب مسلمان وڌوائن ۽ يتيمن کي مهيني سر مهيني مدد ڪندو هو ۽ خيرات ڏيئي بک کان بچائيندو هو. انهيءَ ڏينهن سانجهيءَ جو منهنجي ماني مستر بئرو وٽ هئي، اُتي مون اها ڳالهہ ٻڌائي ۽ اُنهن بہ چيو تہ بيشڪ اهو ڪيس تمام ڪهنو ۽ مشهور هو ۽ اُن کي انصاف موجب فيصلي ڪرڻ ۾ ديوان حد درجي جي قابليت ۽ تحسين جوڳي محنت ڪري ڏيکاري هئي. انهيءَ ريت هر هنڌ ديوان ڏيارام، پنهنجي محنت، لياقت، سخاوت ۽ انصاف جي ساک ڇڏي آهي، جا اُنهن شهرن جا ماڻهو اڃا پيا ڳائين.

باب ٻارهون

# سيوا سدن، ٻئندورا ۽ ايڪانت رهاڻ

ڏيارام ڪي اِستري جاتيءَ جي سيوا ۽ اُنتيءَ جو تمام گهڻو اونو رهندو هو. هن جي دل ۾ هميشہ ڏک رهندو هو تہ ڪيترا نہ ڪنياءَ استريءَ جاتيءَ سان ٿي رهيا آهن. انهيءَ ڏک جو اظهار سندس گتڪي ۾ ٿيل آهي، جنهنجو نالو رکيو اٿس "استري جاتيءَ جي برخلاف اسان جا ست پاپ."

انهن پاپن جو پرائشچت، سندس استري جاتيءَ جي سيوا مان رفارم ائسوسيئيشن (سڌار سڀا) جي ڪنيا پاٺشا لائن ۽ بمبئيءَ واري سيوا سدن سنستا مان ظاهر آهي سيوا سدن جو مول مقصد هو تہ پڙهيل ۽ پدارٿ واريون استريون، پنهنجن انيت، اڻ پڙهيل ۽ آپد ۾ پيل استرين جي شيوا ڪنديون رهن ۽ سندن تن، من، دل، ڪم ڪار ۽ روزگار جي درستيءَ لاءِ ڪوشش ڪنديون رهن.

اها سڀا ١١ جولاءِ ١٩٠٨ع ۾ برپا ڪئي ويئي. پنهنجيءَ آتمڪ دينڪ وهيءَ ۾ ديوان ڏيارام، سيوا سدن جاري ڪرڻ لاءِ اُمنگ هن طرح ظاهر ڪيو آهي:

"منهنجو مطلب آهي تہ اهڙو سيوا سدن کولجي جنهن مان منجهس ڪم ڪندڙن کي پريم، جوت، اُتساهہ ۽ جيون جو الهام ملي سگهي. اهو اهڙو تہ سندر هجي، جتي ڏک ۽ درد جا تکي ڪان تکا ڏنگ، ٻاٺمرادو درد مند دلين تان لهي وڃن، جتي سورن ۽ سختين کان ستايل، دردن ۽ غريبيءَ کان پيڙيل دليون، سدائين ديا ۽ شانتيءَ جا آواز ٻڌي سگهن." اهي هئا سندس اندريان اُمنگ. پهرينءَ رپورٽ ۾ ظاهر ٿيل آهي تہ سيوا سدن سڀا جو مطلب اهو هو تہ پنهنجن ڀينرن لاءِ هڪڙو

ڪُل اسٿاپن ڪجي، جنهن ۾ ودياليہ، پستڪاليہ، پرارٿنا ڀون ۽ هنري گهر بہ هجي، جنهن ۾ زالون هٿ جا هنر ۽ سندر ڪلائون سکي سگهن. تنهن کان سواءِ هڪ آرام گاهہ ۽ اتثي ڀون، هيٺن جي سنڀال لاءِ ۽ باغيچي وغيره جو بندوبست بہ ڪجي. پهريائين گهر ڀاڙي تي ورتو ويو پوءِ يڪدم پنهنجي جاءِ ٺهرائڻ لاءِ بہ پيسا ڪٺا ڪيا ويا. انهيءَ سڀا جو ٻيو مقصد هو پارتيہ سيوڪائون تيار ڪرڻ، اُنهن لاءِ ڪم جو بندوبست ڪرڻ ۽ اُنهن جي هر طرح سهائتا ڪرڻ. پهريائين اُنهن جي لاءِ هڪ ٽريننگ ڪاميٽي مقرر ڪئي وئي، جنهن جو چيئرمين پروفيسر گجر هو. ان ڪاميٽيءَ هڪڙي سکيا وڌي تيار ڪئي، جا آنريبل جسٽس چندرا ورڪر، آنريبل مسٽر جي ڪي. پارڪ، پروفيسر ويلنڪر، مسٽر وي. دلال، مسٽر پي. آر. واڊيا ۽ مسٽر فتح علي شفيع احمد ۽ ٻين ودوانن بحال ڪئي ۽ بندوبست ڪيو ويو. ڪيترين ڊاڪٽرياڻيون صحت سکيا تي مفت ليڪچر ڏيڻ لڳيون ۽ تنهن کانسواءِ سوسائٽيءَ جي پريزيڊنٽ مسز راما ٻائي راناڊي ۽ ٻين ودوان استرين بہ پوري نيم تي ويا ڪياڻ ڏيڻ شروع ڪيا.

انهيءَ کان سواءِ پرت جي ڪم سيکارڻ لاءِ مسز سونا ٻائي وڪاجي مودي سارو ڏينهن سيکارڻ لاءِ مقرر ڪئي وئي ۽ هفتي ۾ ٽي ڏينهن مس اُرملا. بي. ديوتيا سيبي جو ڪم ۽ ڏرمي ڀڄن سيکارڻ جو ڪم ڪندي هئي.

هڪڙي سيوڪا نيم پوربڪ اسپتالن ۾ ويندي هئي ۽ گل ڦل وجي مريضن ۾ ورهائيندي هئي. اُها غريب سفيد پوشن جي گهرن ۾ بہ ويندي هئي ۽ چپ چپالو هنن کي شاهوڪارن کان مدد وٺي پهچائيندي هئي. ٽي ٻيون بہ سيوڪائون زالن جي اسپتالن ۾ وڃي اُنهن جي دل وندنديون هيون ۽ اُنهن کي خوش رکڻ ۽ ٻيءَ طرح سهائتا ڪرڻ جو ڪم ڪنديون هيون.

مرهٽي، گجراتي، پارسي ۽ مسلمان سيوڪائن جدا جا ٽوليون

ٿاهيون. هر هڪ پنهنجي پنهنجي نيات جي زالن ۾ يا هر قسم جي زالن ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ لڳي وئي. لکڻ، پڙهڻ، سبڻ ۽ دائڪي ڪم سيکارڻ لاءِ ڪلاس کلي ويا.

هن سڀا جو ٽيون مقصد هو سمورو وقت ڪم ڪندڙ استري سيوڪائون تيار ڪري انهن کي سکيا، صحت ۽ ٻين چڱن ڪمن ۾ لڳائڻ. وڏي وديا واريون استريون، جن جي مرضي سڄي عمر شاديءَ ڪرڻ تي ڪانه هجي يا وديا پرايل وڌوائون جن کي پنهنجا ٻار ٻچا نه هجن، انهن کي سيکاري اهڙي ڪم ۾ لڳائڻ جو مقصد هو.

چوٿون مقصد هن سڀا جو هو سيوا سدن جون شاخون کولڻ. مسز راما ٻائي رانادي، پريزيڊنٽ صاحبه تي اهو ڪم رکيل هو ته پوني ۾ شاخ کولي. مسٽر لال شنڪر کي چيو ويو ته احمد آباد ۾ شاخ کولي ۽ پيڻ شوگوريءَ تي سورت ۾ شاخ کولڻ جو ڪم رکيو ويو. نتيجو اهو ٿيو ته سورت ۾ وتيت وشرام کلي ويو. جنهن جي برپا ڪندڙن پنهنجا سمورا پئسا انهيءَ ۾ ڏنا ۽ جنهنجو استائي ڪوش يا قائم فنڊ ٢٥٠٠٠ رپين جو هو. احمد آباد ۾ به شاخ کلي ويئي، پوني ۾ انهيءَ ورهيه سو شاخ ڪانه کلي، پر پوءِ آخر هنن اهڙي شاخ کولي جا بمبئي جي سيوا سدن کان به وڏي آهي. ١٩٣١ع ۾ مون اتي وڃي ڏٺو ته منجهس هڪ هزار کان وڌيڪ ڪنيائن ۽ استرين فائدو ٿي ورتو ۽ پانشالا کان سواءِ ناري شالا، هنري شالا ۽ دڪان به منجهس هئا.

احمد آباد واري شاخ ٻن ورهين اندر ٽٽي ويئي، پر بمبئي واري ۽ پوني واري ٻئي تمام پڪي پائي تي آهن ۽ تمام چڱو ڪم ڪري رهيون آهن. پوني واري شاخ، آزاد طرح سرونٽس آف انڊيا سوسائٽي جي سهاري هيٺ پئي هلي ۽ بمبئيءَ وارو سيوا سدن جنتي ديوان ڏيارام برپا ڪيو هو، اتي ئي زور وٺندو ٿو وڃي. سيوا سدن جي پوئين رپورٽ (١٩٣٠ع) مان معلوم ٿو ٿئي ته سيوا سدن جو ڪم مکيه پنجن حصن ۾ ورهائي ٿو سگهجي.

پهريون آهي استري سکيا جو ڪم. اُنهيءَ ۾ آهن ٻه حصا. هڪڙو ورنيڪيولر فائينل ۽ ماسترياڻين جو ٽريننگ ڪاليج جو ١٩١٤ع ۾ شروع ٿيو. انهيءَ ۾ ١٩٣٠ع ۾ ١٠٩ ڪنيائون ۽ ناريون تعليم وٺي رهيون هيون. ٻيو گهرو سکيا جا ڪلاس. انهن ۾ ١٦٦ ڇوڪريون ۽ ناريون هيون. اُنهن ڪلاسن ۾ ماتري ڀاشا، انگريزي، اِبتدائي تواريخ، جاگرافي، حساب، ڀرت، ڪترڻ، سبڻ، ماني پچائڻ، ڌوئڻ، ڊرائنگ، پينٽنگ، راڳ، گلن ٺاهڻ، اَوائلي ترت علاج، گهرو صحت ۽ بيمارين جي خبرداريءَ جو ڪم سيکاريو ويجي ٿو. جنهن کي ٻه مٿين ڪمن مان جيڪي ٻه ڪم سکڻا هجن، سي ڪم ڪيس سيکاريا وڃن ٿا. انهن سڀني کي سدا چار ۽ سادگي ۽ سيواڪاري ٿيڻ تي ٻه سکيا ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي وڃي.

ٻيو حصو آهي هنري شالا جو ڪم. اُنهيءَ ۾ ١٢٥ ڪنيائون ۽ ناريون داخل هيون. اُنهيءَ جو مقصد آهي غريب استرين کي ڪم سيکاري روزگار ۾ لڳائڻ. فقط اهڙا ڪم سيکاريا ٿا وڃن، جن مان غريب استريون پنهنجو روزگار پاڻ محنت ڪري جلد حاصل ڪري سگهن. جيڪو ٻه ڪم ڪا ناري ڪري، تنهن جو اُجورو ڪيس ملي ٿو. ڏنو ويو آهي تہ ڪترڻ ۽ سبڻ جي ڪم مان استريون جلد روزگار حاصل ڪرڻ شروع ڪري ٿيون سگهن. اوُچي ڀرت جو ڪم ٻہ سيکاريو وڃي ٿو. بسڪوٽ ۽ مٺايون ٺاهڻ، جوراب اُٽڻ ۽ ڪپڙن ڌوئڻ جي ڪم مان ٻہ روزگار حاصل ڪري ٿيون سگهن.

ڪم جو ٽيون ڀاڱو آهي صحت رکيا. صحت رکيا جي ڪم لاءِ پاس ٿيل نرسون (دايون) رکيون ويون آهن. جيڪي سيوا سدن مان سکي رهن ٿيون، سي گهٽو ڪري هڪ ورهہ مفت ۾ خوشيءَ سان ڪم ڪرڻ قبول ڪنديون آهن. اُنهن کي مفت يا تمام ٿوريءَ في سان غريب بيمارن جي شيوا ڪرڻ لاءِ موڪليو ويندو آهي.

ڪم جو چوٿون ڀاڱو آهي بدپيشي ڪان زالن کي بچائڻ، قيد ۾

ڀيل زالن جي خبرداري ڪرڻ، غريبن جي سهائتا ڪرڻ، اِهي ڪم ٻه ڪيا وڃن ٿا.

سيوا سدن جو مُول مطلب هو سيوڪائون تيار ڪرڻ ۽ اهو آهي ڪم جو پنجو پاڱو. سيوڪائن تيار ڪرڻ لاءِ آشرم کليل آهي ۽ اُهي شيوا جو ڪم سکن. تنهن ۾ مدد ڪرڻ لاءِ هڪڙو آنات ۽ آتيت آليه ٻه آهي، جنهن ۾ ٢٠ ٻار هئا. آشرم ۾ ٣۴ زالون هيون، جن کي سيوا ڪاري ٽيڻ جو ڪم سيکاريو ٿو وڃي.

زناني ٽريننگ ڪاليج جي ڪمرن مٿان وڏو ليڪچر هال ٺهيل آهي، اُتي اُنهن ٻن دوستن ۽ پر اُپڪاري آتمائن جا بوتا رکيل آهن؛ هڪڙو ديوان ڏيارام جو ۽ ٻيو بهرامجي ملباريءَ جو. تمام اڇي سنگمرمر جا ٺهيل آهن ۽ اُهي ٺلهي جا ٻئي طرف سينگاري بيٺا آهن. انهيءَ طرح جن اوچن آتمائن هن اُتم ڪم جو آرنڀ ڪيو، تن جا جسماني بوتا يادگار جي صورت ۾ اجا تائين اُتي قائم آهن ۽ سچي ڀاويءَ سان سيوا جو ڪم هلندو ڏسي سندن گپت آتمائون اُتي آنند ماڻي رهيون آهن. ٻُوٽو، جو هنن پوکيو، سو هاڻي وڏي وڻ ٿيو آهي. سندن هٿن جون سيکاريل ۽ مقرر ڪيل ديويون ڪم پيون هلائين. هڪڙي مس بي اي انجنير، ايم بي اي، جي پي، ايم اي، ايل ايل بي، جا سيڪريٽري ٿي ڪم پيئي ڪري ۽ ٻي سشيلا ٻائي، جا نگهباني ۽ حساب ڪتاب پيئي هلائي. اُنهيءَ سڀا ۾ ١٩٣٠ع ۾ اٽڪل ٧٠ ميمبر هئا. ڳوناٽن جي ڪاميٽيءَ تي ١٢ تمام وڏ وڏيريون استريون هيون ۽ ويهه کن مفت ۾ ڪم ڪندڙ ڊاڪٽرياڻيون ۽ ماسترياڻيون هيون ۽ سڄو ڪم ٢٠ استرين جي ڪائونسل هلائي رهي آهي.

## ديوان مينارام ڌرمادا ٽرسٽ

سيوا سدن جي ڪم سان ديوان ڏيارام جو اهڙو پريم لڳي ويو، جو هن پنهنجي پينشن جا ڏينهنِ انهيءَ ڪم کي ڏيڻ جو پڪو اِرادو

ڪيو. جيڪو سندن شيءِ ڪم سنڌ ۾ ٿي هليو، تنهن جو پورو پرپنڌ رکي پاڻ نرچنت ٿي، انهيءَ ڪم لاءِ پاڻ کي فارغ رکڻ ٿي چاهيائين. پنهنجي پاءُ کان جيڪا ملڪيت کيس ملي، سا هونئن به ته ڏيارام ڌرم جي ڪم ۾ لڳائيندو هو، پر هاڻي بمبئيءَ پاسي وڃي پڪو ٿي وهڻ کان اڳ سندس ارادو ٿيو ته انهن سڀني ڌرم جي ڪمن کي پڪي پائي تي بيهاري ڀين کي سؤنپجي، تنهنڪري سنه ۱۹۱۱ع جي اپريل مهيني جي ۱۳ تاريخ ۱۲-وڳي ڏيارام، ٽرسٽ جو پڌرنامو رجسٽر ڪرايو. منجهانئس ٿورا ٽڪرا هيٺ ڏجن ٿا، جن مان ٽرسٽ جو مدعا چڱي طرح معلوم ٿيندو.

انهيءَ پڌرنامي جي منڍ ۾ لکيل آهي ".۰۱ مان داسن جو داس ڏيارام گدومل، عمر ۵۳ ورهيه، کشتري، رهندڙ حيدرآباد سنڌ جو، جيوت ۽ جيوت ۾ هٿ آيل وستو امانت سمجهي ۽ عمر تي آڌار نه رکي، هيٺيون ٽرسٽ پرسڌ (ظاهر) ڪريان ٿو.

"گهر جي جاين کان سواءِ ۽ پنهنجي پگهار يا پينشن کان سواءِ، ٻي سموري منهنجي ملڪيت، متحرڪ خواهه غير متحرڪ، اڳئين حساب ڪتاب روءِ ۽ هلي چليءَ موجب، گهٽن ورهين کان سارو جنڪ ڌرمادا آهي ۽ مان هاڻي پرسڌ ڪريان ٿو ته سدائين ساروجنڪ ڌرمادا رهي. (انگريزيءَ ۾ پبلڪ چيئريٽبل ٽرسٽ) هيءُ منهنجو مظهر، مون کي ۽ منهنجي وصي وارثن، حقي عيوضين ۽ سڀني ڪٽنب جي ڀاتين کي ٻڌندڙ آهي."

"۰٦ هن ٽرسٽ جو نالو ديوان ميٺارام ڌرمادا ٽرسٽ آهي."

"۰۷ هن ٽرسٽ جي خاص مراد هيءَ آهي ته گيان يگيه سدائين هلي ۽ پڙ دکن جي نورتي ٿئي، جنهنڪري ماڻهو پرماتما جو ڌيان ڪري سگهن ۽ سندس پرجا جي سيوا ڪري سندس پيارا ٿين."

ٽرسٽي يا ٽرسٽين تي ڪي ڪم رکيل آهن جن مان مکيه هيٺيان آهن:

”گدومل سنسڪرت سڪول، ميٺارام ذرم شالا ۽ ساڌو آشرم هلائڻ لاءِ اٽڪل ١٢٠٠ رپيا ساليانہ.

باقي سڀ صافي پيدائش ٽرسٽ ملڪيت جي پهريائين هلي چلي ورچ ڪري هيٺين ڪمن ۾ لائڻ. يعني اوشڌ سهائتا ١٢٠٠ رپيا. استري وديا سهائتا ١٢٠٠ رپيا. سڪالرشپون ١٢٠٠ رپيا. وديا ورڌي ۽ وديا پرچار سهائتا ١٢٠٠ رپيا. ٽرسٽ جي مراد بجاءِ آڻڻ لاءِ وقت جو ٽرسٽي مٿيان انداز ڦيرائي سگهي ٿو. اوشد سهائتا هلي چليءَ موجب ديوان ميٺارام گشتي خيراتي اسپتال دوران ڏيئي سگهجي ٿي ۽ پڻ ٻيءَ طرح استري وديا سهائتا هلي چليءَ موجب حيدرآباد سنڌ سوشل رفارم ائسوسيئيشن جي ڪنيا شالائن کي ڏيڻ گهرجي. باقي ٻي رقمون سموريون سڪالرشپن طور خرچ ڪرڻ ۾ اچن، تہ انهيءَ ۾ اعتراض ڪونهي، چاڪاڻ جو منهنجي شرڌا سڪالرشپن ۾ تمام گهڻي آهي ۽ اُهي با شرطن يا بي شرطن. جيئن ٽرسٽيءَ کي واجب ڏسڻ ۾ اچي تيئن ڏئي ۽ نہ رڳو پُرشَن کي، پر استرين کي بہ جي وجهہ ملي.

جيڪڏهن مٿين رقمن ڪاٽڻ بعد صافي پيدائش مان بچت نئي تہ ٽرسٽي برسال وانگي ڇهہ سؤ رپيا ساليانو منهنجي پگهارن مان ٻريا ڪيل غريب ڪنيائن جي شادي فنڊ ۾ ڏئي. اهو فنڊ هاڻي منهنجي مترُ ديوان تاراچند شوقيرام آڏواڻيءَ جي حوالي آهي. گيت اُڪار لاءِ ٽرسٽي ڏار داخلائون رکي سگهي ٿو.

باقي جيڪا بچت رهي، تنهن مان هر سال ڪنهہ رقم سڪالرشپ فنڊ کي ڏئي ۽ جيڪي رهي سو اهڙن پراُپڪار جي ڪمن ۾ لائي. جن ڪري هن ٽرسٽ جي مراد پوري ٿئي، مثال اهڙن پراُپڪار جي ڪمن ۾، جن لاءِ حيدرآباد سنڌ ۾ چئريٽبل سوسائٽي، انڊسٽريل ائسوسيئيشن، هيلٿ سوسائٽي، سوشل رفارم ائسوسيئيشن ۽ ايڊيوڪيشن سوسائٽي ۽ بمبئيءَ ۾ سيواسدن سوسائٽي ۽ ڪنزمپٽو هومس سوسائٽي (سلهہ گهر وارن لاءِ صحت گهرن جي سوسائٽي) برپا

ڪيلون آهن. ٽرسٽي انهن سڀائن جي معرفت سندن پراپڪاري ڪمن لاءِ خرچ ڪري سگهي ٿو. مٿيون سڀ سڀائون رجسٽر ٿيل آهن ۽ منهنجو انهن سان لاڳاپو آهي."

مٿين ٽڪرن مان خبر پئجي سگهندي ته ديوان ڏيارام جو هردو ڪيترو نه ديا سان ڀريل هو ۽ سندس دماغ ڪيئن نه پيو هميشه پرايڪار ڪي پڪي پائي تي هلائڻ جا خيال ڪندو رهندو هو. اهو ئي سبب آهي جنهن ڪري سندس هلايل ڪم اجا تائين پيا هلن. جيتوڻيڪ انهن جي شڪل ۾ ڪٿي ڪٿي ڦير ڦار آيو هجي، ته به گيان يگيه هلائڻ جو مقصد سندس ڪم هلائيندڙن جي سامهون هميشه آهي، جيئن ته ٽرسٽ ڪرڻ ڪانپوءِ سندس ٽرسٽيءَ ديوان شيرومل، سنڌ نيشنل ڪاليج کي مدد ڏيڻ جو انجام ڪيو. جيڪا ان کي ٽرسٽ مان ڪيترن ڏينهن تائين ملندي رهي آهي. انهيءَ ئي گيان يگيه ڪرڻ لاءِ ڪجهه وقت بلوٽسڪي بريس هلائي ويئي ۽ هاڻي به سال ٿيا جو ديوان ڏيارام جو فرزند مسٽر ڪيولرام ولايت مان گهمي آيو ته اچي هڪڙو آشرمن جي نموني تي سٺي هاسٽل. شيوا ڪنج نالي اُنهيءَ جڳهه تي استاپن ڪئي اٿس، جتي ڪراچيءَ ۾ چوپاريءَ جا سنگتي رهندا هئا يعني جتي ديوان ڏيارام، ساڌو هيرانند، مسٽر گپتا، ديوان ڪوڙومل ويهي سنڌ جي سڌاري جا پهه پچائيندا هئا.

جون ١٩١١ع ۾ ديوان ڏيارام پينشن ورتي ۽ سمورو وقت باندرا واري بلوءَ بنگلي ۾ رهڻ لڳو ۽ سيوا سدن جي ڪم ۾ زور شور سان لڳي ويو. سنه ١٩١١ع ۾ سيواسدن کي هڪ سؤ رپيا مهيني سر مهيني دان ڏيندو رهيو ۽ سنه ١٩١٢ع ۾ پنج سؤ رپيا سال ڏيندو رهيو ۽ هر روز پنج ڪلاڪ ڪن اچي ڪم ڪندو هو. اهو قصو سنه ١٩١٣ع تائين هليو. سيوا سدن جي منٿ بوڪ مان خبر ٿي پوي ته تاريخ ٣ مارچ ١٩١٣ع جي ديوان ڏيارام جي دل ۾ حياتيءَ ۾ نئين قدم کڻڻ جو پڪو ارادو ٿيو. جنهنڪري هن سيوا سدن کان پلوَ آجا ڪرڻ ٿي

چاهيا. هڪ ٻه ميٽنگون سڏائي صفحن جا صفحا ضروري هدايتن جا لکي مس انجنير کي پنهنجو جنرل سيڪريٽريءَ وارو ڪم سونپي ۽ سندس ڪم ڪاريون لکيل طرح مقرر ڪري، ديوان ڏيارام پنهنجي حياتيءَ ۾ اهو قدم ڪنيون، جنهنڪري سنڌ ۽ گجرات ۾ سندس ڏاڍي ننڌا ٿي.

## اُرملا ديويءَ سان شادي

اهو قدم هو اُرملا ديويءَ سان شاديءَ ڪرڻ جو. اُرملا ديوي، گجرات جي مشهور ڪوي، پنڊت ڀولا ناٿ ديوٽيا جي پوٽي، ناگر برهمڻ ڪل جي نينگر هئي. سندس پتا پروفيسر ديوٽيا، اصل ديوان ڏيارام سان گڏ چئن چونڊيلن سٽئچوٽري سول سروس وارن مان هڪ هو. پينشن وٺڻ کان پوءِ هو ايلفنسٽن ڪاليج ۾ گجراتيءَ جو پروفيسر ٿي ڪم ڪندو هو. هو ايم. اي. جا ڪلاس وٺندو هو ۽ گجراتي ساهتيہ ۾ پر ماٽڪ ليکيو ويندو هو. پروفيسر ديوٽيا ۽ سندس ساري ڪٽنب سان ديوان ڏيارام جو ڏاڍو دوستيءَ ۽ مترتا جو رستو هو. تنهنڪري جڏهن ديوان ڏيارام به پينشن وٺي آيو تڏهن پنهي گڏجي بئندورا ۾ هڪڙو بنگلو اڌ اڌ ڀاڙي تي ڪيو. انهيءَ بنگلي جو نالو هو بلو بنگلو. اڌ حصي ۾ جدا رهندو هو ديوان ڏيارام ۽ اڌ ۾ پروفيسر ديوٽيا ۽ سندس ڪٽنب، يعني سندس زال ۽ ٻه ڌيئر، جن مان هڪ هئي اُرملا ديوي.

ارملا ديوي تمام سشيل ۽ گڻ وان ديوي هئي. سيوا سدن جي پهرينءَ رپورٽ ۾ هن بابت چاٽايل آهي تہ هوءَ هفتي ۾ ٽي ڏينهن سيوا سدن ۾ سيبو. ڪروشيءَ (انگريزي آر) جو ڪم ۽ اوچو پرت سيڪاريندي هئي ۽ هار مونيم تي پچن ۽ پرارٿنائون ڪرائيندي هئي. ديوان ڏيارام بہ سيوا سدن ۾ ڪم ڪندو رهيو ۽ اُرملا ديوي بہ. ڪجهہ وقت بعد، سيوا سدن جو هڪ جدا مرڪز بئندورا ۾ بہ کوليو وو ۽ انهيءَ مرڪز جي خاص طرح سنڀاليندڙ ٿي اُرملا ديوي.

بلو بنگلي ۾ ساڻ ساڻ رهندي ۽ سيوا سدن ۾ گڏجي ڪم ڪندي ديوان ڏيارام ۽ اُرملا ديويءَ کي اهڙيءَ طرح ٻه ورهيه گذري ويا.

آخر اوچتو ئي اوچتو سنه ١٩١٣ع ۾ مارچ مهيني ۾ ديوان ڏيارام، بمبئيءَ جي سيوا سدن جو ڪم مس انجنير کي سؤنپيو ۽ ڪيس سڄي ڪم لاءِ هدايتون لکي ڏنيون. جڏهن مسٽر ديوتيا ۽ سندس ڌرمپتني احمدآباد جي سوشل ڪانفرنس تي ويا هئا، تڏهن ديوان ڏيارام سکن جي آنند جي طريقي موجب اُرملا ديويءَ سان شادي ڪئي ۽ اُتان سڌا دارجيلنگ ۾ ويا. سندن ٻنهي مسٽر ديوتيا ۽ اُرملا ديويءَ جي ماءُ به سندن وينتيءَ موجب اتي وڃي ساڻن شامل ٿيا. اتي ديوان ڏيارام هن کي هڪڙو ڊگهو خط لکي پنهنجي شاديءَ بابت سڀ حقيقتون پيش ڪيون. سندس سس سهري کين آشيرواد ڏني ۽ ڪجهه هفتا اُتي رهي وري بئندورا اچي رهيا.

ملڪ ۾ هاهاڪار مچي ويو. سنڌ جي اخبارن ديوان ڏيارام جي انهيءَ قدم کٽڻ تي تمام گهڻو چوٻولو مچايو. ديوان مرليڌر ۽ ٻين مترن ديوان ڏيارام ڏانهن خط لکيو ته ڪهڙو جواب ڏيون، هيئن ٻيئي اوهان جي گلا ٿئي. ديوان مرليڌر ڏانهن ١٣-جون ١٩١٣ع ۾ ديوان ڏيارام هيءُ جواب لکيو:

"Spare me not, condemn me freely. The world is giving me what I badly wanted- its scorn. The denouncers are truly my friends. Say not a word against them, Silence is golden."

"مونکي ڇڏيو نه. مونکي بيشڪ ڏوهه ڏيو. ماڻهو مونکي اها شيءِ ٿا ڏين، جنهنجي مونکي ڏاڍي گهرج هئي .سچ پچ "نندیا هماري جو ڪري، ميت همارا سوءِ" اُنهن گلا ڪندڙن جي برخلاف هڪ لفظ به نه چئو. ماٺ ۾ ئي مزو آهي. سانت ئي سوني آتو."

ديوان به سنتن واري ڪار ڪئي. جيئن سنتن چيو آهي:

صبر ۾ ٿي ويهه، چپ پوني تون چپ ڪر،

پرائيءَ ٻِليءَ نڪري، تون پنهنجي ٻِليءَ پيهه،
سچڻ جو سنيهه، من منجهه ئي مينگهو چوي.

ڏيارام وڏيڪ ايڪانت رهاڻ ۾ انتر مکي ٿيندو ويو. هڪ سال مؤن ورت ڪٿي ڏارن ڪيائين، نہ ڪنهنکي ڏسي نہ ڪنهن کي لکي. لاچاري سڀني کان سواءِ ڪنهن کي ڪين ڏسندو هو. جيئن تہ ڪيترا ورهہ پوءِ، ٻيو تہ نهيو، پر خود مهاتما گانڌي ڏسڻ ويس تہ اُن کي ٻہ لکي موڪليائين تہ مون ايڪانت ۾ مؤن جو ورت ڌارن ڪيو آهي، جي اوهين ان ۾ مدد ڏيو تہ بهتر، پر جي آگيا ڪريو تہ اهو ورت ڀڃان. مهاتما تنهن تي آشيرواد ڏيئي هليو ويو.

انهن ڏينهن ۾ فقط ديوان تاراچند، مسٽر ڪيولرام ۽ ديوان شيرومل ڏانهن ڪم ڪار لاءِ خط لکندو هو. انهن خطن مان مختصر احوال هن طرح ٿو معلوم ٿئي.

۱۸ اپريل ۱۹۱۳ع واري خط مان معلوم ٿو ٿئي تہ ديوان ڏيارام پرٽجي لوئي جبلي سئنيٽوريم، دارجيلنگ ۾ ويو آهي. لکي ٿو تہ قدرتي نظارو هتي تمام سندر آهي، مونکي سچ پچ ايڪانت ۾ فرحت ۽ آرام آهي. صحت گاهہ ۾ اسان کي ٻہ رپيا ٻارهن آنا هر روز ڏيڻا پوندا آهن.

۲۲ مئي ۱۹۱۳ع جي خط ۾ لکيو اٿس تہ ”مونکان جيترو پڇندو، تيترو هنسا کي گهٽائڻ جي ڪوشش ڪندس. اوهان سڀن کي شانتي ملي، انهيءَ لاءِ پرارٿنا پيو ڪريان. شل ايشور اوهان کي من جي شانتي بخشي ۽ پنهنجي جوتي پردان ڪري، باقي غريبڙي بئنڪ لاءِ ڊپازٽرن (امانت وارن) ڏانهن اطلاع موڪليو تہ پيسا وٺي وڃن.“ وچ ۾ وري ڪجهہ گهرو معاملن بابت خط آهن ۽ هڪ وڏو نصيحت جو خط پنهنجي فرزند ڏانهن لکيو اٿس. وري تاريخ ۲ آگسٽ جي لکيو اٿس تہ ڏين ڀينرن کي چئو تہ ڊسمبر ۱۹۱۳ع تائين مون ڏانهن نہ لکن. جنوري ۱۹۱۴ع ۾ شايد چئي سگهندس تہ مان ڇا ٿو ڪرڻ چاهيان، تيستائين سڀني کي چئي ڇڏيو تہ منهنجي دل نہ آهي تہ ڪوبہ مون

ڏانهن خط لکي. منهنجي ڏيءُ کي چئجو تہ جي مون ۾ وشواس اٿس تہ ڊسمبر ۱۹۱۳ع تائين ماٺ ڪري ۽ جيڪڏهن مون ۾ ويساهہ ڪونهيس تہ منهنجي چپ جي بہ پرواهہ نہ ڪري. سڀني عزيزن لاءِ منهنجي اها صلاح آهي تہ پنهنجو سمورو وقت پرارٿنا ۽ چڱا ڪم ڪري سڦلو ڪن. مان ڊسمبر ۱۹۱۳ع کان پوءِ ڇا ڪندس، تنهنجو انجام نٿو ڪريان، پر اهو فيصلو جنوري ۱۹۱۴ع ۾ ڪندس.

اُنهن ڏينهن ۾ مهيني ماس هڪ خط پنهنجي پٽ ڏانهن لکندو هو، جنهن ۾ ڪيس نيڪ صلاحون ڏيندو هو. آڪٽوبر ۱۹۲۸ع ينگ بلڊر اخبار ۾ اهڙن خطن جا اختصار ڏنل آهن. پٽ کي تندرستي، وديا ۽ گڻن وڌائڻ لاءِ صلاحون موڪليندو هو. ڪڏهن ڪڏهن تہ مهيني کان بہ پوءِ ڪي بہ ٽي سٽون مس لکندو هو. جيئن ۱۸ سيپٽمبر ۱۹۱۳ع واري ڪارڊ تي لکيل آهي ”مان خوش آهيان ۽ اُميد ٿو ڪريان تہ اوهين بہ سڀ خوش و خورم هوندؤ.“

۲۲- آڪٽوبر واري خط ۾ لکيو اٿس تہ مون محدود مؤن ڏاري ٿي رهڻ جو ورت رکيو آهي ۽ فقط تو ڏانهن ۽ ديوان تاراچند ڏانهن لکندو آهيان. هاڻي جلد مئٽرڪ ۾ چڙهندين، سنسڪرت سکڻ جي ڪوشش ڪر، سنڌيا سک، ٻين سان ڀلائي ڪندو رهہ؛ پر نئرت سان ۽ نماءَ ۽ ڏيکاءَ کان سواءِ. صبح سانجهيءَ گهمڻ ويندو ڪر، ڪير پيئندو ڪر. پرارٿنا لاءِ مقرر وقت رکج، ڏند صفا رکج. ڪي سوليون هوميوپٿيءَ جون دوائون ونڻ لاءِ بہ هن کي لکيو اٿس.

۲۵ نومبر ۱۹۱۳ع جي خط ۾ لکيل آهي تہ وقت کان اڳ ۾ ٻار پئدا ٿيو آهي (ديوان جو ٻيو پٽ) سندس نالو رکيو ويو آهي پريم ڪمار.

۳-تاريخ ڊسمبر ۱۹۱۳ع واري خط ۾ لکيل آهي تہ ٻالڪ تہ ڪابہ تڪليف ڪونہ ٿو ڏئي، پر ماڻس بيمار ٿي رهي، ڇاڪاڻ جو ٻار ڄڻائڻ مهل جيڪو آپريشن ڪيو ويو آهي، تنهن جو زخم اجا ڇٽو

ڪونهي.

١١-تاريخ واري خط ۾ ڪيولرام ڏانهن لکيل آهي تہ ديوان تاراچند ڪي پنهنجي چاچي وانگر ڪري ڏسندو ڪر، سندس دل اصل سوني اٿيئي. ڊاڪٽر اجا پيا پريمل جي ماءُ ڏسڻ اچن، ڪڏهن ڪڏهن تہ ٻن ٻن ڊاڪٽرن کي ٿو گهرائڻو پوي.

١٨- ڊسمبر جي خط ۾ لکيل آهي تہ پريم جي ماتا جو ديهانت ٿيو. ڪالهہ ٤:٣٠ بجي. سندس ماءُ ۽ ڀيڻ ٻالڪ کي پيار سان پيون پالين.

ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ ديوان ڏيارام پنهنجي زال جي ڪريا ڪرم ڪرڻ لاءِ امر تسر ويو، اها ڳالهہ سندس ٢٨-نومبر ١٩١٣ع جي لکيل خط مان معلوم ٿئي ٿي، جو امرتسر مان ڀائي سر دول سنگهہ جي بابا اٽل جي ٻر واري گهر مان لکيل آهي. اُن ۾ لکيل آهي تہ ١٤ جنوري ١٩١٤ع تائين شايد ٻئندورا ڪين موٽندس.

عجب آهن رنگ ايشور جا. پئدا ڪرڻ لاءِ ڪيئن پيارن جو وڇوڙو ٿو ڏئي. ديوان ڏيارام يوگ ڪانڪيءَ، شادي ڪئي هئي، تنهن کان ڇهہ مهينا ڪن پوءِ چوندا آهن تہ ڪو ڪوئيتا واري ڀائي موچند ڇيو هو تہ اجا سندس ڏرم پتني جو ديهانت ڪونہ ٿيو آهي ڇا؟ اُنهيءَ سنت جو چوڻ هو تہ اهڙين حالتن ۾ ايشور ويوڳ بہ جلد ئي ڏيکاريندو آهي. ڏيارام پاڻ بہ فيصلو جنوري ١٩١٤ع ۾ ڪرڻو ڪيو هو ۽ فيصلو اهو ڪرڻو پيس تہ وڏيڪ اڪانت ۽ وڏيڪ وقت ايشور ڌيان ۾ لڳو رهي ۽ آشيرواد سان اُپڪار جي ڪمن ۾ پريان پريان حصو وٺي.

ڊاڪٽر هرنامداس جو چوڻ آهي تہ شاديءَ ڪرڻ کان ڪجهہ ڏينهن اڳ ۾ ديوان ڏيارام کيس اچانڪ هڪ خط لکيو تہ توهين اخبارن ۾ جلد منهنجي لاءِ گهٽيون شڪايتون پڙهندؤ، ڇاڪاڻ تہ مان

دنيا ۾ ڪي نيون سچايون ڳولڻ ٿو چاهيان. پر مان سمورو وقت انهيءَ پاسي لڳائي نٿو سگهان جو ماٺهو مونکي ڇڏين نٿا. ماٺهن کان پاڻ ڇڏائڻ لاءِ مون اهو رستو ڳوليو آهي ته جيئن انهن کي مون وٽ ايندي لڄ اچي.

ان وقت ڏاري ديوان خانچند پرتابراءِ پرنسيپال هيرانند ائڪيڊمي جي کي به لکيو هئائين ته "ماٺهو ساک ٿا ڪن ته اندر ۾ ايمان جاڳي ٿو. ايمان کي روڪڻ ڏکي ڳالهه آهي. پر مون هڪ ڪم ڪيو آهي جنهن مان دل گهريو مطلب نڪرندو." ديوان خانچند اهو مضمون اول سمجهي نٿي سگهيو. پر پوءِ جڏهن ايوان صاحب جي شاديءَ جي ڳالهه هنڌين ماڳين هلي ويئي تڏهن ديوان جي خط جو مطلب سمجهائين.

شايد اصل ديوان ڏيارام جو پاڻ به ايڪانت حاصل ڪرڻ جو ارادو هو. باقي به هن ونجوڳ، منجهس حد درجي جي ايڪانت ۽ ويراڳ پيدا ڪيو.

اُنهن ڀن ورهين کي، يعني ١٩١٣-١٩١۴ وارن کي، عام طرح ديوان ڏيارام جي Social Death پنگتي موت يعني پنگتي لاڳاپن لاهڻ جو زمانو ليکيو ويندو آهي. انهيءَ ايڪانت ۾ ديوان وڏيڪ گهري روح رهاڻ ندو رهيو ۽ گيان يگيه ۾ محو رهيو.

سندس سس جو چوڻ آهي ته ١٩١۴ع ۾ ديوان جو ارادو ٿيو ته وڃي ميڊيڪل ڪاليج ۾ پڙهان. پر مون چيس ته هن ٻالڪ پريمل کي اوهان جي مدد سان مس ٿا پالي سگهون. سو اوهين اهو قدم نه کڻو. تنهن تي مڙيو. پوءِ هو ميوپٿيءَ جو ابياس گهر ۾ شروع ڪيائين. سمورو وقت پريمل جي سنڀال گيان جي واڌاري ۽ ايڪانت رهاڻ ۾ ديوان ڏيارام لڳو رهيو. ١٩١۵ع ۾ گيتا جو ٻيو ڇاپو ڪڍيائين. ١٩١٦ع ۾ جپ صاحب جو سڏريل ڇاپو ١٩١٧-١٩١٨ع ۾ The Leasts of God "ايشورجانماٺا يا قادر جا ڪمترين" نالي هڪ تمام ڇاپي پڌرو ڪيائين. اُن منجهان معلوم ٿو ٿئي ته ڪيڏو نه هر

هڪ علم جو شوق ديوان ڏيارام کي هو. ١٩١٨ع کان پوءِ جڏهن بمبئيءَ يونيورسٽيءَ لائبرريءَ ۾ لئبريرين ٿيس تڏهن ديوان صاحب جا ڪارڊ ايندا هئا تہ سني ڪان سنا ڪتاب يوڳ تي، گٽت وديا تي ۽ فيلسوفيءَ تي کيس موڪليا وڃن. اهي ڪتاب سندس سهرو ۽ سالي وٺي ويندا هئا. اُهي جڏهن ديوان پورا ڪري رهندو هو تڏهن کيس وري پيا موڪليندو هوس. هڪ دفعي کيس ڏسڻ لاءِ عرض ڪيو ويو، پر ملڻ جي موڪل نہ ملي، جو سندس چوڻ هو تہ اهي معمولي چٽيون ئي گڏجاڻي آهن.

ايڪانت ۾ ديوان ڏيارام پنهنجي پٽ جي پالنا ۾ بهرو وٺندو رهيو. ساڳئي بنگلي ۾ سس، سهري ۽ ساليءَ سان رهندو آيو. سندس سمورو وقت پڙهڻ، لکڻ، پوڇا ڪرڻ، ڏيان لڳائڻ، گهمڻ وغيره ۾ ويندو هو. جڏهن سندس سس ميڊيڪل ڪاليج ۾ وڃي سڪيا وٺڻ کان باز کيس آندو، تڏهن هن سچو چاهہ هوميوپٿيءَ سکڻ ۾ لاتو. سندس سهري جو چوڻ آهي تہ ١٩١٦ع ۾ آءٌ خود تمام بيمار ٿي پيس ۽ پاس ٿيلن ڊاڪٽرن منهنجي جيئڻ جي اُميد بہ لاهي ڇڏي هئي، تڏهن ديوان ڏيارام هوميوپٿيءَ سان مونکي جلد ڇٽايو. ڪن ڪن غريب پاڙيسرين جي بہ دوا ڪندو هو. خطن جي وسيلي دوستن کي بہ دوائن جا نالا لکندو هو، جي سندس سمجهہ موجب کين فائديمند ٿي سگهن. قاعدي قانون جو اپياس بہ پنهنجو قائم رکندو آيو. جيڪي ڪانئس صلاح وٺندا هئا، اُنهن کي ڏيندو هو پر سندس مکيہ ڌيان هو آتمڪ اُنتي ڏانهن. گيتا، جپ صاحب، آتمڪ دينڪ وهي، وديا جو واڌارو ۽ سڌارو ۽ هوميوپٿي، انهن ڏانهن سندس خاص لاڙو هو. پنهنجي پٽ پٽ پريمل کي پاڻ پاڙهڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو ۽ ٻاراڻي سڪيا لاءِ جي سنا ڪتاب آهن ۽ عام گيان لاءِ جي سچتر ڪتاب انگريزيءَ ۾ آهن، سي گهرائيندو هو ۽ انهن جي ساک ڪندو هو.

يونيورسٽيءَ جي تعليم جي سڌاري لاءِ هن ڪجهہ ليک لکيا.

هڪڙي وڏي ودوان سانڌرسن آو اونڌل جي جيون چرتر پڙهڻ لاءِ هو دوستن کي سفارش ڪندو هو. مون ڏانهن بہ سفارش لکي هئائين. ٻيو وڏو خط مون ڏانهن ۽ ديوان مرليڌر ڏانهن بہ لکيو هئائين تہ ڇو نہ ٻئي صلاح ڪري هڪڙو نئين قسم جو سڪول شاهي باغ ۾ کوليون. سڪول هئڻ گهرجن باغ ۾. سڪول آهن انساني باغيچا. جن ۾ انسانيت چڱيءَ طرح اسرائي سگهبي آهي. ديوان ڏيارام کي علم جي سڌاري جو تمام گهڻو اونو رهندو هو. جنهن تہ هڪ خط ۾ لکيو اٿس:

پڪارن ٻالڪڙا- روئن زار زار،
هي خلق خدا جي- ڪريو ڪو ويچار.
مڪتب هاٹوڪنا- آسان لاءِ آزار،
وقت ناس گهٽو- ڪو ڪريو اُپڪار.
وشو پيارتي آهي - توهان لاءِ تمثيل،
هٿ کوليو پنهنجا، رهو نہ بخيل.
شبُ ڪرمن حڪم - ست گر جو مڃيو،
سڌار سکيا ڪان - نہ رکو ديس سچو.
سڪرت ڪو ڪتو - سنڌ جا نر ناريو،
چوکرن چوڪرين لئي - ٿيو سچا آريو.
هڪ سندر نمونو - هلڻ سين اڳيان؛
وٺيو سنڌ لئي بہ- سڌار سگ سان.
ست گرهردي گيت - ڪر ديال پرگهٽ،
ست پليون مڪتبي - وئرت پنڌن ڪٽ.
سچٽو ڪريو همٿ - وشو اهڙي ڪيو،
پايو وجهي پڪو ئي - پرلوڪي اڏو.
ٿي شانتي نڪيتن - ڪرائي شبُ ڪرم؛
ٿي شارڏا پيارو - پرب پريم آشرم.

اهڙيءَ طرح ديوان ڏيارام جو ڌيان هميشہ گيان دوران سچي

پراپڪار ڪرڻ ۾ هو. پنهنجي پينشن مان بہ هميشہ رابيندرناٿ ٽئگور جي شانتي نڪيتن وشو ڀارتيءَ کي ۽ سرجڳديش چندر بوس جي ڪاليج کي مدد موڪليندو رهيو. بلڪ پنهنجي ڌرم چتني اُرملا ديويءَ جي نمت ٻئي دان، گيان يگيہ جي روپ ۾ ڪيا اٿس. هڪڙو دان انهن مان آهي شانتي آشرم لائبرري، امرتسر ۾ ۽ انهيءَ لاءِ تہ هميشہ بوس انسٽيٽيوٽ ڪلڪتي وارن کي جيون شاستر جي کوجنا لاءِ ماهوار مدد ملندي رهي. اهو دان سرڪار جي خزانچيءَ وٽ رکيل آهي ۽ ۱۴ سيپٽمبر ۱۹۲۷ع جي تعليمي ٺهراءَ نمبر ۴۰۹۱ ۾ چاڙهيل آهي.

## شانتي آشرم لائبرري

ڊاڪٽر هرنامداس ڳالهہ ٿي ڪئي تہ سنہ ۱۹۲۵ع ۾ ديوان ڏيارام لکيس تہ "مان شانتي آشرم لائبرري، امر تسر ۾ قائم ڪرڻ ٿو چاهيان. تنهن لاءِ مون وصيعت بہ ڪري ڇڏي آهي ۽ رپيا آ گڏ ٿيا پيا آهن. پر مونکي ڪو چڱو ماڻهو هن جي هلائڻ وارو هٿ نٿو لڳي. تنهنڪري جيڪر تون پاڻ ههڙي چڱي ڪم کي هٿ ۾ ڪٽي وڃي امر تسر ۾ ويهي رهہ." تنهن تي مون لکيو مان تہ مان وڏيءَ خوشيءَ سان هيءُ ڪم ڪريان، پر اوهان کي خبر آهي ۽ مونکي جوتشين جو بہ چوڻ آهي تہ مونکي هڪ هنڌ ٽڪاءُ ڪين ايندو آهي، پر تنهن هوندي بہ اوهان جي حڪم موجب مان امرتسر ۾ ڪجهہ وقت ويهي لائبرري چالو ڪري ڪنهن ماڻهوءَ کي اهو ڪم ڏيڪاري، انهيءَ جي ذمي ڇڏي ايندس. مون ڊسمبر ۱۹۲۵ع ۾ وڃي اُن جي کولڻ جو بندوبست ڪيو. شانتي آشرم لائبرري جو خاص مقصد اهو هو تہ هن ۾ اهڙا پستڪ ۽ مخزن پتر رکجن ۽ رسالا گهرائجن، جن جي پڙهڻ ۽ سٽڻ سان ماڻهن جي من کي شانتي حاصل ٿئي. تنهن لاءِ اول تہ سڀني ڌرمن ۽ مذهبن جي گرنٿن ۽ پاڪ ڪتابن جا هر ڪنهن مروج ٻوليءَ ۾ ترجما گهرائي رکجن ۽ اُنهن ڌرمن جي مجيندڙن جي صلاح موجب سڀني ڪان سٺيون تشريحون ۽ ٽيڪنائون پڻ انهن ڌرمي پستڪن جون موجود

رکجن، جيئن علم ماڻھو اُھي سمجھي سگھن. تيون تہ سڀ ڪنھن مذھب ۽ ملڪ جي بانيڪارن ۽ بزرگن جا جيون چرتر بہ مروج ٻولين ۾ رکجن ۽ اھي ڪتاب سڀڪنھن کي پڙھڻ لاءِ مفت ڏجن ۽ انھيءَ لئبرري ۾ اھڙو ڪوبہ ڪتاب يا ڪا اخبار نہ اچي، جنھن ۾ ھڪ ٻئي جي ڌرم جي برخلاف ڪا نندا يا شڪايت ھجي. انھيءَ سان گڏ ڪا اھڙي جاءِ بہ ھجي، جنھن ۾ ڪو ساڌو سنت اچي ٽڪڻ گھري تہ ھن کي ٽڪڻ ڏجي ۽ پڙھڻ لاءِ پستڪ ڏجن، پر خوراڪ جو بندوبست آشرم جي پاران ڪونہ ڪيو وڃي بلڪ ساڌو اھڙا ٽڪائجن جي پينون بہ نہ ھجن، پر ڪنھن نہ ڪنھن قسم جي پورھئي يا خدمت ڪرڻ سان پنھنجو پيٽ پاليندا ھجن. انھن ٻنھي رستن کان سواءِ ھيءَ بہ تجويز ڪئي ويئي تہ ھفتي ۾ ھڪ ڀيرو دفعو، ڪونہ ڪو، ڪنھن نہ ڪنھن پنٿ جو، اھڙو شخص اپديشڪرڻ لاءِ آندو وڃي، جنھن تي سندس پنٿ جي ماڻھن جي شرڌا ھجي ۽ جو پنھنجي پنٿ جون خوبيون ٻڌائي، پر شانتي آشرم جي آدرشن موافق اُپديش ڪري يعني ٻين ڌرمن جي گلا نہ ڪري. ٻي رٿ اھا بہ ھئي تہ ڪون نہ ڪو پريمي راڳي اچي راڳ ٻڌائي ۽ ڀڄن ڀاءُ ڪري ۽ ماڻھن ۾ ڀڳتي ڀاءُ پکيڙي. ڊاڪٽر ھرنامداس چيو تہ ”مون سادا ٻارھن مھينا اھو آشرم اھڙيءَ طرح ھلايو. بہ تي سوسائٽيون اُن جو پراسپيڪٽس پڙھي اسان کان لائبرريءَ جي چارج گھرڻ لڳيون، پر ديوان صاحب جي مرضيءَ موجب مون شرومٽي گوردوارا پر ٻنڌڪ ڪاميٽيءَ جي لوڪل ڪاميٽيءَ کي، جا امرتسر ۾ دربار صاحب ۽ ٻين سکن جي مندرن جي خبرداري ڪندي آھي، تنھنجي حوالي سڄي لائبرري ۽ اُن جو سامان ۽ ۵۴۰۰ رپيا نقد ڏنا، جو ھو مقرر شرطن موجب لائبرري ھلائيندا رھندا. جيڪڏھن ھو انھن شرطن موجب لائبرري ۽ آشرم ھلائڻ مناسب نہ سمجھندا يا ھلائي نہ سگھندا تہ سڀ ڪجھہ ٽرسٽين کي واپس ڪري ڏيندا. ھيءُ ٽرسٽ شريمتي اُرملا ديويءَ جي نالي تي آھي. اِھا لائبرري ھاٽي دربار صاحب ڪاميٽيءَ جي

طرفان چالو آهي، پر انهيءَ جو نالو انهن ڦيرائي گرو رامداس لائبرري ڪري ڇڏيو آهي. اها دربار صاحب جي باغيچي ۾ قائم آهي، جتي سڀ، هندو، مسلمان، ڪرستان، بلڪ نيچ ذاتين وارا به وچي ان جو فائدو وٺي سگهن ٿا.

هن لئبرري ۾ مٿين ٽن آدرشن کان سواءِ ڪي ٻئي نمونـي جا ڪتاب به اچي ويا هئا، جيئن ته راجنيڪ رهبرن جا جيون چرتر وغيره. انهيءَ تي ڊاڪٽر هرنامداس چيو ته "مون اعتراض آندو ته هي ڪتاب شانتي لائبرري جي مدعا کان ٻاهر آهن. ديوان صاحب مونکي لکيو ته بيشڪ ٻاهر آهن، پر مدعا جي برخلاف نه آهن، ماڻهن کي رڳو مذهبي تعليم نه گهرجي، پر سيني يوڳيه پرشن جي حياتين مان واقف ٿيڻ گهرجي، تنهن ڪري انهيءَ ۾ اعتراض نه اٿڻ گهرجي."

ديوان ڏيارام جي ڪاغذ پٽن مان معلوم ٿيو اٿم ته ڪيئن ديوان ڪتابن چونڊڻ ۾ ۽ جدا جدا هنڌن تان سنا ڪتاب آڻڻ ۾ خود ڪوشش ڪئي. ڪتابن ۽ مسواڙ جو سمورو خرچ ڏيارام پنهنجي پينشن مان ڪندو رهيو. ديوان شيرومل، ڊاڪٽر هرنامداس کي ٻه ٽي دفعا آڇ ڪئي ته ڌرمادا ٽرسٽ مان ڪجهه رپيا انهيءَ لاءِ وٺي پر جڏهن ڊاڪٽر هرنامداس، ديوان ڏيارام کان پڇيو ته هن منع لکي ۽ سمورو خرچ پاڻ ڀريندو رهيو. ديوان ڏيارام جي ڏاڍي مرضي هئي ته شانتي آشرم جهڙيون لائبرريون ٻين هنڌ به ٿهن، گويا مثال طور اها امر تسر ۾ برپا ڪرائي هئائون.

## روزمره جي حياتي

مٿين ڳالهين مان ظاهر آهي ته ديوان ڏيارام جو شوق سدائين گيان يگيه دواران پر اُپڪار ڪرڻ ۾ رهندو آيو ۽ گيانن ۾ گيان هن کي وٽندو هو ڌارمڪ گيان ۽ هوميوپٿيءَ جو گيان. قاعدي ۽ ساهتيه ۾ ماهر هو، مگر پرچار مٿين گيانن جو ڪندو هو. سول، ڪاليج، پستڪاليه،

آشرم، سيواسدن ۾ نيم پوروڪ پراپڪار جا انيڪ رستا ۽ اپاءَ ڪيس وٽندا هئا. ٻئندورا ۾ سندس حياتي ڏاڍي ايڪانت ۾ گذرندي هئي. سندس سس سهري مان خبر پئي ته صبوح جو نت نيم ٻه ڪلاڪ گڙ صاحب جو ويهي سني نموني سان پاٺ ڪندو هو پوءِ گهمڻ ويندو هو. تنهن کان پوءِ پهريان ٻه ورهيه سيوا سدن ۾ چار پنج ڪلاڪ ويندو هو. انهن ٻن ورهين ۾ سانجهيءَ جو پليٽوز ڊائلاگس يعني افلاطون جي سمودان جو ڪتاب پڙهندو هو. شام جو ٻه سمنڊ جي طرف گهمڻ ويندو هو. سمورو وقت اڪيلائي، پڙهڻ، لکڻ، گهمڻ ۾ گذاريندو هو. ڪجهه وقت پريمل جي خبرداريءَ ۽ ان کي پڙهائڻ لاءِ ٻه ڪم آڻيندو هو. ڪلاڪ اڌ هوميوپٿي پڙهندو هو. سندس لائبرريءَ ۾ خاص هوميوپٿيءَ جا ڪتاب ۽ مذهبي ڪتاب آهن ۽ انهن ۾ جيڪي نشان ٿيل آهن، تن مان معلوم ٿو ٿئي ته ديوان ڏيارام اهي ڏاڍي غور سان ويهي پڙهيا آهن.

پروفيسر ديوتيا کان خاص طرح پڇيو ويو ته ڏيارام ڪو يوگ جو آسن ڪري ويهي سانت اڀياس ڪندو هو ڇا؟ معلوم ٿيو ته ديوان فقط ايڪانت ۾ وهندو هو ۽ اتي ڌرمي ڪتابن جو ويچار ڪرڻ، ڊائرين لکڻ ۽ ٻي لکپڙهه ڪرڻ ۾ سندس وقت گذرندو هو. سندس خصلتن بابت پروفيسر ديوتيا ۽ سندس ڌرمپتني سشيلا ديويءَ جو رايو هو ته ديوان جي حياتيءَ ۾ خاص طرح نيم پوروڪ رهڻي ڏسڻ ۾ ايندي هئي. هر هڪ ڪم مقرر وقت تي ڪندو هو. سچو ڏينهن ڪم ۾ مشغول رهندو هو سچ لاءِ حد درجي جو پيار هيس. منجهس سادگي ٻه حد درجي جي هئي. هر روز نه فقط پنهنجي وقت جو حساب رکندو هو، پر خرچ جو ٻه حساب رکندو هو. اها حساب رکڻ جي عادت ڪاليج وارن ڏينهن کان هيس. ايترو جو لمليٽ پيتو اٿس ته ان جي ٻه داخلا آهي. ٻيو ته اڪيلو گهٽي پنڌ ڪرڻ تي ٻه هريل هو. اها ٻه سچي عمر جي عادت هيس. هو گهمڻ لاءِ ايڪانت وارن هنڌن، جهڙوڪ جهنگلن يا

سمنبُ ڏي ويندو هو. ١٩١٣ع کان ايڪانت ۾ وڏيڪ گذارڻ لڳو ۽
ڪنهن سان به ورلي ملندو هو. ڪن ٿورن ماڻهن کي منهن ڏيڪارڻ کان
انڪار ڪين ڪري سگهندو هو. ديوان ڪؤڙو مل هڪ دفع ڏسڻ آيس،
اُن کي ڏنائين. ويرومل بيگراج ٻن ٽن سان گڏجي ڪيس ڏسڻ آيو ٻه
چار منٽ ڳالهه ٻولهه ڪيائين ۽ چيائين ته مون سنڌ کي وساريو نه آهي.
سردار جوڳيندر سنگهه ٻه ٻه دفعا وٽس ويو. ميجر باسو ٻڻ ٻه دفعا آيو
هيس. مرزا قليچ بيگ گهمندي مليو هيس. هڪڙي دفعي مهاتما گانڌي،
مسز سرلاچوڌري، مسٽر ۽ مسز موتواٽي ۽ ابوالڪلام آزاد گڏجي
ڏسڻ آيس. ديوان انهن ۾ ڪنهن کي ڪونه ڏسندو هو ۽ اُنهن کي به،
جيئن مٿي ذڪر ڪري چڪا آهيون، لکي موڪليائين ته مهرباني ڪري
معاف ڪجو؛ مون ايڪانت جو ورت ڌارن ڪيو آهي. اُنهي واقعي کان
پوءِ ديوان ٻين کي به ڏسڻ اصل بند ڪري ڇڏيو. هڪڙو ٻيو ماڻهو جو
ڪيس ملڻ ايندو هو سو هو اوناش چندر مجموعدار جنهن جي ديهانت
نيڻ تي پنهنجي ڪتاب چابڪ ۾ ديوان هيئينءَ طرح لکيو آهي:

## هڪ متر

٢٩-١٢-٢٥

ڪالهه آيو پتر، ديهه کان ٿئين ڌار،
پائي اوناش چندر مجموعدار.
هئين بينگالي، ٿئين پنجابي،
تنهنجي پريمي دل، گدواٽيءَ جوابي.
چپ صاحب ارٿ، جو تنهنجو بينگالي،
هت آيو ودوان، ونتا پريم والي،
ڪيو تنهن گجراتي، ان جو پاشانتر،
سڦل تنهنجي محنت، ٻن علائقن اندر.
لاهور ۾ ياد، تنهنجا هندي پاشن،

تنهنجون ڦرن دوائون، اثر واريون، ساجن.
ڏرمپور ۾ ياد، سلهه روڳئن سيوا
آشرم بڻائي، ڪندو هئين دوا.
صبح جو سوير، تو پچڻ نئم،
وڪار نه تو ۾، طبيعت سلم.
ڏنءِ سني سکيا، استريءَ ۽ ڏيءَ،
مڪ، تنهنجي تهلئن گهٽو ڪري، ”جيءُ“
تنهنجي پتري هيمپريا شل پاتي سچي پريا،
تون پاڻ سونهندين، خود سنتن جي سيا.
پر انهن ورلي ايندڙ آدمين کان سواءِ ڪنهن سان ڪين ملندو هو.
البت غريب مريضن کي دوا درمل لاءِ صلاح ڏيڻ واسطي ملڻ ٿئي تہ
واهہ، نہ تہ صلاح بہ لکپڙهہ جي رستي ڏيندو هو.
سندس سس سهري کان پڇيو ويو تہ اوهانجي غير حاضريءَ ۾ جو
ديوان ڏيارام اوهان جي ڏيءَ سان شادي ڪئي، تنهن لاءِ اوهان کي دل
۾ ڏيو ڇا؟ ڇيائون تہ هن خط ۾ سڀ سمجهاڻي ڏني. اسان جي ڏيءَ
هئي ٢٦ ورهين جي، سو پنهنجي مرضيءَ جي مالڪياڻي هئي، اسان جي
دل ۾ ڪو رنج ڪونہ ٿيو. مطلب تہ سمورو وقت اهي سڀيئي هڪ گڏ
ڪٽنب جي ڀاتين وانگر ڪير ڪنڌ ٿي رهيا. پوءِ تہ سڀيئي پريمل جي پالڻ
۾ شامل رهيا. حقيقت حاصل ڪرڻ لاءِ جڏهن بمبئي ويو هيس تہ مون
پريمل کي ڏٺو. هن ميڪئنو سان راند ٿي ڪئي ۽ تمام وڏي فريٽ
ورڪ جي پل ٺاهي هئائين. هاڻي ستين درجي تائين وڃي پهتو هو ۽ ساٿين
سان خوش ٿي گذاريائين، پر گهٽا ورهيہ نہ جيئرو رهيو ۽ گذاري وڃي
والد جي گود ۾ وينو.
ديوان ڏيارام پاڻ تي گهٽ ۾ گهٽ خرچ ڪندو هو. بلڪل
ساديءَ طرح هلندو هو. ڪپڙا ڪهڙا بہ هجنس تنهنجي پرواهہ ڪندو
هو. جڏهن ليڊي منٿو. سيوا سدن ڏسڻ لاءِ آئي هئي، تنهن ڏينهن بہ

پروفيسر ديوٽيا ٿو چئي تہ زور سان مس ڪيس جهڙا تهڙا ڪپڙا ڪرائي سگهياسون. پينشن جي ڏينهن ۾ هو ڦاٽلن ٽٽلن ڪپڙن ۾ ٽالسٽاءِ وانگر رهندو هو. بلڪ ڪيترا دفع تہ شرط پڇائيندو هو تہ ڏسان ڪنهن وٽ جهوني کان جهونو ڪوٽ يا گهٽين چتين وارو ڪپڙو آهي؟ پوين سالن ۾ تہ درزيءَ کان بہ ڪپڙا ڪين سبائيندو هو. گهر ۾ سشيلا ديويءَ کي چوندو هو تہ سبي ڏينم ۽ جهڙا بہ سبي ڏيندي هيس تن تي ڏاڍو خوش ٿيندو هو ۽ پنهنجي سس کي چوندو هو تہ پريمل کي غريب ماڻهو جي ٻالڪ وانگر پال. چاهيندو هو تہ سيڪجهہ سڪرت جي ڪمن لاءِ بچايان. شڪارپور ۾ جڏهن جج هو تڏهن جيڪي سندس هٿ جا لکيل حساب آهن، جن مان ڏيکاري چڪا آهيون تہ خبر تي پوي تہ هزار ٻارنهن سؤ رپيا درماهي پگهار مان. پاڻ تي ۽ پنهنجي ڪٽنب تي ڏيڍ سؤ ڪن رپيا مس خرچيندو هو ۽ باقي سڀ دان بلي ڏيندو هو. پنهنجي جيوت ۾ ملڪيت کي امانت ڪري سمجهندو هو. بئندورا ايترن ورهين ۾ گاڏي ڪڏهن ڪين ڪم آندائين. هميشہ پنڌ ويندو هو. چوندو هو تہ پنڌ ڪرڻ ۾ فائدو آهي.

ڏيارام جي اهڙي پوتر آتما ايڪانت ۾ ايشور سان ميلاپ جي ڪوشش ۾ عمر جا پويان ورهيہ گذارڻ لڳي. سندس ڏلي ڏيان ۾ مگهن رهڻ لڳي. سندس روحاني رغبت ۽ اپياس جي ستہ سندس روحاني دينڪ وهي مان پوي ٿي. سن ١٩٠۴ع کان وٺي هر روز پنهنجي دينڪ وهي لکندو رهيو. ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ اهو اُمنگ ساڌو هيرانند جي جيون چرتر لکندي، سندس حياتيءَ مان حاصل ڪيائين. پهريون ڊائريون جي سندس رکيل آهن سي معمولي آهن. جهڙوڪ فلاڻا ڪتاب پڙهياسين، فلاڻن سان ملياسين وغيره. پوءِ تہ هر روز تپسيا جي وقت جيڪي خيال ايندا هئس، سي لکندو ويندو هو. انهيءَ طرح روحاني خيالن جو سچو پچو خزانو ڇڏي ويو آهي. ١١-آڪٽوبر ١٩٢٧ع جي خط ۾ ڪيولرام ڏانهن لکيائين تہ مهاتما گانڌيءَ وانگر آءٌ پڻ سچ جي کوجنا جا تجربا

ڪندو رهيو آهيان، منهنجون ڊائريون آهن اهي تجربا. تنهن ڪري سندس نالو لکيو سچ جا تجربا يا حقيقت جا آزمودا. ديوان ڏيارام لکيو آهي تہ مونکي مئي ١٩٢٣ع کان ايشور وٽان شاعراني ذات بہ عطا ٿي ۽ اُنهيءَ تاريخ کان وٺي ڏينڪ وهي، نہ فقط هميشہ وانگر انگريزيءَ ۾ لکندو رهيو، پر سنڌي شعر ۾ بہ لکڻ شروع ڪيائين. جا پوئين ڏينهن تائين لکندو رهيو. انهي ڊائريءَ جو نالو رکيائين چابُڪ (من لاءِ) ۽ رهاڻ من کي جيتڻ ۽ وس ڪرڻ لاءِ اپياس.

١٦ مئي ١٩٢٧ع جي خط ۾ ڪيولرام کي لکيو اٿس تہ هيءَ حقيقت ڀڏي عجب لڳنديءَ تہ چابڪ جو اڌ کان وڌيڪ حصو ڪيئن لکيو اٿم. سمهڻ پئي هنڌ ۾ جيڪي بہ خيال اچن، اهي پينسل ۾ انهيءَ ئي مهل ويندو هوس لکندو يا پوئين صبوح جو اونداهيءَ ۾ جيڪي خيال ايشور موڪلي يا دل ۾ اچن، سي هنڌ تي ويهي درج ڪندو وڃان، وري اهي ڏينهن جو صفا ڪري لکي ڇڏيان."

سندس اندروني آزمودا انهيءَ من لاءِ چابڪ ۾ ڏنل آهن. ڪهڙو نہ وگياني ويچار. ڪهڙو نہ گرواڻيءَ سان پيار. منجهانئن پيو جهلڪي! هڪ لڳا مون ديوان ڏيارام صاحب ڏانهن لکيو تہ جيئن اسين سڪول ۾ ٻارن کي ٻاهرين وديا ٿا ڏيون، تيئن اندرين جوت انهن جي ڪيئن جاڳايون، تنهن لاءِ ڪو سولو سلسلو ڏسيو. تنهن تي پاڻ من لاءِ چابُڪ جو پهريون ڀاڱو ڏياري موڪليائين ۽ لکيائين تہ انهيءَ منجهان اشارا ملي سگهندا. مون لکيو مانس تہ انهيءَ ۾ درجي وار خيال ڪين آهن، ڪي خيال تہ اهڙا آهن جو ٻار بہ سمجهن، پر ڪي تہ اهڙا جي هوشيار کان هوشيار ماڻهو کي بہ منجهائي ڇڏين. تنهن تي جواب ڏنائين تہ چوندو ڪري درجيوار ڪرڻ اوهان جو ڪم آهي، مونکي تہ جيئن خيال پئي آيا آهن، تيئن پئي لکيا اٿم. خير، انهيءَ ايڪانت جي سمي ۾ بہ ديوان ڏيارام لکپڙهہ سان آتمڪ اُنتي ۾ پنهنجن پيارن کي مدد ڏيندو رهندو هو. اهڙا ڪيترائي خط ديوان مرليڌر ۽ ٻين پريمين

ڏانهن موڪليا ٿائين، جن جو ذڪر سندس خطن جي باب ۾ ڪيو ويندو.

پنهنجي سنڌ پرڳڻي، بلڪ سڄي ڀارت کي آسيس به شعر ۾ ڪئي اٿس. پنهنجي چابڪ ۽ رهاڻ جي منڍ ئي منڍ ۾ لکيو اٿس:

ڀارت ڪندڙ شل تئي ڀڄن ڪندڙ

پوڄي شل هڪ اڪال اڪندڙ

سنڌڙي ٻه ونءِ ان ۾ ڀاڳ،

ماٺي شال سڄو سهاڳ.

اِنهيءَ ڪان سواءِ وقت به وقت پنهنجا اتساهه پيدا ڪندڙ بيت سنڌيءَ ۾ لکندو رهيو. هينئن بيتن مان خبر پوندي ته ڏيارام جو ڀڄن ڪيرتن ۾ ڪيترو نه ويساهه هو. سندس ويچار هو ته هنڌ هنڌ مڪتي فؤج جي ماڻهن وانگر، ڪيرتن فؤج جي پربڀات ڦيريون نڪرن. ڪيرتن فؤج بابت سندن سندر خيال هينئين شعر مان ظاهر آهن:

## ڪيرتن فؤج

ڀائيو چونه ڪيو، هڪ ڪيرتن فؤج،

ڪري اهڙا سڪرت، ڏئي گر مرشد اوُج،

ڀائيو چونه ڪيو، هڪ ڪيرتن فؤج

پربڀات پرڀ ساراهي، ڪرائي پريم چوج،

ڀائيو چونه ڪيو اهڙي ڪيرتن فؤج.

ڳائن ويراڳ شبد، ڪرائي وچڙيلن روچ،

جاڳو ڪريو سڄي ڪار، لڳو پر اُپڪار:

جڳ فن هتڪارين تان، لوڪ سدا ٻلهار (رهاءُ)

مسڪين سمجهو روپ پرڀ، پرڀ پيار بتايو،

پونجي، ملي توهانکي، تنهنجو ليکو پتايو.

ڪيرتن، هرڪتا ۽ سوال جواب،

ناٽڪ، گيت، واڄا، جن مان سکيا صواب.
سکيا ست سمجهہ وهنوار، سکيا يمن ۽ نيمن،
پنيہ، دانشمندگي، وقت سجائي ڪرڻ،
سهوليتون هر قسم، پاڻ سڌارڻ اجارڻ،
پاڻيپي پاءُ سهائتا پوجل کان تارڻ:
اهڙا سکرت رستا، همت ڌاري هلايو،
ڪيرتن فوڄ، مڪت فوڄ، امرت فوڄ وجهو پايو.
امرت ويلي اُٿي، گهٽ گهٽ ۾ ڌن لايو،
پوءِ گهٽيءَ گهٽيءَ، سندر ڀڄن ڳايو:
سڻي سي، هٽائي بہ، جوٽ پاپ نہ ورتندا،
نہ ڪانُ پانُ بگاڙيندا، ماپ تور پوري ڏيندا،
نہ ڪامورا لالچ ڪائيندا، حق حلال هلائيندا،
چور، نشئي، عشي، عبرت پذير ٿيندا،
استرين پالڪن تان، ظلم ڏک اُترندا.
هٿ ناريو، پائرو، ڪمرڪشي مردان،
جيوت نہ ڪريو گدلي، ڪريوس گلابداني.

ائين ايڪانت ۾ ايشور سان ايڪتا، اندر ۾ آرام ۽ انسانن جي شيوا جا خيال ڪندي، ڏيارام جيوت جا پويان ڏينهن گذاريا. پنهنجي وفات کان ڪجهہ ڏينهن اڳ ۾ پنهنجي هڪڙي منشيءَ کي لکيائين، ”منهنجي اندر کي بلڪل آرام آهي. مون کي گروائي ايتري ياد آهي جو صبح کان سانجهيءَ تائين هنڌ ۾ سمهئي پئي بہ اُچاريندو رهان تہ بہ ختم نہ ٿئي، تنهنڪري سڄو ڏينهن پيو ست سنگ ماڻيان. منهنجي لاءِ ڪابہ ڳڻتي نہ ڪريو. مان سائينءَ جي سلامت هٿن ۾ آهيان.“

ائين هلندي ٧-ڊسمبر ١٩٢٧ع جي اذائي وڳي منجهند جو ڏيارام جي آتما ديامي‌ءَ جي گود ۾ وڃي ويٺي.

پروفيسر ديوٽيا سان پرچاٽيءَ لاءِ چڱي ۾ چڱا آدمي اچي ڪٺا

ٿيا. مسٽر نٽراجن تمام سٺي تقرير ڪئي ۽ انت ۾ پروفيسر ديوٽيا هينيون پنهنجو گجراتيءَ ۾ ٺاهيل ڀڄن اُچاريو:

## سر ڀيروي

منگل مندر ٿهارون، دياميءَ،
منگل مندر ٿهارون.
سنت ڀڳت جن ڪارج نرنتر،
دوار رهيج آگهارون.
دين ڀڳت جو اوپو آجي، پوڇي پد همارون؟
دياميءَ منگل مندر ٿهارون.
جيون موکيون دور دور تي، ني جو وي مک قري آون،
نوجيون مان، آمر پومي مان، پريہ جن وندن تهارون.
دياميءَ منگل مندر ٿهارون،
تجهہ پريمل سپريت شد سنان مان
انوپم سک ڪهين پاوون،
لي ستڪاري سُت ني سنيهي، پرارٿنا ايج او چارون.
دياميءَ منگل مندر ٿهارون.

هن گجراتي ڀڄن جو مختصر مطلب آهي تہ هي دياميءَ، تنهنجو مندر ڪلياڻڪاري آهي. انهيءَ مندر جو در سنتن ۽ ڀڳتن جي ڪمن لاءِ سدا کليل آهي. هيءُ دين ڀڳت جو در تي بيٺو آهي سو پنهنجو پد پڇي رهيو آهي. جيوت جو چولو پري ڇڏي آيو آهي ۽ ڏسي ٿو تہ وري تہ نہ اچٹون اٿم، امريوميءَ جي نئين جيوت ۾، پيارا، توکي نمسڪار ٿا ڪريون. تنهنجي پريمل جي پوتر پيار ۾ شل ڪو سک اسين پايون. اسانجي اها ئي پرارٿنا آهي تہ هن پياري پتر جو ستڪار ڪج. هي ديامي!

باب تيرهون

# سنستائون

سنستائون آهن مهاپرشن جي انتر آتما جو پاڇو. انهن جي خواهشن ۽ خيالن جو خاڪو. انهن مان ظاهر ٿيندو آهي ته هنن پنهنجي ديش لاءِ ڇا ٿي چاهيو. انهن مان ظاهر ٿيندو آهي ته سنسار جي سڌاري لاءِ سندن ڪهڙا خيال هئا. جيئن ڏيارام جي ديهانت ڪانپوءِ سندس رچيل پستڪ سندس آتما جو آواز اسانکي پهچائيندا ٿا رهن؛ تيئن سندس همٿايل ۽ برپا ڪيل سنستائون به سندس آتما جا شبي سنڪلپ پور ڪنديون ٿيون رهن ۽ سندس اندر جو پرچو ٿيون ڏين.

سنستائون آهن پنگتي ڪوششون، انساني ضرورتن کي پوري ڪرڻ لاءِ. انساني ضرورتون مکيه طرح ڇهن قسمن جون آهن. ٻه آهن شخصي ضرورتون: تندرستي ۽ من درستي يا تعليم جون. انهن ٻن ضرورتن کي پوري ڪرڻ لاءِ گهرجن صحت سڌارڻ لاءِ ۽ سکيا سڌارڻ لاءِ سنستائون. انسانن جون ٻيون ٻه ضرورتون آهن پارٿن جي سنبڌ ۾: اهي آهن روزگار ۽ راحت جون ضرورتون، ڪم ۽ راند جون، هنر ۽ وندر جون. انهن لاءِ ضروري آهن هنري سيائون ۽ سنستائون ۽ سنگيت، چتر ۽ ناٽڪ شالائون، وندر گاهه ۽ راند جون سهوليتون. تنهن کانسواءِ به ٻيون انسان جون ضرورتون آهن. انصاف ۽ اخلاق. تن جي پوري ڪرڻ لاءِ ڪليل آهن قانوني سياسي ۽ مذهبي مجلسون، جماعتون ديني مذهبي ۽ سنستائون. ڏيارام جي جيون چرتر مان معلوم ٿو ٿئي ته انهن مان گهڻو ڪري هر هڪ قسم جي سنستائن برپا ڪرڻ ۽ هلائڻ ۾ سندس هردو، هوش ۽ هٿ ڳنڍيل هئا.

# صحت سڌار سنستائون

سنسار ۾ پهريون سک آهي نروگي ڪايا. اهو سک هر هڪ کي پهچائڻ لاءِ ڏيارام جي هميشہ ڪوشش رهي. سندس ناهيل ٽرسٽ ۾ پهريون ذڪر آهي ئوشد سهائتا جو. جنهن لاءِ ۱۲۰۰ رپيا ساليانو مقرر ڪري ويو آهي. اهو بہ لکيل آهي تہ اؤشد سهائتا هليءَ چليءَ موجب ديوان ميٺارام گشتي خيراتي دواخانہ دواران ڏيئي سگهجي ٿي. انهيءَ دواخاني کي هلائڻ لاءِ ڊاڪٽر هرنامداس مقرر ٿيل هو ۽ هو هر هنڌ ماڻهن ۾ صحت بچائڻ جي نيمن جو پرچار ڪندو رهندو هو ۽ هيوميوپٿي دوائون بہ ڏيندو رهندو هو. خاص آپدائن جي سمي ڏيارام پاڻ بہ ڪيتري نہ سرجوشيءَ سان حيدرآباد ۾ پليگ اسپتال ڪڍائي ۽ هلائي! وبا جي وقت ڊاڪٽر هرنامداس شهرن ۽ ڳوٺن ۾ گشت ڪندو رهندو هو ۽ ماڻهن کي سهائتا پهچائيندو رهندو هو. حيدرآباد جي صحت سڌار سڀا جو ڪم ديوان ڏيارام جاري ڪرايو. انهيءَ ڪم لاءِ ڊاڪٽر وليرام لکيو آهي تہ ديوان صاحب ۵۶۰۰ رپيا سهائتا ڏني، جي هاٽي وياج سميت ۱۰۰۰۰ رپيا ٿي پيا آهن. جن جي وياج مان جيڪي ماڻهو حيدرآباد مان ڏرمپور موڪليا آهن تن کي سهائتا ڪبي آهي. انهيءَ مان ظاهر آهي تہ سلهہ جي روڪڻ ۽ مريضن کي سمجهائڻ ۽ دوا درمل ڏيڻ، ٻاهر ڏرمپور وغيره موڪلڻ جو ڪم جو حيدرآباد شهر ۾ هلي رهيو آهي، تنهنجو اصل بنياد ديوان ڏيارام جي ڪوشش آهي. انهيءَ ڏس ۾ مکيہ ڪم جو ڏيارام صاحب پنهنجي دوست ملباري صاحب سان گڏجي ڪيو، سو هو ڌرمپور ۾ سلهہ وارن مريضن لاءِ گهرن ٺهرائڻ جو ڪم، جنهن جي ذريعي سڄي هندستان جي خدمت اڃا تائين ٿي رهي آهي. انهيءَ سنستا جو بيان ٻئي ڪنهن هنڌ اسان تفصيل سان ڪونہ ڏنو آهي، تنهنڪري هت ٿو ڏجي.

ڏرمپور سلهه آشرم. هن سنستا جو بيان ڊاڪٽر هرنامداس جي واتان جيئن ٻڌو ويو آهي تيئن ڏجي ٿو. گهر جي تڪليفن مان پر جو فائدو کيئن ٿو نڪري تنهنجو هڪڙو مثال ڏرمپور صحت آشرم بہ آهي. ديوان صاحب جي ويجهن عزيزن مان گذريلن ويهن پنجويهن سالن ۾ اٽڪل ٨ ڄاتي سلهه جو شڪار ٿي چڪا هئا. جڏهن ڏيارام صاحب ڏٺو تہ ڪنهن بہ دوا ڪرڻ سان هن بيماريءَ کان بچڻ مشڪل آهي، تڏهن ويچار ۾ پيو تہ سلهه وارن لاءِ ڇا ڪجي؟ يورپ ۽ آمريڪا جي صحت آشرمن جو احوال پڙهي هن پنهنجي دوست مسٽر ملباريءَ سان اها ڳالهہ ڪئي ۽ ٻنهي يڪراءِ ٿي هندستان ۾ اهڙي هڪڙي سئنيٽو ريم (صحت آشرم) کولڻ جي تجويز ١٩٠٦ع ڌاري دل ۾ پڪيءَ ريت ڪئي. انهيءَ لاءِ ديوان صاحب پاڻ ڏهہ هزار رپيا ڪڍي ڏنا ۽ ٢٤٠٠٠ چندو عام خلق مان ڪٺو ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح ڪل ٣٤٠٠٠ روپين سان ڏرمپور صحت آشرم جو ڪم شروع ڪيو ويو. ڏيارام صاحب جو آدرش اهو هو تہ نہ فقط سلهه جي بيمارن کي اولهہ جي نموني تي کليءَ هوا، سج جي روشنيءَ ۽ ٥٠٠٠ فوٽ مٿاهينءَ جاءِ تي چيل جي وڻن جي هوا جو فائدو ملي، پر انهيءَ سان گڏوگڏ هنن کي سنت راضي ڪرڻ لاءِ چت پرساد، اندر جي آرام ۽ آتمڪ انتيءَ لاءِ سهائتا ملي، تنهنڪري جدا جدا ڌرمن جي خيالن موجب، ڌارمڪ جايون بہ اتي ٺهرائي ڇڏجن. جتي وڃي خدائي خيالات ۾ ماڻهو محو ٿين ۽ ڪو اهڙو ماڻهو بہ انهن جي مدد لاءِ مقرر ڪجي، جو سندن دلين کي ايشور جي طرف مائل ڪري ۽ آتمڪ انتيءَ جو رستو ڏيکاري. سندس هدايت هئي تہ صبوح شام ڀڄن ڪيرتن ڪيا وڃن، جيئن تن من ۾ شانتي پرايت ٿئي ۽ اهي پرميشور پاسي لڳن. ڊاڪٽر هرنامداس چيو تہ مون اتي وڃي هڪڙي راڳيءَ کي پڳهار تي رکڻ لاءِ منظوري گهري، تنهن تي ديوان ڏيارام صاحب لکيو تہ توهانکي سڀ اختياري آهي پر چڱو ائين ٿيندو

تہ ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ کي اتي رهڻ جي ڪوٺ ڪجي جنهن جي دل عبادت پوڄا ۾ پنل هجي، جيئن تہ ڊاڪٽر زيوبن جهڙو ماڻهو. پوءِ انهيءَ تي جيترو خرچ ٿئي تيترو بيشڪ ڪجي.

## ڌرمپور ۾ اسپتال جو نمڻ

ملباري صاحب جي اپيل تي گڏيل علائقن جي ليفٽيننٽ گورنر صاحب پاڻ ڪيس آڇ ڪئي تہ اوهين آلمورا پهاڙ ۾ جيڪا ۽ جيتري جاءِ گهرو اها اوهانکي مفت ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. تنهن تي ديوان ڏيارام ۽ ملباري صاحب سوچيو تہ اڳئي آلمورا پهاڙ تي گهڻا بيمار ويندا آهن ۽ انهن جي ڪانگهارن وغيره کي ڊسنفيڪٽ ڪرڻ ۽ سندن بيماريءَ جي جيوڙن ناس ڪرڻ جو جوڳو بندوبست نہ ٿو ٿئي، تنهنڪري اتي اڳئي انهيءَ بيماريءَ جو ٻج گهڻو پکڙيل هوندو سو اسين نوان تجربا چڱيءَ طرح ڪين ڪري سگهنداسون. انهن ڏينهن ۾ پٽيالا جو مهاراجا ننڍو هو ۽ هن جو ايجنٽ هڪ انگريز هو، تنهن لکيو تہ جي اوهانکي سملا وٽليءَ ۾ ڪا جاءِ گهرجي تہ اسين ڌرمپور جا جهنگل ڏيئي سگهنداسون، انهن جهنگلن ۾ صحت آشرم لاءِ سڀ موافق حالتون موجود آهن، سندن اتاهين ۵۰۰۰ کن فوٽ آهي، منجهن چيل جا درخت وغيره آهن پر انهيءَ زمين تي حق مالڪاڻو رياست جو رهندو. ديوان صاحب ۽ ملباري صاحب اها ڳالهہ قبول ڪئي ۽ ۱۰۰ ايڪڙ زمين، ۹۹۹ سالن لاءِ، هڪ رپيا ساليانو حق مالڪاڻو ڏيئي ورتائون. پوءِ مونکي (ڊاڪٽر هرنامداس کي) ديوان صاحب پنهنجو مختيار نامو لکي ڏنو ۽ مان انهيءَ جاءِ جي چارج وٺڻ لاءِ ويس. پر ڏٺم تہ ۱۰۰ ايڪڙ زمين ۾ پاڻيءَ جو چشمون هڪ بہ ڪونهي ۽ جيڪو آهي سو ڪيترو پنڌ پري آهي. ديوان صاحب کي لکي موڪليم تہ پاڻيءَ کانسواءِ سئنيٽوريم (صحت آشرم) ڪيئن هلائي سگهبو ۽ ايتري مفاصلي تان پاڻي آڻڻ

مشڪل آهي، تنهن ڪري هن جي بدران ڪو ٻيو ٽڪر وٺڻ لاءِ ڪوشش ڪجي. تنهن تي ديوان ڏيارام پاڻ ڏرمپور چڙهي آيو. سرزمين تي چشمون وغيره نہ ڏسي چونڊ لڳو تہ بيشڪ پاڻيءَ جي گهٽتائي آهي، پر جنهن زمين جو نالو ڌرمپور آهي تنهن کي ڪيئن ڇڏجي. ڌرم جي نالي تان ٿي قربان وڃجي. پرواهہ نہ آهي، پاڻي پهچائڻ لاءِ پئسا خرچ ڪنداسين، پر هن ڌرم ڀوميءَ کي ڪين ڇڏينداسين. پوءِ تہ آخر پنجاب سرڪار پنهنجي خرچ تي پاڻيءَ جو بندوبست ڪيو ۽ واٽر ورڪس ٺهرايا.

صحت آشرم جي ڪاميابيءَ لاءِ ديوان ڏيارام هڪڙي هدايت روبرو ڏني جنهن مان سندس سندر دل جي ڪجهہ قدر خبر پئي ٿي. هن چيو تہ پنهنجي علائقي جي پسگردائي ۾ جيڪي ماڻهو رهندا هجن انهن سان بلڪل مٺ محبت سان رهجو ۽ انهن کي جيڪا بہ ضروري مدد ڏيئي سگهو، سا ڏيندا رهجو، تہ پوءِ اُهي بہ ڪنهن قسم جي تڪليف بيمارن کي ڪين ڏيندا ۽ انهن مان ڪو چوريءَ جو خطرو ڪين رهندو. جڏهن ڊاڪٽر هرنامداس اتي آيو ۽ جهنگ صاف ڪرائي صحت آشرم پئي ٺهرايائين، تڏهن ديوان ڪندنمل منگهرمل صاحب بہ هن کي مدد ڪرڻ لاءِ اُتي ويو هو. پر افسوس جو اُتي دل بيهڻ سبب هن جو ديهانت ٿيو. اها هئي سنڌ جي پهرين قرباني انهيءَ ڪانپوءِ ڪجهہ مهين بعد يعني مئي ١٩٠٩ع ۾ ڊاڪٽر هرنامداس چارج ڇڏي. هاڻي تہ اُتي تمام وڏو بندوبست آهي. اهو ڪم Consumptives Home Society سلهہ گهر سڀا، جي هڪ رجسٽر ٿيل منڊلي هلائي رهي آهي. انهيءَ سڀا جي منتري مسٽر ايس . پي . واڊيا پوئين رپورٽ بہ مهرباني ڪري موڪلي ۽ ان سان گڏ هڪ ليک بہ موڪليائين. انهيءَ ليک ۾ لکيل آهي تہ ديوان ڏيارام گدومل جي ديا ڀريءَ دل ۾ اهو ويچار اتپن ٿيو تہ سلهہ جي برخلاف ڪا ساري هندستان لاءِ رٿيل ڪوشش هلائي.

هن اهو ارادو پنهنجي دوست مسٽر بهرامجي ملباريءَ کي لکي موڪليو. سنہ ١٩٠٧ع ۾ سلهہ گهر سيا، بمبئيءَ جي نالي تي پوسٽ آفيس ۾ هڪڙو کاتو کوليو ويو، جنهن ۾ ٧٧٠٠ رپيا جمع ڪرايا ويا جنهن ۾ ٢٧٠٠ هڪڙي دوست جا ڏنل هئا ۽ ٥٠٠٠ رپيا آر. ايچ. اي جي نالي جا ڏنل هئا. (پائنجي ٿو تہ آر. ايچ.اي. معني ديوان ڏيارام) اهو مقصد رکيو ويو تہ اهي پئسا سلهہ گهرن جاري ڪرڻ ۾ ڪتب آڻجن، جيئن انهيءَ مرض ۾ ورتلن کي مدد ملي سگهي.

سن ١٩٠٩ع ۾ ڌرمپور ۾ سلهہ وارن لاءِ صحت گهر رٿيو ويو ۽ ديوان ڏيارام انهيءَ جو منتري ٿي رهيو. ٿن ورهين تائين هر هر وجي انهيءَ صحت گهر جي جاري ڪرڻ ۽ اُن جي پڪي پائي تي انتظام رٿڻ ۾ لڳايائين. انهن ڏينهن ۾ هڪڙو تمام اوچ آتما ۽ قدرت جو پوڄاري بابو پرتاب چندر مؤز مدار بہ بنا پگهار انهيءَ صحت گهر جي مٿان نگهباني ڪندو رهندو هو ۽ انهيءَ ۽ ڊاڪٽر هرنامداس جي مدد سان هن سندر ڪم جي پائي وجهڻ جي منڍ وارين مشڪلاتن کي ديوان ڏيارام منهن ڏيندو رهيو. پٽيالا جي مهاراجا صاحب هن کي پهريائين ڪادم پيلو صحت گهر لاءِ ڏنو ۽ تنهن ڪانپوءِ وري ڪاروڪا کيت ڏنو. انهيءَ لاءِ تہ ڌرمپور ۾ سلهہ جا مريض جي رهن، تن جو اثر ٻاهر نہ وڃي، جنهن کي روڪڻ لاءِ چؤڏاري ڇڏيل ميدان هجن. ڪل اهڙيءَ طرح ١٠٠ ايڪڙ مليا ۽ ١٩٠٩ع ۾ ١٠ مريض اچي تنبن ۾ رهيا. پئي ورهيہ ٧٠ ۽ هاڻي تہ هر سال ١٥٠ مريض سنستا جو فائدو وٺن ٿا، پر اٽڪل ١٥٠ کن کي موٽائڻو بہ ٿو پوي. هڪ هڪ مريض سان گڏ اٽڪل ۴ کن ٻيا بہ سندس مٽ مائٽ ۽ شيواڌاري اچن ٿا ۽ انهن سڀني کي کليل هوا، اس، صفائي، سٺي کاڌي ۽ آرام ۽ سلهہ کي روڪڻ جي اصولن جي خبر ٿي پوي. ڌرمپور ۾ هاڻي تنبن بدران جدا جدا مڪان ٺهي ويا آهن. ١٦ جهوپڙيون پارسين ٺهرايون آهن، جن ۾ ٣٣ ڪوٺيون آهن. ٧ بلاڪ ٻيا بہ پارسين ٺهرايا آهن، جن ۾ ٢٣ ڪوٺيون آهن. ٦

جهوپڙيون هندن ٺهرايون آهن جن ۾ ١٢ ڪوٺيون آهن ۽ انهن هڪ شاميانو پڻ ٺهرايو آهي جنهن ۾ ٦ ڪنولا آهن. هڪ جهوپڙي مسلمانن ٺهرائي آهي جنهن ۾ ٦ ڪوٺيون آهن ۽ ٽيهه ڪوٺيون عام چندي مان ٺهيل آهن. ١٦ ڪوٺيون نوڪرن لاءِ آهن. ڪل ٩٠ مريض رهي سگهن ٿا.

صحت گهر کي پاڻي ليڊي هاردنج واٽر ورڪس جي وسيلي پهچي ٿو، جو ڪم سرچنو ڀائي ماڌو لعل، احمد آباد جي سيٺ، اڌ لک خرچي ٺهرايو آهي.

سر ڀوپيندر سنگهه مهيندر بهادر هڪڙي شاهي وندر گاهه ٺهرائي آهي، انهيءَ لاءِ ٻه ٧٠٠٠ رپيا سرچنو ڀائي ماڌو لعل ڏنا ۽ ٤٠٠٠ هزار رپيا پٽيالا دربار ڏنا آهن. انهيءَ وندرگاهه ۾ سڀ در اندر ويهي ڪرڻ جوڳ رانديون رکيون ويون آهن ۽ هڪڙي ناٽڪ شالا ٻه آهي ۽ هڪڙو پستڪاليه ٻه. اها جهوپڙين ۽ بلاڪن جي وچ واريءَ جاءِ تي آهي. اتي اچي مريض خوشُي پرائي پٽيالاجي مهاراجا کي ڏنيواد ڏيندا رهندا آهن، جنهنجي ١٠٠ ايڪڙ زمين جي دن ڪري هيءُ ڏرمپور ۽ صحت گهر ٺهي سگهيا. هڪڙو نوشيروان عادل مهمان خانو ٻه ٺهيل آهي، جنهن لاءِ رتن ڀائي، نسروانجي ٽاٽا جي ڏيءُ ٩٠٠٠٠ رپيا دان ڏنا هئا. بيمارن کي کير پهچائڻ لاءِ پروجڀائي پٽڪ گئوشالا آهي. مطلب ته هر قسم جو بندوبست بيمارن جي سهوليت لاءِ آهي. اهڙيءَ طرح ديوان ڏيارام ۽ مسٽر ملبلاريءَ جي شڀ ڪامنا جو پوکيل ٻج وڏي وڻ ٿيو آهي ۽ ڏرم جو ڪم ڏرمپور ۾ پيو هلي. ديوان ڏيارام جي صحت سڌار سنستائن مان، ڏرمپور صحت آشرم سڀ کان وڏي تنظيم ليکڻ گهرجي. ٻئيدرجي ۾ گشتي خيراتي اسپتال ٿيون هوميوپٿيءَ تي زور ڏيڻ ۽ هوميوپٿي سکڻ لاءِ سڪالر شپون تجويز ڪرڻ. انهيءَ ڪانسواءِ ديوان تاراچند مان خبر پيئي ته وٽس هڪڙو ڪاغذ هو، جنهن مان معلوم ٿه

ٿئي تہ ديوان ڏيارام ڪجهہ وقت لاءِ ليپر آشرم منگهي پير واري جو پريزيڊنٽ هو. ۽ انهن ڏينهن ۾ مسٽر هرچندراءِ سيڪريٽري هو. مطلب تہ هر هڪڙي اُپڪاري جي ڪم ۾ ديوان ٻانهن ٻيلي ٿيڻ لاءِ تيار رهندو هو.

## سڪيا سڌار سنستائون

سڪيا سڌار جي سنستائن استاپن ڪرڻ ۾ ديوان ڏيارام تمام گهٽو ڀرو ورتو. ڀهرين وڏي سنستا، جا هن جي ڪوشش سان کلي، سا هئي ڏيارام ڄيٺمل ڪاليج واري. انهيءَ جي لاءِ جا اپيل ديوان ڏيارام ناهي، سا سندس علميت جي هڪ وڏي ثابتي آهي. تنهن ڪانپوءِ لڳاتار ڪوشش جا هو ڪندو آيو تنهنڪري اهو ڪاليج ڪراچيءَ ۾ برپا ٿي سگهيو ۽ ١٧-جنوري ١٨٨٧ع ۾ ٢٨ شاگردن سان کوليو ويو. هاڻي تہ وڏي وڻ ٿيو آهي ۽ انجنيري شاخ بہ ان سان لڳائي ويئي آهي ۽ ”لا“ ڪاليج بہ کليو آهي جنهن ۾ ايل ايل بي لاءِ بہ پاڙهيو وڃي ٿو. حيدرآباد نشنل ڪاليج ۾ جا ديوان صاحب جي ڌرمادا ٽرسٽ مان مدد ملي ۽ آخر ۾ سندس يادگار فند پڻ ديوان تاراچند ڏنو. تنهن جو ذڪر ڪري آيا آهيون. انهيءَ ڪري اهو ڪاليج هاڻي ڪوٺبو ئي ڏيارام گدومل نشنل ڪاليج آهي. سنڌ ۾ بہ وڏا ڪاليج کولائڻ ۾ مدد ڪرڻ، ديوان صاحب جي گيان يگيہ ۾ وشواس جو وڏو ثبوت آهي.

تنهن ڪانپوءِ سال ١٨٨٨ ۾ ساڌو هيرانند کي ايڪڊمي کولڻ ۾ همٿائين ۽ هيرانند جي ديهانت ڪانپوءِ انهيءَ ايڪڊميءَ جو پريزيڊنٽ ٿي رهيو. انهيءَ ئي سال ۾ ٨ نومبر ١٨٨٨ع ۾ رفارم ائسوسيئيشن رجسٽر ڪرايائين، جنهن جو مقصد هو تہ عورتن ۾ علم ڦهلائجي ۽ جيڪي سماجي يا ڌرمي يا ٻيون اهڙيون خرابيون هجن Condemn؛

پوڙهن جو نندين نيتين سان پرٽو روڪجي؛ جيئري ئي جيئري شادي جي رسم کي روڪجي.

عورتن جي تعليم لاءِ هن ائسوسيئيشن جا ٧ اسڪول کليل آهن. انهن جو بيان اڳيئي ڪيو ويو آهي. حيدرآباد ۾ زناني تعليم انهيءَ ائسوسيئيشن جي ڪري تمام زور ورتو آهي. انهيءَ ڪانسواءِ ٻين ديسن ۾ لائق جوانن کي وديا پرائڻ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ ديوان ڏيارام اسڪالرشپن ڏيڻ جو سلسلو جاري ڪيو جنهن مان حيدرآباد کي ۽ ڪجهه قدر سنڌ جي جوانن کي تمام گهڻو فائدو مليو آهي. اهڙيءَ طرح سکيا سڌار ڏانهن ۽ سکيا جي سهولين وڌائڻ جي ڪم ۾ ديوان صاحب جو تمام گهڻو وسواس هو ۽ سندس ڪوشش رهندي هئي. ڪاليج ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ اسڪول، گدومل سنسڪرت پاٺشالا، ساڌو آشرم، شانتي آشرم ۽ پستڪاليه، اهي سڀئي سنستائون ڏيکارين ٿيون تہ ڪيترو نہ شوق ۽ اُتساهہ ديوان ڏيارام جو هن ڪم ۾ هو. سندس گهٽي ڪان گهڻو زور انهيءَ گيان يگيہ تي هو. سيوا سدن سنستا جو مکيہ ڪم بہ وديا پرچار هو ۽ آهي. منجهانئس ڪيتريون ئي ماسترياڻيون پيون هر سال تيار ٿين. سندس هلايل ڏرمادا ٽرسٽ ڪيترن سالن ڪان ڪروي يونيورسٽيءَ سان لڳايل وومينس ڪاليج، حيدرآباد ۾ ۽ پڻ آرٽ سڪول حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ ۽ تمام وڏي لائبرري شرناگتي، ڪراچيءَ ۾ برپا ڪيا آهن. انهيءَ ريت ديوان ڏيارام جا جاري ڪيل گيان يگيہ اڄا تائين پيا هلن ۽ اُنهن پراپڪاري برڪشن مان ماٺهن کي ڦل ملندا رهن ٿا.

## آرٿڪ سهائتا ۽ روزگار وڌائڻ لاءِ سنستائون

ديوان ڏيارام جو ڌيان فقط صحت ۽ سکيا جي سنستائن تائين محدود ڪونہ هو. هر قسم جي دک کي دور ڪرڻ لاءِ سندس دل ۾ ديا اُڀرندي هئي. سندس مراد هئي تہ گيان يگيہ سدائين هلي ۽ پڻ دکن

جو نورتي ٿئي، جنهنڪري ماڻهو پرماتما جو ڌيان ڪري سگهن ۽ سندس جيون جي شيوا ڪري سندس پيار ٿين. تنهنڪري هر ڪنهن اتفاقي يا دائمي تڪليف کي باقاعدي دور ڪرڻ جي ڪوشش ۾ ديوان ڏيارام جو دماغ ۽ هردو رڌل رهندو هو. مٿي اڳئي ڄاڻايو ويو آهي ته ڪيئن ديوان صاحب ڌڪار جي وقت عام طرح سهائتا ڪرڻ جو يتن ڪيو ۽ ڪيئن ڀائي مولچند صاحب سان ملي سستو اَن ۽ پاڻي موجود ڪرڻ جي ڪوشش تي ڪيائين. ساڳيءَ ريت شادين ۽ غمين تي جيڪي خرچ ٿين ٿا ۽ ڪمائيندڙ جي موت ڪانپوءِ جا ٻالڪن ۽ پروار جي پاتين کي سهائتا ڪپندي آهي، انهن جي لاءِ سهائتا موجود ڪرڻ لاءِ ديوان ڏيارام ١٨٩٤ع ۾ سنڌ هندو پراويڊنٽ فنڊ سوسائٽي رجسٽر ڪرائي. هن سوسائٽيءَ جي مراد هئي ته هڪ ٻئي کي فائدي پهچائڻ جي سرشتي تي سنڌ جي هندوجاتيءَ جا ماڻهو ۽ ٻيا رهواسي، جي سنڌ ۾ ٧ سالن کان مٿي عرصي تائين رهيا هجن ۽ جي ظاهر ڪن ته هميشه سنڌ ۾ رهنداسين.

١. آهي پنهنجي مرتيوءِ بعد پنهنجن ڪٽنبين، ويجهن عزيزن ۽ آڌار رکندڙن لاءِ پيسن جي سهائتا جو بندوبست ڪن.

٢. شاديءَ جي ڪارج تي هڪ ٻئي کي مدد ڪن.

٣. ٻيءَ طرح ويمي جي پسند ڪيل ڪن سرشتن موجب ويمي جو ڪاروبار هلائين.

ديوان ڏيارام جي هلايل اها سنستا به خوب زوردار طرح سالن جا سال هلندي آئي، پر هاڻي قاعدي جي ڦير ڦار ڪري سميٽجي رهي آهي.

انهيءَ ڪانسواءِ جوانن کي روزگار ۾ لڳائڻ لاءِ، جون ١٩٠٣ع ۾ ديوان ڏيارام، دي انڊسٽريل ائسوسيئيشن نالي، هڪڙي هنر ورڏڪ منڊلي برپا ڪئي ۽ رجسٽر ڪرائي. انهيءَ جي قاعدن جي ڪتاب جي مٿان متو چونڊيائون ته حياتيءَ جي گهرائيءَ جي معنيٰ آهي ته ٻين کي

مدد ڪرڻ ۾ بہ گهرائي آئجي. انهيءَ منڍليءَ جا مقصد هيٺينءَ ريت رکيا ويا:

١. هنري تعليم ڏيڻ ۽ وڌائڻ اهو ڪم هنري شالا کولڻ سان يا جوانن کي نون هنرن سکڻ لاءِ موڪلڻ سان يا ٻيءَ طرح پورو ڪجي.

٢. اڳين هنرن مان جيڪي بہ هنر همٿائڻ جي لائق هجن تن کي پنر جيوت ڪرڻ، نئين سر جاڳائڻ ۽ نون هنرن کي پنهنجي ديس ۾ جاري ڪرڻ ۽ وڌائڻ، انعامن ڏيڻ يا ٻيءَ طرح سهائتا ڏيڻ سان يا ڪجهہ وقت لاءِ جيڪو پونجي لائي تنهنکي وياج ڏيڻ جي ذمي کڻڻ سان.

٣. هنري سهڪاريہ وڌائڻ.

۴. جيڪي پئسا هن منڍليءَ کي ملن تن کي مٿين ڪمن جي پورائيءَ لاءِ خرچ ڪرڻ سان وغيره.

هنري شالا جو مقصد حال في الحال اهو رکيو ويو تہ جدا جدا هنر وارن کي بنا پئسي سندن هنر هلائڻ لاءِ ڏجي ۽ غريبن جي ٻارن کي انهن وٽ هنرن سيکارڻ لاءِ مفت وهارڻ جو بندوبست ڪجي، شرط تہ هر هڪ شاگرد گهٽ ۾ گهٽ هفتي ۾ ٣٩ ڪلاڪ پنهنجو چونڊيل هنر سکندو رهندو. هيٺين قسمن مان ڪنهن بہ قسم جي هنر جي ڪارخاني کي جاءِ ڏيئي ٿي سگهجي.

١. مڪينيڪل انجنيئر- انجڻ هلائڻ جا ڪارخانا.

٢. ڪرسين، ميزن، ڪٻٽن وغيره ڪاٺ جي سامان جو ڪارخانو

٣. سونارڪو ۽ واڍڪو ڪم.

۴. سون چانديءَ ۽ گلٽ جو ڪم.

۵. واچن ناهڻ ۽ مرمت جو ڪم.

٦. ٽين جو ڪم.

٧. لوهارڪو ڪم.

٨. ناٽارڪو ڪم.

٩. نقش ڪاري ۽ اُڪرڻ جو ڪم.

۱۰. جنڊيءَ جو ڪم
۱۱. ڪاشيءَ جو ڪم
۱۲. درزڪو ڪم
۱۳. پٽ ۽ سرمي جي پرت جو ڪم
۱۴. فوٽو گرافيءَ جو ڪم.
۱۵. بيد جو ڪم.

سن ۱۹۰۹ع ۽ ۱۹۱۰ع جي رپورٽ مان معلوم ٿو ٿئي تہ هيءَ منڊلي بہ، اوڌر طور ڏنل يا موٽي ملندڙ اسڪالرشپون، هر ورهيہ نوجوان کي انجنيري ۽ ڪپڙي جي مل يا بجليءَ جي ڪمن سکڻ لاءِ ڏيندي رهي. انهيءَ وقت سندس ڪل فنڊ اسڪالرشپن لاءِ ۳۵۳۰ رپيا ۽ هنري شالا لاءِ ٦۰۰۰ هو. آخر فقط موٽي ملندڙن اسڪالرشپن ڏيڻ جو ڪم وڃي باقي رهيو، جنهن مان ڪيترا چڱا چڱا جوان هنر سکي اوچ تي وڃي پهتا آهن. جيڪس هنري شالا وارو خيال گهٽي قدر سوپارو ٿيل ڪونہ ٿو ڏسجي.

غريبڙي بئنڪ- مٿين آرٽڪ سهائتا جي ڪمن کان سواءِ، ديوان ڏيارام ٻارن ۽ غريبن ۾ ڪفايت ميڙڻ جي عادت وجهڻ لاءِ، هڪڙي بئنڪ جاري ڪئي، جنهنجو نالو رکيو ويو غريبڙي بئنڪ. منشي هوتچند جو چوڻ آهي تہ هڪ لڱا پنهنجي گهر ۾ ننڍن ٻارن جي فضول خرچي ڏسي، ديوان ۱۵-۲۰ منٽ اکيون ٻوٽي چوڻ لڳو تہ ٻارن ۾ ميڙڻ جي چوش ڪيئن وجهجي؟ پوءِ چيائين هڪڙي بئنڪ کڏجي، جنهنجو نالو رکجي غريبڙي بئنڪ. انهيءَ منجهہ ٻاڻڪ پائي ڪٽي اچن سا بہ ونجي ۽ داخل ڪري ڏجي. انهن کي سندن جمع پيل رقم تي ۴ سيڪڙو وياج ڏيئي سندن کاتو چالو رکجي. گهرج آهر پل ڪيائي وڃن. منشي هوتچند جو چوڻ آهي تہ مان منجهي پيس تہ ايترن

بالڪل، پورهيتن ۽ ودوائن جا ننڍا ليکا ڪيئن رکبا. ڇيومانس تہ توتو پوندو. ڇيائين فڪر ڪونهي، پربو. پوءِ تہ ويهي دل مان فارم ڪڍيائين ۽ سڌ ڪري ويهي سمجهايائين. پوءِ پڇيائين تہ ڪلاڪ ۾ ١٠٠ بالڪن جو ڪم ڪري سگهندي، ڪين نہ، ڇيم هائو: فارم ڇپجي ويا، اسڪولن ۾ اشتهار ويا. ماسترن ڏانهن فارم موڪليا ويا. مهيني جو مٿو ڪتابن ۾ داخل ڪرڻو هئون. پوءِ ديوان ڏيارام، سورت ويو. مون (منشي هوتچند) کي بئنڪ جي ڪم هئڻ سبب پاڻ سان ڪين وٺي ويو؛ ڇئي ويو تہ شڪي ۽ تڪليف ڏيندڙ ماڻهن جو حساب بيشڪ بند ڪري ڇڏجانءِ. رول ڪين ناهيا ويا؛ رسيد بوڪن جي مٿان "غريبڙي بئنڪ" جوابدار ديوان ڏيارام گدومل" اهي لفظ لکيا ويا. رسيدن تي صحيحون مان ۽ ديوان آوتسنگهہ ۽ ديوان شير سنگهہ ڪندا هئاسون. ڪم هليو. بار پئسا روز ڏيڻ ايندا هئا. روز ڇوڪرن ڇوڪرين جو ميلو لڳو پيو هوندو هو. انهيءَ مان ٧٣٠٠٠ رپيا اچي ٿيا. ڪم ڪندڙ مان هڪ هيٺان منشي رکيم. ١٢ مهيني وياج ڪڍون پائي بندي نموني، ٢٥ پاين تي هڪ پائي، نقصان پئي سنوسين. ديوان کي لکيم تہ نقصان ڇو سهون ۽ هنڌيون وٺي ڇونہ وياج وڌايون؟ لکيائين تہ اهي جوکائتا ڪم ڪين ڪبا. هڪڙي ڏينهن ديوان ٿهلرام، پيپلس بئنڪ جي مئنيجر لکيو تہ جي اوهين غريبڙي بئنڪ جا پئسا اسان وٽ رکندا تہ ٦ فيصد وياج ڏبو. ديوان لکو ائين ڪريو. پئسا پيپلس بئنڪ ۾ رکو ۽ جيڪو وياج پہ تڪا وڌيڪ اچي سو ڪم هلائڻ جي خرچ ۾ لايو. مون جواب ڏنو تہ آءٌ ديوان ٿهلرام جو واقف آهيان پر مونکي بئنڪ تي ڀروسو ڪونهي، جي بئنڪ ٽٽي پئي تہ پئسا پرٽا پوندا. لکيائين تہ جيڪا تنهنجي مرضي. ديوان جو پنهنجن ماڻهن تي پورو ويساهہ رهندو هو ۽ انهن کي پائرن ۽ دوستن وانگر هلائيندو هو. خير، هيءَ بئنڪ بہ ١٩١١ع تائين هلائي ويئي، پوءِ پاڻيهي سميٽي ڇڏيائين.

## غريب ڪنيائن لاءِ شاديءَ ۾ سهائتا

آرٽڪ سهائتا جون جيڪي سنستائون ديوان ڏيارام هلايون، تن مان هڪڙي هئي غريب ڪنيائن لاءِ شاديءَ ۾ سهائتا ڪرڻ جي تجويز. ڌرمادا ٽرسٽ جي فقره ۾ لکيل آهي تہ پئدائش جي بچت مان ٽرستي، هر سال وانگر ڇهہ سؤ رپيا ساليانو منهنجي پگهار مان ناهيل، غريب ڪنيائن جي شادي فنڊ ۾ ڏئي. اهو فنڊ هاڻي منهنجي متر ديوان تاراچند شوقيرام آڏواڻيءَ جي حوالي آهي. سندس چالاڻي بعد ٽرستيءَ جي حوالي رهي. فنڊ پوسٽل سيونگ بئنڪ حيدرآباد جي ۾ رکيل آهي ۽ ڪم گپت ٿيندڙ آهي، تنهن ڪري جيڪا رقم مٿين بئنڪ ۾ رهي، سا ئي رقم مٿئين فنڊ جي سمجهڻ گهرجي ۽ ديوان تاراچند جي پوين ڪي ڪابہ تڪليف ڏيڻ نہ گهرجي. گپت اپڪار لاءِ ٽرستي ڏار داخلائون رکي سگهي ٿو. ديوان ڏيارام ڪيترو ڪم وڏائن جي سهائتا جو بہ، ڪنيائن جي شاديءَ ۾ سهائتا جي ڪم وانگر، گپت هلائيندو هو. شڪارپور ۾ سندس اهڙو ڪم وڏوائن جي سهائتا جو هلندڙ هو. سندس دل نہ ٿيندي هئي تہ پراُپڪار جي ڪمن ۾ سندس نالو ٿئي، تنهنڪري ٻين جي معرفت اهو هلائيندو هو. پنهنجي حساب جي ڪتابن ۾ بہ فقط منڍ ۾ صفحا لکي، پوءِ خيرات الف، خيرات ب، نالا رکي پئسا داخل ڪندو هو. جيئن ڪتابن پڙهڻ مان بہ پتو نہ لڳي تہ ڪنهن کي دان مليو. پنهنجو نالو لڪائي، چڱائي ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. اهو سندس تمام وڏو گڻ هو. جيڪو دان سندس سڄو هٿ ڏيندو هو، تنهنجي خبر کٻي هٿ کي بہ ڪانہ ڏيندو هو.

## ڀڳت روپچند جي معرفت ڌرمائو ڪم

ڀڳت روپچند جهامراءِ شهدادپوري، هڪڙو مشهور گرهستي ڀڳت ٿي گذريو آهي. هو ساڌو نولراءِ ۽ ساڌو هيرانند جي سنگ ۾ آيو ۽ انهن ساڌن جا گڻ گرهڻ ڪري پاڻ بہ سچو ساڌو ۽ ڀڳت ٿي پيو.

ڀڳت رويچند، ڪراچيءَ ۾ ٽراموي ڪمپنيءَ ۾ نوڪري ڪندو هو پر ١٣ ورهين جي نوڪريءَ بعد هن جو خيال ٿيو تہ نوڪري ڇڏي پنهنجو سمورو وقت هريءَ جي ڀڄن ڪرڻ ۽ ماڻهن جي شيوا ۾ گذاريان. انهيءَ ڪري هن سنہ ١٩٠٠ع ۾ نوڪري ڇڏي ڏني. اها خبر جڏهن ديوان ڏيارام کي پيئي تڏهن هن صاحب ڀڳت رويچند کي چوائي موڪليو تہ منهنجي مرضي آهي تہ توهين منهنجي پاران غريبن جي شيوا ڪريو ۽ انهيءَ ڪم لاءِ مان توهان کي ڪجهہ اُجورو پڻ ڏيندس. اهو نياپو جڏهن ڀڳت رويچند کي پهتو تڏهن هن چوائي موڪليو تہ مون نوڪري هريءَ جي ڀڳتي ڪرڻ لاءِ ڇڏي آهي، پر جئن تہ غريبن ۽ دکين جي شيوا بہ هريءَ جي شيوا ئي آهي، تنهن ڪري توهان جي آگيا موجب مان غريبن جي شيوا ڪرڻ لاءِ تيار آهيان؛ پر انهيءَ ڪم لاءِ مان اُجورو ڪجهہ بہ ڪين وٺندس، نشڪام شيوا ڪندو رهندس. پڪيءَ طرح معلوم ٿيو آهي تہ ديوان ڏيارام اٽڪل هڪ سؤ رپيا ماهوار ڀڳت رويچند کي موڪليندو رهندو هو، جنهن مان هو غريبن جي ڪاڌي پيتي ۽ دوا درمل جي شيوا ڪندو رهندو هو. جيڪي وڌوائون هونديون هيون، تن کي ماهوار پگهار بڌي ڏيندو هو. ڪنهن غريب جي جاءِ خراب ٿي پوندي هئي تہ ان کي مرمت ڪرائي ڏيندو هو. غريب ڪنيائن جي شاديءَ ۾ مدد ڏيندو هو.

ڀڳت رويچند جو ديهانت ڊسمبر ١٩١٤ع ۾ ٿيو. اهو سمورو وقت يعني اٽڪل چوڏهن ورهيہ ديوان ڏيارام اٽڪل سؤ رپيا ماهوار ڀڳت رويچند کي ڏيندو رهندو هو. اهڙيءَ طرح ڀائي مولچند عاج واري ۽ ڀائي ڪلاچند جي معرفت بہ ديوان ڏيارام جا ڪيترائي پراُپڪار جا ڪم هلندا رهندا هئا.

# خوشيءَ ۽ وندر جون سنستائون

ديوان ڏيارام جو هردو ۽ هٿ نہ فقط صحت ۽ سکيا جي مٿين سنستائن استاپن ڪرڻ ۾، يا فقط آرٽڪ أنتي ۽ سهائتا جي سنستائن ۾ هو، پر خوشيءَ جي هڪ سنستا کولڻ ۾ بہ هن خاص بهرو ورتو. انهيءَ سنستا جو نالو هو "سنڌ ڪاليج اميچوئر ڊراماٽڪ ڪلب". انهيءَ جو احوال ديوان ڪنول سنگهہ وٽان هن طرح مليو آهي:

پروفيسر پادشاهہ جو خيال هو تہ ڪاليج ڪي هاسٽل ڪپي ۽ أن لاءِ پئسو ماٽهن وٽان ملڻ ۾ ڍلائي ٿي ٿئي. ڪيترن هڪ مهيني جي پگهار ڏيڻ جو انجام ڪيو، پر پئسا ڏنائون ئي ڪين ٿي. تنهن تي حيدرآباد مشن اسڪول جي هيڊ ماسٽر رابرٽ لسٽن گارڊن صاحب چيو تہ جي اوهانکي چندو نہ ٿو ملي تہ اوهان ڪٿي٭ناٽڪ ڪريو، جنهن مان ڪيترا پئسا ملي پوندو. پروفيسر پادشاهہ چيو تہ مان ناٽڪن جي برخلاف آهيان. پر جي ڪرڻا اٿو تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ ناٽڪ ڪريو، پر فقط اهڙا جي ديوان ڏيارام ۽ ديوان ڪوڙو مل پسند ڪن. تنهن تي سنڌ ڪاليج ڊراماٽڪ ڪلب ٺهي جنهنجو پريزيڊنٽ ٿيو پروفيسر پادشاهہ ۽ صلاحڪار ڪائونسلر ٿيو ديوان ڏيارام. انهيءَ ريت سنڌي ڊراما (ناٽڪن) جو پايو پيو. ٻنهي جيٰ صلاح ٿي تہ ناٽڪن ۾ هڙ هر راڳ نہ هجن، پل زباني وڌيڪ هجي، جيئن جيوت ۾ سپاويڪ طرح زباني ڪٿب ايندي آهي.

مرزا قليچ بيگ ۽ ديوان ليلا رام بہ هن ڪم ۾ شامل ٿيا. انهن سنڌيءَ ۾ ناٽڪن ناهڻ جي ڪوشش ڪئي. ديوان ڏيارام انهيءَ ۾ گهڻو چاهہ وٺندو هو. ناٽڪ ۾ جيڪي خاميون ڏسڻ ۾ ايندي‌ون هيس سي نوٽ ڪندو هو ۽ آخر ۾ دستخط وٺس موڪليندا هئا سي سڌاري موڪليندو هو. هو چوڪون ڪڍي شڌ ڪري ڏيندو هو. تنهن ڪانپوءِ اهو کيل ڪرڻ ۾ ايندو هو. ديوان ڏيارام هرڪو ڪم تمام چاهہ ۽

اتساهه سان ڪندو هو، سو هن ڪم ۾ خوب بهرو ورتائين. مسٽر ڪنولسنگهه جو چوڻ آهي تہ جيڪو بہ ديوان ڏيارام سان لاڳاپي ۾ ايندو هو، تنهن تي سندس اعليٰ دماغ، سادگي قرب ۽ ڌرمي ڀاو جو تمام گهڻو اثر ٿيندو هو. انهيءَ ڊراماٽڪ ڪلب، ڪيل ڪري ڏهه هزار رپيا ڪاليج جي هاسٽل ۾، پادشاهہ هال نهرائڻ لاءِ ڏنا.

## راجنيتڪ ۽ پنگتي سنستائون

سرڪاري نوڪريءَ ۾ هٽڻ ڪري ۽ گيان يگيہ ڏانهن خاص طرح من جي لاڙي هئڻ ڪري، ديوان ڏيارام راجنيتڪ سنستائن ناهڻ يا هلائڻ ۾ ڪو تمام گهڻو يا خاص بهرو ڪونہ ورتو، پر تہ بہ سائي سلي ملڪ جي راجنيتڪ بهتريءَ ڏانهن سندس ايترو تہ خيال هو جو هن سنڌ سڀا جي هلائڻ ۾ خاص جفاڪشي ڪئي. انهيءَ سڀا بابت ديوان ڏيارام، ساڌو هيرانند جي جيون چرتر ۾ ذڪر ڪيو آهي. لارڊ رپن جي حڪومت، تعليم يافتن جي دلين ۾ سڌارن لاءِ جوش پيدا ڪيو ۽ خوش نصيبيءَ انهن ڏينهن ۾ سنڌ جو ڪمشنر صاحب مسٽر ارسڪن تمام انصاف پسند ۽ دوررانديش حاڪم هو، جو عام راءِ ۽ ملڪ جي ودوانن جي آواز ۽ نڪتہ چينيءَ تي غصي ڪونہ ٿيندو هو؛ پر ان تي جوڳو ڌيان ڏيندو هو. هن سنڌ سڀا کي بيوفا راجنيتڪ منڊلي ڪري ڪين ڄاتو، پر سمجهندو هو تہ هيءَ چڱن ودوان ماڻهن جي منڊلي آهي، جن جي درخواستن ۽ ليکن تي ڌيان ڏيڻ گهرجي. انهن ڏينهن ۾ سڀا جو روح روان هو ديوان ڏيارام چيتمل صاحب، جنهن جهڙو هوشيار وڪيل ۽ ملڪي مدبر ڪو ورلو ليندو. انهن ڏينهن ۾ تعليم کاتي جي هڪڙي اخبار هئي جنهنجو نالو هو سنڌ سڌار؛ انهيءَ اخبار ۾ ڪين کوٽ هئي، تنهنڪري اها هنن سنڌ سڀا کي ڏني، انهيءَ شرط تي تہ تعليم کاتي وٽان جيڪي خبرون ڪين موڪليون ويندءُ سي ظاهر

ڪندا رهندا. انهيءَ اخبار جو پهريون سمپالڪ ٽيو ساڌو هيرانند.
انهيءَ اخبار جي ڪم هلائڻ ۾ ديوان ڏيارام پنهنجي دل جي دوست کي
تمام گهڻي مدد ڪندو هو. چئبو تہ گويا اوائل ۾ ديوان ڏيارام، سنڌ
سڀا جي راجنيتڪ سنسٿا ۽ سنڌ ن اخبار سنڌ سڌار جي هلائڻ ۾ خاص
ڀرو ورتو. اخبار ۾ ميونسپل معاملات کي سڌارڻ لاءِ خاص ليک پوندا
هئا ۽ ملڪي فائدي جي هر هڪ سوال تي سڀئي ودوان سنگتي گڏجي
ويچار ڪندا هئا. انهن ڏينهن ۾ هندو، مسلمان ۽ پارسي، راجنيتي ڪم
گڏجي ڪندا هئا. پر پوءِ جلد مت ڀيد ڪري اچي مسٽر حسن علي ۽
هندن جو پاڻ ۾ نفاق ٿيو ۽ مسٽر حسن علي وڃي مسلم انجمن ڪڍي،
جنهن مدرسو قائم ڪيو. آخر ديوان ڏيارام نيٺ بہ هندو عامل هو ۽
راجنيتي مغز بہ هوس. انهيءَ مغز جو پتو سرڪار جي پاران جاگيردارن
جي تواريخ ڏاهڻ ۾ جو هن تحسين جوڳو ڪم ڪيو تنهن مان پوي ٿو.
آخر تائين سنڌس ڏينڪ وهيءَ ۾ هندو مسلم ناسازي ۽ گانڌي هلچل
بابت ويچار ظاهر آهن، جن مان معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌس راجنيتڪ
درشٽي تيز هئي. پوليس کاتي جي جاچ جي ڪم ۾ خوب سٽنترتا، سچ
۽ سڌاري لاءِ ديوان پيار ڏيکاريو. راجنيتڪ اصولن ۾ سنڌس دل جو
اصول هو ڀارت ماتا جي هندو، مسلمانن ۽ دنيا جي انسان ذات ۾
ڀراتري ڀاءُ پيدا ڪرڻ. هن جي صحبت ۽ محبت سڀني قومن سان هئي.
سنڌس ڪتابن ۾ فارسي ۽ سنسڪرت ۽ هندي ٻولي، ٻنهي مان اعليٰ
انسانن جا سٺي ڪان سٺا تجربا ۽ گفتا درج ٿيل آهن. باقي پنگتي
ڪانفرنس ۾ هو استرين ڏانهن جيڪي اتيا چار ٿين ٿا سي دلسوز طرح
تي بيان ڪندو هو.

استري جاتيءَ سان ست اتياچار، جنهن جو بيان اڳي ڪري آيا
آهيون، ڏيتيءَ ليتيءَ ۾ سڌارو ڪرڻ، جيئري تي جيئري شادي کي
روڪڻ ۽ استرين ۾ وديا جي وڌائڻ لاءِ هن خاص سڀا جاري ڪئي،

جنهنجو نالو پنگتي سڌار سڀا Social Reform Association
رکيائين. انهيءَ سوشل رفارم ائسوسيئيشن جي ١٩٢٦ع- ١٩٢٨ع جي
رپورٽ ۾ لکيل آهي تہ جڏهن سڀا ١٨٨٨ع ۾ برپا ٿي ويئي تڏهن اصل
مرادون هيون تہ :

١. نارين ۾ وديا ڦهلائجي.

٢. جيڪي پنگتي يا ڌرمي يا ٻيون اهڙيون خرابيون هجن سي
ندجن.

(الف) ٻيرسن جي ننڍين ڪنيائن سان وواهہ خلاف ورڌ تحرڪ
ڪجي.

(ب) جيٺري تي جيٺريءَ جي شاديءَ جي رسم بند ڪجي.

اهي مرادون هاڻي گهڻي قدر پوريون پيون ٿين.

١. ناري وديا لاءِ ڪيترا اسڪول سڄي شهر ۾ برپا ٿيل آهن.
پاڙي پاڙي ۾ اسڪول ڏسڻ ۾ ٿا اچن. جتي ڪنهن هنڌ اسڪول موجود
نہ آهي اُتي بانيڪارن پاڙي جي ڇوڪرين آڻڻ ۽ ڇڏڻ لاءِ گاڏين جو
بندوبست رکيو آهي، هندو فارم ائسوسيئيشن جا خود ٧ اسڪول آهن.
جن جو ذڪر اسان اڳئي ڪيو آهي. تنهن ڪانسواءِ وومينس ڪاليج ٻيا
هلائين.

٢. پنگتي ۽ ڌرمي ڪرسمن ۾ بہ گهڻي بهتري آهي.

الف: ننڍي هوندي جي شاديءَ جي رسم اڳي ڪان گهٽو گهٽ
آهي؛ خاص عامل قوم ۾، جنهن ۾ پاڻ وڏور ڪنيائون آهن. (ڪيترن
مائٽن کي اُنهن جي اُڪلائڻ جي پاڻ انتظاري آهي).

ب: ڏيتي ليتيءَ جي باري ۾ سڀائون برپا ٿيل آهن، جي ڏيتي
ليتيءَ جي ڏرت کي هڪالي ڪڍڻ جي ڪوشش پيون ڪن. جنهنڪري
ائسوسيئيشن پنهنجو گهڻو ڌيان ڌرمي ۽ تعليمي ڪم تي محدود ڪيو
آهي.

## ڌرمي سنسٿائون

ديوان ڏيارام ۾ ڌرمي ڀاءُ تمام پربل هو ۽ اهو هن پنهنجي پتا مان ئي پرايو. صبح سانجهيءَ پرارٿنا، پاٺ ۽ ڌارمڪ ۽ آتمڪ انتيءَ نت نيم هو. شڪارپور ۾ گيتا جو282728جو ويچار ڪرڻ ڪلاس ديوان هلائيندو هو، جنهن ۾ وڪيل ۽ وڏا ماڻهو شامل ٿيندا هئا. ڏانهن سندس ڪيترو نہ لاڙو هو، سو سندس سڪمنيءَ جي سار، جپ صاحب، گيتا جي ٽيڪا راج يوگ جي پستڪ ۽ سندس انگريزي دينڪ وهين مان ظاهر آهي. سندس "من لاءِ چابڪ" مان خبر پوي ٿي تہ هن راج رشيءَ، آتمڪ انتيءَ ۽ انتر جوت جاڳائڻ ۾ ڪيتري نہ ڳنڀير ڪوشش ڪئي. اها رهڻي ۽ اهي پستڪ بہ چٽڪ حياتيءَ ۾ ۽ هاڻي ڌارمڪ سنسٿا روپ آهن. پر خاص ڌارمڪ سنسٿائون جي هن مهاپرش جاري ڪيون تن مان پهرين هئي سنسڪرت پاٺشالا، ٻي ساڌو آشرم ۽ ٽين شانتي آشرم.

## گدومل سنسڪرت پاٺشالا

هيءَ سنسٿا اصل ديوان صاحب جي پيءُ منشي گدومل جي شروع ڪيل هئي. سنہ ١٨٧٠ع ڌاري منشي گدومل کي ويراڳ ورتي اُپٽن ٿي هو هر دوار تيرٿن تي ويو ۽ اتي ڪيدار ناٿ نالي پنڊت وٽ وجي ٨ سال ابياس ڪيائين. اتان موٽڻ بعد منشي گدومل دنيا جو ڪم ڪار پنهنجن صالح پٽن، ديوان مينارام ۽ ديوان چئنراءِ جي هٿن ۾ ڇڏي، پنهنجا سمورا ڏينهن پڙهڻ ۽ پاڙهڻ ۾ گذاريا. ڏٺائين تہ انهن ڏينهن ۾ حيدرآباد شهر ۾ هڪڙو بہ سنسڪرت جو ودون برهمڻ ڪونہ هو. تنهنڪري برهمڻن کي سنسڪرت پڙهائڻ جو ڪم هٿ ۾ کنيائين. جيڪي برهمڻ وٽس پڙهڻ ايندا هئا انهن کي کاڌو ڪپڙو بہ ڏيندو

رهيو، ڪاڏيَ ڪيڙي جون چٺيون پنهنجي پٽ ديوان ميٺارام کي لکندو هو ۽ هو اهي سڀيئي برچشم ڪندو هو. پڇاڙيءَ جي وقت پنهنجي پٽن کي چئي ويو تہ اهو سنسڪرت وديا جو ڪم اوهين هلائيندا اچجو. اها منهنجي آرڏا اٿوَ. پنهنجي حياتيءَ ۾ منشي گدومل اهو ڪم پاڻ اوطاق ۾ هلائيندو هو پوءِ اهو ڪم مکڪي گهٽيءَ ۾ رکيو ويو ۽ ديوان گدومل جي سيڪاريلن مان سريشٽ برهمڻ چوندي اهو ڪم جاري رکيو ويو. پوءِ ديوان ڏيارام انهيءَ پانشالا لاءِ ميونسپالٽيءَ کان پٽ ورتو ۽ سنہ ١٩٠٠ع ۾ انهيءَ پانشالا جي هاٺوڪي عمارت ليڊي ڊفرن اسپتال جي سامهون جوڙائي ويئي، جتي اجا چالو آهي. انهيءَ سنسڪرت پانشالا ۾ ڏسڻ وقت ١٠٠ کن وديارٿي هئا ۽ انهيءَ ڪم جا ٽي ويڀاڳ هئا: هڪڙو ڇوڪرن جو ويڀاڳ، ٻيو ڪنيا جو ويڀاڳ ۽ ٽيون راتري شالا.

پهريون ويڀاڳ: وديارٿي ڪلڪتہ جي سنسڪرت پرويشڪا ويا. ڪرڻ ۽ ساهتيہ ۽ مڌيما وياڪرڻ ۽ ساهتيہ لاءِ تيار ڪيا وڃن ٿا. هيل تائين ڪيترائي وديارٿي اهو امتحان ڏيئي آيا آهن. جيئن تہ ١٩٣٢ع ۾ ٩ وديارٿي موڪيا ويا. جن مان ٨ پاس ٿيا: ٧ فرسٽ ڪلاس ۾ ۽ هڪ سيڪنڊ ڪلاس ۾. انهيءَ سنسڪرت پانشالا تي ساليانو خرچ اٽڪل ٤٥٠٠ رپيا ٿيندو رهندو آهي. انهيءَ پانشالا ۾ ڏارمڪ ۽ ٻين سنسڪرت گرنٿن جي هڪ تمام سٺي لئبرري آهي ۽ چيو وڃي ٿو تہ بمبئي کاتي ۾ جيڪي سنسڪرت پستڪاليہ آهن، تن مان هڪ سٺو پستڪاليہ هيءُ بہ آهي.

هيءُ پانشالا ڏسڻ سان تمام آنند آيو. پنڊت ڪاشيناٿ جن ويٺي ڪن اڌياپڪن کي پڙهايو. پانشالا ۾ ڪل ١٨ اڌياپڪ ۽ اڌياپڪائون هيون. لڪاس ۾ سڀيئي اڳئين نموني پٽ تي ويهن ۽ ننڍيون چوڪيون لکڻ لاءِ اڳيان رکن. ههڙين سنسڪرت ۽ هندي پانشالائن، پستڪالين،

واچناليون، ڏارمڪ گائڻ آلين ۽ سنگيت آشرمن جو هنڌ هنڌ ضرور آهي، خاص طرح وڏن شهرن ۾. ڪنيا پاٺشالا ڏسي دل خوش ٿي. ڪنيا پاٺشالا جدا هيٺ رکيل آهي. ڪنيائون هندي، سنسڪرت ۽ انگريزي سکي رهيون هيون.

حيدرآباد شهر ۾ علم گهٽو آهي. ڪي ڪنيائون جيڪڏهن هندي ۽ سنسڪرت ۾ ودوان ٿيون ته تمام چڱي ڳالهه ٿيندي. رات جو گائناليه به جاري رهندو هو، جتي وشنو ڊگمبر جو شش مسٽر جوشي واديه گائڻ وديا سيکاريندو هو. هاٿي باجي بدران ستار وغيره سيکاريندا آهن. هيٺ هندي ۽ سنسڪرت واچناليه آهي، جتي سٺيون سٺيون اخبارون رکيل آهن. مطلب ته تمام تحسين جوڳو ڪم ٿي رهيو آهي. هڪ هڪ شهر ۾ ڪي وديا جون سنستائون اهڙيون ضرور هئڻ گهرجن، جي هندي ۽ سنسڪرت وديا جي شاخ به هري ڀري رکن ۽ ڪجهه نرالي قسم جي وديا پرائڻ جو وجهه ماڻهن کي ڏيئي سگهن.

## ساڌو آشرم قليلي

قليليءَ جي ڪناري تي هڪڙو سندر آستان ايڪانت ۾ رهڻ ۽ ابياس ڪرڻ لاءِ ناهيو ويو آهي. اُتي جيڪي به ودوان ساڌو اچي رهن تن جي کاڌي پيتي جو بندوبست به آهي ۽ سنسڪرت پاٺشالا جي پستڪاليه مان ڪتاب پڙهڻ لاءِ به اُنهن کي ملي سگهن ٿا. جيئن ته ساڌن جي رهائڻ ۽ اُنهن جي ڪارائڻ پيئارڻ جو ڪم ڀائي ڪوتومل خوبچند خاص طرح پنهنجي باغ ۾ ڪندو رهندو هو، تنهنڪري هيءَ آشرم به سندس صلاح مصلحت سان هلايو ويندو هو ۽ انهيءَ آشرم هلائڻ تي ٦٠٠ رپيا ورهيه جو خرچ مقرر ڪيل آهي. ديوان ڏيارام

صاحب کي ايڪانت ۾ ويهي اڀياس ڪرڻ گهڻو وڻندو هو. ڌرمي پستڪن جو ايڪانت ۾ اڀياس ڪرڻ ۽ ٻين کي اندر جي شانتي پراپت ڪرائڻ، اهو ڪم ڪيس تمام اُتم لڳندو هو. هيءَ سنستا به اها ڳالهه ڏيکاري رهي آهي. ان ئي ساڳئي آدرش، پڙهڻ پڙهائڻ، ايڪانت ۾ اڀياس ڪرڻ، اندر جو آرام پائڻ ۽ انهيءَ شانتيءَ جي خزاني کي ورهائي ڏيڻ لاءِ، هن نئين سنستا، جا کولي، سا هئي شانتي آشرم جي.

شانتي آشرم لائبريري- ديوان ڏيارام صاحب جو، ڌارمڪ ڀاو جي ضرورت ۽ ايشور استنيءَجو اپيوڳتا ۾ تمام گهڻو وشواس هو. سيوا سدن جي استرين کي شيوا ۾ درڍ ڪرڻ لاءِ هن جيڪي به پستڪ انگريزيءَ ۾ لکيا آهن، تن مان ۽ سندس سيني ڌارمڪ گرنٿن مان اهو معلوم ٿو ٿئي ته ديوان صاحب ڌرم کي هڪ دل جي حالت آتماجي اوستا ڪري مڃيندو هو ۽ وشواس هئس ته سيئي ڌرم انهيءَ حالت پيدا

ڪرڻ ۾ مدد ٿا ڪن، تنهنڪري سيني ڌرمن جا پاڪ پستڪ ۽ گڏ ويهي سانت ۽ ايڪانت ۾ پڙهجن ته ڌارمڪ گهرج ڪجهه قدر پوري ٿيندي. ان ڪري سندس خيال ٿي ٿيو ته هنڌ هنڌ اهڙا شانتي آشرم

کولن، جتي شانت ۽ ايڪانت ۾ ماڻهو ڌارمڪ گڏ ۽ڌارمي نيتائن جا جيون چرتر اچي پڙهن ۽ انهن تي ويچار ڪن. انهيءَ ويچار کي پوري ڪرڻ لاءِ جيئن ذڪر ڪيو اٿئون، ١٩٢٥ع ديوان صاحب ڊاڪٽر هرنامداس کي لکيو ته امرتسر ۾ شانتي آشرم لائبريري قائم ڪري. مٿين بيانن مان معلوم ٿيندو ته ديوان ڏيارام صاحب هر ڪنهن قسم جي انساني گهرجن کي پوري ڪرڻ لاءِ دائمي ۽ نيمن موجب ۽ هلندڙ سنستائن استاپن ڪرڻ ۾ هر طرح ڪوشش ڪئي. قادر جي قدرت جي ويچار سان ۽ ايشور جي اپاسنا سان، خالق جي خدمت جو هڪ سچو

رستو خلق جي خدمت تي سمجهيائين ۽ مالڪ سان ملڻ جو هڪ اعليٰ رستو، ملڪ جي خدمت تي سمجهيائين. هن جي حياتيءَ جو متو هو Be not weary of well-doing چڱن ڪمن ڪرڻ کان ڪين ورچ؛ آخر تائين گيان يگيہ ۽ ايشور اپاسنا ۽ منشيہ شيوا ۾ لڳو رهيو. سيني انسانن ۾ پراتري ڀاءُ پئدا ڪرڻ جي بہ سندس اندر ۾ اهڙي زبردست خواهش هئي جهڙي سندن دک دور ڪرڻ جي. هو سمجهندو هو تہ اندروني طرح انسان هڪ آهن، جيتوڻيڪ پنڻن ۾ ڪٿي جدا جدا هجن. سمجهندو هو تہ حياتي هڪ امانت آهي جا ماڻهن جي خدمت ۾ صرف ڪرڻ گهرجي. درحقيقت هو انهن ساپرسن مان هڪڙو هو جن لاءِ ساميءَ پنهنجن سلوڪن ۾ چيو آهي:

ڪيڏي وڏائي ڪريان سا پرسن جي،
سر درسي، سيتل سدا، سڀ جا سکدائي.
مستاميل اندر ۾ رکن نہ رائي،
سامي سدائين ڪن اُپڪار اَچاهہ تي.

باب چوڏھون

# ڏيارام جا خط

ديوان ڏيارام جي هڪڙي سٺي عادت اها هوندي هئي ته هو خطن جا جواب ترت ڏيندو هو. سندس لکپڙهه گهڻن ماڻهن سان هوندي هئي. سندس خطن ۾ ڪئي تمام سٺا ويچار لکيل آهن. سندس خطن مان چونڊيل خط ينگ بلڊر ماهوار انگريزي اخبار ۾ به ڇاپيا ويا هئا. جڏهن سڀ پڙهي رهندا تڏهن اُنهن جو جي جدا ڳتڪو ٺيندو ته تمام ڪمائتو ٺيندو.

سندس پٽ ديوان ڪيولرام ۽ سندس ناٺيءَ ديوان ٺاڪرداس جي مهربانيءَ سان سندس خطن جا ڪيترائي فائيل مونکي ڏسڻ لاءِ مليا. خاص طرح جيڪي خط هن پنهنجي پٽ ڏانهن وقت به وقت پئي لکيا ۽ جيڪي خط ڊاڪٽر هرنامداس ڏانهن لکندو هو. ديوان بهادر مرليڌر سان به جيڪا لکپڙهه هلندي هئس تنهن مان ڪي چونڊيل خط ديوان بهادر مونکي مهرباني ڪري ڏنا آهن. انهن سڀني مان به هن مهاپرش جي اوچ رهڻي ۽ اوچ آدرشن جي گهڻي قدر خبر اسان کي پئجي سگهي ٿي.

پنهنجي پٽ ڏانهن جيڪي خط لکندو رهيو، تن ۾ ڪيتري قدر کيس تندرستي، من درستي، دل درستي، ڪار درستيءَ لاءِ ويچار ڏيندو رهيو آهي، جيئن ته هڪ خط ۾ لکيل آهي "تندرستيءَ جي خبرداري ڪر. ڏند صاف رکندو ڪر. عادتون وقتائتي رهڻيءَ ۽ صفائيءَ جون ناهه. چڱا پنڌ ۽ چڱا ڪم ڪندو ڪر. صبح سانجهيءَ پرارٿنا ڪندو رهج، ايشور جو بالڪ ٿيءُ. وري ٻين خطن ۾ جدا جدا ماڻهن جي ساراهه لکيل آهي ته ڪنهن تي ڪيترو وشواس ڪر. جيئن ته پائي

موچند واسطي لکيل آهي تہ هيءُ سچو سنت اٿئي؛ ديوان تاراچند لاءِ تہ منجهس شيوا جو ڀاءُ آهي، ۽ انهن جي صلاح تي هلندو ڪر. جڏهن ديوان ڏيارام ڪجهہ وقت خط لکڻ گهٽايا، تڏهن بہ ڪمن هلائڻ لاءِ ديوان ڪيولرام ۽ ديوان تاراچند ڏانهن لکندو رهندو هو. هڪڙي خط ۾ لکيو اٿس تہ منهنجي صلاح سڀني کي اها آهي تہ پنهنجي وقت جو سڀني کان سٺو اُپيوڳ ڪريو. پنهنجو وقت پرارٿنا ۽ چڱن ڪمن ۾ گذاريو. وري ٻئي خط ۾ لکيو اٿس تہ سنڌيا سک. هڪڙو خط ١٧-سيپٽمبر ١٩١٥ع جو ڏکهو صلاحن جو پنهنجي پٽ ڏانهن لکيو اٿس. سڀ کان سٺي جنم جي سوکڙي اٿئي هيءَ منهنجي صلاح ۽ سکيا. انهيءَ خط ۾ ڪيس لکيو اٿس تہ منهنجا پٽ، پرميشور جو **پهلوان** ٿيءُ. ٻيو لکيو اٿس تہ اڄ رات مون ويچار تي ڪيو ڪرمن، جو. ڪرم اسان جاڻن قسمن جا آهن: هڪڙا سنچت يعني ڪنا تيل- پيا پرارٻڌ يعني پڪل ڪرم، جن جو ڦل هن جنم ۾ ڀوڳڻو آهي، ٽيان ڪريئمان يعني جيڪي نوان ڪرم هاڻي ڄاڻي ٻجهي پيا ڪريون. پرارٻڌ ۽ پڪل ڪرم بہ ٽن درجن جا آهن: هڪڙا تيور يعني تمام تکا پرارڌ ڪرم جن کان ڇٽي نہ سگهون. ٻيا مڌيم ۽ ٽيان ڪنشٽ يعني هلڪا. مڌيم ۽ ڪنشٽ کي اسان ٽاري سگهون ٿا، پر تيور پرارٻڌ ڪرمن جو ڦل ٽاري نٿا سگهون. انهن سان ٻرن ڪرمن جو ڦل منش کي ضرورت ڀوڳڻو پوندو. پر سنتن جو چوڻ آهي تہ ست گرشيوا، ست سنگ، حاضران حضور کي اندر ٻاهر حاضر ڄاڻڻ، جيوت ۽ ملڪيت کي امانت سمجهڻ ۽ پاڻ کي پوتر ڪرڻ سان آدمي پنهنجي ڪرمن جو ڦل ست ڪري سانت سان ساڪي تي ڀوڳي سگهي ٿو. هر هڪ ماڻهوءَ کي جيون مڪتب ٿيڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. هيءَ جيوت آهي جيل، ايشور آهي رحمدل جيلر. جيڪڏهن اسان جيئڻ ۽ مرڻ سان نہ پيار رکون ۽ نہ انهن کان ڀؤ؛ ڪنهن کي بہ نہ ڏکاريون ۽ نہ ڪنهن سان دويش رکون، نہ ڪنهن دنيوي وشيءَ ۽ ڪم سان موهہ يا اندريون

انوراڳ يا چاه جو بنڌن رکون؛ نـ ممتا، اهنڪار يا تڪبر ۽ خود غرضي رکون، هر قسم جي اوديا کان آجا ٿيون تـ جيون آزاد ٿي سگهون ٿا. آخر ۾ ڪيس ڏاڏي وانگر تيڻ جو اپديش ٿو ڪري ۽ جپ صاحب جي پوئين پؤڙيءَ تي ويچار ڪرڻ جو ۽ انهيءَ طرح پر ماتما جي پهلوان ٿيڻ جو کهڙو نـ اوچو ۽ سندر اپديش! هر هر سندس سمجهاڻي آهي تـ ڪيئن پڙهجي، ڪيئن رهجي. "مِل ساڌ سنگت، ڀڄ ڪيولنام"؛ پنهنجي من کي قادر جي قدرت ۽ ايشور جي انوپ مهما سان پرپور ڪندو رهـ. وقت چڱي ڪم لاءِ بچاءِ، گهڻو نـ پڙهـ، پر چيده ۽ چونڊيل ڪتاب غور سان پڙهـ. جيڪي پڙهين تنهن جي تت اکر رک، نئون گيان اڳ جاتل گيان سان چڱيءَ پرمن ۾ ملائي ڇڏ. وري وري هدايت ڪئي اٿس تـ هوميوپٿي نموني سان پنهنجو علاج ڪر ۽ هوميوپٿي طريقي جو ٻين ۾ پرچار ڪر. هر هر هرنام جي مهما خواهہ. ڀڄن ڪيرتن ۽ ست سنگ جي مهما لاءِ سندس خطن ۾ اشارا آهن: گرواڻي پڙهڻ لاءِ اشارا، پريت سان رهڻ لاءِ اشارا، هر هر ڪا مت قيمت جهڙي روز اندر کي ڏيڻ لاءِ اشارا وغيره. ١٠-جولاءِ ١٩٢٤ع جي خط ۾ ڪيس لکيو اٿس تـ جولاءِ ١٩٢٣ع کان وٺي منهنجي جيئندي جاڳندي ست گرو گرونانڪ ديو، جيڪو تنهنجي ۽ منهنجي سار لهي رهيو آهي، تنهن مون تي ڪرپا ڪئي آهي نـ ڌرمي ۽ روحاني ويچار ڪوتا ۾ لکي سگهان. انهيءَ کان وٺي اڳتي ديوان ڏيارام هر روز روحاني ويچار سنڌي ڪوتا ۾ لکي سانڍيندو ويو. هاڻي انهن مان ڪي ويچار "من جا چابڪ ۽ رهاڻ" جي نالي سان پرڪاش ٿيل آهن ۽ ڪي پيا ٿين.

انهيءَ پستڪ لاءِ ٢٧ آگسٽ جي خط ۾ ڪيولرام کي لکيو اٿس تـ چابڪ کي پرڪاش ڪرڻ جو منهنجو اهو مطلب نـ هو تـ اوسرن موجب جدا جدا حصن ۾ ورهائجي وڃي، پر منهنجو مطلب هو تـ ست گر جي اثر هيٺ جيئن روز روز انترجوت پيدا ٿيندي وڃي، تيئن ظاهر

ڪندو رهان. هر هڪ حصي جي سري جا لفظ اندر جي وڪاس جون منزلون ظاهر ڪن ٿا. اهو مطلب ستڏ ڪين ٿي سگهندو جيڪڏهن، چابڪ مان نندين لاءِ جدا حصا يا بيت چوندڄن ۽ وڏن لاءِ جدا. پر پئي ڪنهن ڪي آزمائش مان جيڪي بيت نندين لاءِ سنا ڏسڻ ۾ اچن سي بيشڪ چونديءَ. ١١- آڪٽوبر ١٩٢٥ع واري خط ۾ پنهنجي جنم بابت ساڪي ڏني اٿس تہ ڪهڙي حالت ۾ سندس جنم ٿيو. اهي حالتون پهرئين باب ۾ ڄاڻايون اٿئون. ٣١-ڊسمبر ١٩٢٥ع تي پٽ ڪي لکيو اٿس تہ بنڏو آشرم ۾ ماڻهن ڪي ست سنگ جو لاڀ ڏيڻ جي ڪوشش ڪر. انهيءَ ڪي هڪڙو نندي نموني جو رشي آشرم بڻاءِ. چڱن ڪان چڱن ماڻهن ڪي نيند ڏيئي حيدرآباد ۾ ليڪچر ڪرڻ لاءِ گهراءِ. ماڻهن ڪي سندن ست سنگ جو فائدو پهچاءِ. ٢٣ جولاءِ ١٩٢٦ع جي خط ۾ ڪيس لکيو اٿس تہ جي بمبئيءَ جي طرف موٽين تہ ڪجھہ وقت مون وٽ اچي رهہ. پريمل ڪي تنهنجي ڏسڻ جي گهٽي سڪ آهي. ائين پيو ڏسڻ ۾ اچي تہ ڪنهن اڳلي جنم ۾ هن جو توسان سنبنڌ هو، هو تنهنجي لاءِ پيو واجهائي. پنهنجي سفر ۾ مهرباني ڪري اهڙن اوچ پرشن ۽ استرين جي ڄاچ ڪندو رهج، جن پنهنجي بدن جون گهرجون گهٽائي ٿوري ۾ ٿوريون ڪيون آهن ۽ تمام گهٽ خرچ تي رهندي بہ تندرست ۽ طاقتور هجن ۽ ڪم ۾ بہ ڪوتاهي ڪندڙ نہ هجن.

منهنجي دل آهي تہ پنهنجو خرچ گهٽائي فقط ٻہ ٽي رپيا ماهوار رڪان، پر اجا ائين ڪري نٿو سگهان. اميد تہ تون ڏينڪ وهي رکندو هوندين. پاڻ ڪي پل پل ۾ پليندو رهج، من جي مٿان چوڪي نظرداري رکج. اسان مان هرڪو پنهنجي دنيا پاڻ پيو ٺاهي. ديوان ڏيارام جي خطن ۾ اهڙي قسم پربوڌ گهڻا آهن.

## ديوان ٺاڪرداس ڏانهن خط

پنهنجي ڏيءُ ۽ نانيءَ ڪي جيڪي پربوڌ پريا خط ديوان ڏيارام لکيا هئا تن جو ذڪر بہ ينگ بلڊر ۾ جولاءِ ١٩٢٨ع کان سيپٽمبر

۱۹۲۸ع وارن پرچن ۾ ٿيل آهي. انهن مان ٻه ديوان ڏيارام جي سکيا ۽ ويچارن جو پتو پوي ٿو. تندرستي بچايو. هوميوپٿي سکو ته رنج ڪنجهه ۾ پنهنجو علاج پاڻ ڪري سگهو. طبيبن تات نه پئو؛ سدا پرارٿنا ڪندا رهو ۽ ايشور جي شيوا سان گڏ انسانن جي ٽهل به ضرور ڪندا رهو. ايشور پنهنجن پيارن ڪي سويل ئي سڏ ڪندو آهي، موت وڏيڪ وشال حياتيءَ ڏانهن نينڊڙ دروازو آهي وغيره. انهن پرچن سان گڏ هڙا به خاص پرچو هندو مسلم ايڪتا لاءِ ڪم ڪرڻ جا ۽ عاملن جي پنگتي حالتن سڌارڻ جا خطن ۾ لکي موڪليا اٿس. جن جو ڪجهه وستار سان تات پرج پڻ ڪمائتو ٿيندو. سندس نائي ديوان ٺاڪرداس، ڄمو ڪاليج ۾ وديارٿي هاسٽل مٿان سپرنٽينڊنٽ هو. هندو مسلم ايڪتا آڻڻ لاءِ کيس ۲ سيپٽمبر ۱۹۲۷ع جي خط ۾ هيٺينءَ طرح صلاحون لکي موڪليائين.

پهريائين ته صبوح جو ايشور ڌيان ۽ اپانسا. پوڄا ڪندي پنهنجو پاڻ ايشور جي شيوا ۾ ارپڻ ڪندو رهه ۽ سندس رهنمائيءَ لاءِ پرارٿنا ڪندو رهه. ائين ڪرڻ سان جيڪو تنهنجي ويجهو ايندو، تنهن تي تنهنجي آهاءَ ۽ تيجسوي چڪر جو اثر پوندو ۽ اهو دل ۾ سمجهندو ته هو مرد خدا جي پرسان آيو آهي.

ٻيو ته ڪٽر مذهبين ۽ تعصبين ۾ به ايشور جي تصوير ڏسڻ جي ڪوشش ڪندو رهه ۽ انهن سان به پيائي نه رک. اسلام ۾ خدا لاءِ گهٽي ڪان گهٽا پيراچيل آهي ته هو رحمان رحيم آهي، تنهنڪري جيڪڏهن ڪنهن مسلمان جي دل ۾ ديا ڪانهي ته ان جي حالت سچ پچ رحم جوڳي آهي، نه ڌڪار جوڳي. ويچارن جو تمس ۽ رجس کين رولي رهيو آهي ۽ پاڻيهي پنهنجي چوڪن جو نتيجو پوڳي ستوتي پهچندا. انهن ۾ به ساتوڪ حصو آهي، جو ساتوڪ ورتاوَ جاڳائڻو آهي. تڏهن ته مان هوميوپٿيءَ جي اپياس تي ايترو زور ڏيندو آهيان. جنهن موجب خبر ٿي پوي ته هر هڪ زهر ۾ به امبرت لڪل آهي، جو ڪم ۾

آڻڻ گهرجي. جيئن ايشور شڪتيون، آڪاش، وايو، تيج پاڻي ۽ ڌرتي، پنهنجو فيض هر هڪ کي پهچائين پيون تيئن اسانکي بہ هر هڪ سان، ڇا هندو ڇا مسلمان اهيد ڀاو سان ڀلائي ڪرڻ گهرجي.

٣- هاسٽل ۾ رهندڙ هر هڪ هندو مسلمان شاگرد کي جدا جدا جاچڻ ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ڪر ۽ پوءِ هر هڪ جي گهرج موجب کين ڪهڙا ڪتاب پڙهڻ گهرجن ۽ ڪهڙيون ڪلائون سکڻ گهرجن تن جي صلاح ڏي. هاسٽل ۾ سهڻيون مورتون، شانتيءَ ۽ خوشيءَ ڀريون هنڌ هنڌ ٽنگائي ڇڏ. سندر ڀڄن ۽ ڪيرتن ٿيندا رهن. اوچ ڌارمڪ پستڪن جو پستڪاليہ هجي ۽ هر هڪ کي همٿاءِ تہ پنهنجي جيوت لاءِ ڪو اوچي ڪان اوچو آدرش سامهون رکي.

۴- واري وٽيءَ هڪ ڏينهن هڪ مسلم شاگرد ۽ آئي ڏينهن هندو شاگرد کي پاڻ سان گڏ گهمڻ لاءِ وٺي ويندو ڪر ۽ جي ٿي سگهئي تہ ڪيس گهر اچي گڏ ميوو وغيره ڪارائي پاڻ سان هيري ميري ڇڏ. ڀل تہ پنهنجا اهنج آزاد طرح توکي اچي ٻڌائي سگهن. انهن کي ڏيان پچائڻ جي عادت ٺاهڻ ۾ همٿاءِ انساني ڀراتري ڀاو وڌائڻ جا ڪتاب پڙهڻ لاءِ ڏين. سندن ناﻻ الف بي وار ڪتاب ۾ داخل ڪر ۽ هر هڪ لاءِ سندن گهرج آهر دعا ڪندو رهہ ۽ دوا جي گهرج هجين تہ هوميوپٿيءَ موجب سندن ساهتا ڪرڻ جي ڪوشش ڪر.

۵- مسلمانن تي اثر ڄمائڻ لاءِ قرآن شريف مان واقف ٿيڻ گهرجيئي ۽ انهن جي اوچ سکيا مان انهن کي ڪجهہ ڪجهہ ٻڌائيندو رهہ. قليچ بيگ اهڙا سکيا ڀريا وچن قرآن شريف مان چونڊي ڪڍيا آهن جي ڪمائتا ٿيندءِ. ساڳيءَ ريت جيڪي گلستان ۾ سعدي چيو آهي سو ويچار ۽ پرچار ڪرڻ جوڳو آهي:

بني آدم اعضائي يک ديگراند

کہ در آفرينش زيک جوهراند

آدمي سڀيئي هڪ ٻئي جا عضوا آهن، يعني عضون وانگر ڳنڍيل

آهن، چاڪاڻ تہ سندن پيدائش هڪ ئي جوهر مان آهي. بوستان ۾ آڪاٽي آهي تہ ڪيئن حضرت ابراهيم ڪي تنبيہ ملي جڏهن هن يهودي مهمان جي مهماني ڪرڻ کان انڪار ڪيو، ڇاڪاڻ تہ هو مسلمانن وانگر ڪائڻ کان اڳ خدا جي شڪر گذاري ڪرڻ تي هريل نہ هو. تيئن ئي مثنويءَ ۾ چيل آهي تہ خدا، موسيٰ کي ڇنڀيو، ڇاڪاڻ تہ هن هڪڙي ڀڪرار کي ڪافر سمجهيو، ڇو جو هن ايشور جي پوڄا پنهنجي دهقاني نموني تي ڪئي. صوفي متي ۾ تہ ايڪتائي جا اصول ڀريل آهن ۽ اهي تمام ڪمائتا آهن. ڪيترائي انسان ايڪتا ۽ ڀراتري ڀاو ڀرپور آهن. اهڙن ڪيٰ شاگردن اڳيان ونءِ اچڻ گهرجي. سندن درشن مان ئي ماڻهوءَ جي دل سڌرندي.

٦- آئرلنڊ ۾ بہ پراٽيسٽنٽ ۽ ڪٿلڪ هئا.

پارنيل جي حياتي پڙهي ڏسو تہ ڪيئن هن انهن جا مذهبي تڪرار دور ڪرڻ ۽ انهن ۾ ايڪتا آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. گرونانڪ صاحب ٻڻ اسلامي اصولن جو روحاني تت سمجهايو آهي. هندن کي سمجهايو تہ سندن گيتا ۽ اُپنشدن موجب هنن کي هر هڪ انسان ۾ ايشور ۽ حق موجود ڏسڻو آهي. مسلمانن ۾ بہ ساڳيو رام ۽ رحيم رمي رهيو آهي؛ انهن ۾ بہ ايشور پسن. تنهنڪري هندو مسلمان هڪ ٻئي سان ڏيرج ۽ڪمياڪن ۽ صبر ڪن ۽ ڪوبہ ساڙ نہ سانڍين. وير ونڻ کان ڪميا صدبار بهتر آهي، بهادري ۽ ويرتا بہ انهيءَ ۾ آهي تہ هڪ ٻئي کي معاف ڪجي ۽ ماڻهپو ڏيکارجي.

عاملن لاءِ ديوان ڏيارام لکيو آهي تہ جڏهن ڪنهن بہ پنگت جا ماڻهو سوارٿ ۾ اچي فقط پنهنجو ئي خيال تا ڪن ۽ عام خير جو خيال ڇڏي ٿا ڏين تڏهن پنهنجي پنگت جي سونهن سڃي ڇٽ ڪري ٿا ڇڏين. جڏهن ڪنهن نيات جو هر هڪ آدمي فقط اهو خيال ٿو ڪري تہ مان اڳيرو ٿيان، پويان وڃي پست ٿين تہ اُن ۾ منهنجو ڇا؟ تہ انهيءَ نيات تي ايشور جو ڪوپ ٿو اچي. ايشور وٽ تہ خودياوريءَ ۽ قربانيءَ

جو قدر آهي ۽ پرائي جيوت تي جيئڻ لاءِ سزا آهي. سرڪاري نوڪري عاملن لاءِ هڪ پِٽَ ثابت ٿي آهي جو هو رشوت خور ٿي پيا آهن. هر هڪ نيات کي ياد ڪرڻ گهرجي تہ جيڪي پوکبو سو ئي لڻبو. جيڪو ماڻهو خود غرضيءَ ۾ خوش رهي پنهنجي ڌيءَ اڪلائڻ لاءِ ۲۵۰۰۰ هزار رپيا ڏاج ۾ ٿو ڏئي سو جيڪڏهن اوترو ئي پيسو پنهنجي نيات جي سڌاري جي ڪم ۾ لڳائي تہ سوَن جو سک ڪري ڇڏي ۽ پاڻ بہ چٽيءَ کان بچي پوي. پر اجا عاملن کي اها بوجهہ ڪانہ پيئي آهي. ڏسو سڌار سڀا جو ڪهڙو حال ٿيو.

چڱن ۽ سچن ماڻهن جي فهرست ٺاهيو. انهن کان پڇو تہ ڪيترو وقت يا ڌن سڌاري لاءِ ڏيڻ لاءِ تيار آهن؟ انهن جي هڪ برادري ٺاهيو ۽ اهي مثال ٿي ڏيکارين تہ ڪيئن بدن جون گهرجون گهٽائجن ۽ آتما جي انتي ڪجي. سادو رهجي پر اوچو ويچار ڪجي ۽ آدرش رکجي. اهي پاڻ مان هڪڙو ڪٽي پگهار تي رکن جو سارو وقت نيات جي پنتي پيل ڪٽنبن کي جاچي ۽ انهن کي مدد ڪري. جيئن بورا هڪ ٻئي کي روزگار ملائڻ ۾ مدد ڪندا آهن تيئن هر هڪ نيات کي ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن انتظام هجي تہ سڀ درد دور ڪري ٿا سگهجن. گندا شهر صفا ڪري ٿا سگهجن. بيماري، بک ۽ بيروزگاري دور ڪري ٿي سگهجي. گهرج آهي ايڪتا ۽ انتظام جي. چڱن ماڻهن جي برادري ٺاهي، قراني ڪري، وقت ۽ ڌن کي انهن سڌاري جي ڪمن ۾ لڳائڻ کپي. پوءِ سڀ سک گهر گهر پهچائي ٿو سگهجي.

## ڊاڪٽر هرنامداس ڏانهن خط

ديوان ڏيارام کي چڱن ماڻهن جو ڏاڍو قدر هو ۽ انهن کي پائڻ وانگر هلائيندو هو. ڊاڪٽر هرنامداس کي ساري عمر چڱن ڪمن ڪرڻ لاءِ هن پاڻ وقف رکيو. جتي بہ ڪا آپدا ايندي هئي، پوءِ ڏڪار هوندو هو توڙي ڪا بيماري، تہ ڊاڪٽر هرنامداس کي مدد لاءِ اتي موڪليندو هو ۽ هن کي خرچ ڪرڻ ۽ ماڻهن کي مدد ڪرڻ جي پوري

اختياري ڏيئي ڇڏيندو هو. ڏرمپور ۾ سهائتا جي ڪم لاءِ، سنڌ ۾ صحت سڌار جي پرچار لاءِ، ڏڪار ۾ سهائتا لاءِ، وبا وغيره ۾ مدد ڪرڻ لاءِ، شانتي آشرم کولڻ لاءِ. مطلب تہ طرح طرح چڱن ڪمن ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽر هرنامداس کي ديوان ڪم ۾ لڳائيندو هو. ڊاڪٽر هرنامداس سان سندس خط پٽ بہ پراُپڪار ۽ پاڻ سڌار جي بنسبت آهن. سنہ ١٩٠٣ع کان ١٩٢٧ع تائين سندس خطن جا فائيل جاچي منجهائن ڪجهہ اپيوڳي خيال هيٺ ڏجن ٿا.

جنوري ١٩٠٧ع ۾ سورت مان لکيل خط ۾ ڊاڪٽر هرنامداس کي ديوان اشارو ڪيو آهي تہ ڪو قرباني ڪندڙ ودوان لهہ، جو خود فقير ٿيڻ کان نہ ڊڄي ۽ فقير ٿي فقيرن ۽ ساڌن ۾ رهي انهن کي سڌاري. هندستان ۾ چڱن قرباني ڪندڙن ماڻهن جي ڪوتاهي آهي.

ٻئي خط ۾ لکيو اٿس تہ مونکي رمتوَ راڳيندڙن سان ڏاڍي دل آهي. اهي چارڻ اڳين ڏينهن ۾ تمام چڱو ڪم ڪندا هئا. اجا انهن مان ڪي شايد هٿ لڳي سگهن جي ڳائيندڙ اپديشڪ ٿي ڪم ڪن تہ ڏاڍو چڱو. اهڙن کي ڳوليندو رهج. سنڌ جي غريب شيوڪن واسطي هڪ ڳتڪو لک. اُنهيءَ سان شيوڪن کي همت ايندي ۽ پلو ٿيندو. ٢٦ مارچ ١٩١٠ع ۾ احمد آباد جي لکيل خط مان معلوم ٿو ٿئي تہ ديوان ڏيارام کي خوشي ٿي جڏهن ٻڌائين تہ ڊاڪٽر ريوبن بہ ڊاڪٽر هرنامداس سان گڏ اڇي ماڻهن جي شيوا لاءِ شامل ٿيو آهي تہ جيئن ڊاڪٽر هرنامداس سندن بدلي بيماريون ڇتائي تہ هو پڇنياو سان سندن اندر ناري.

اپريل ١٩١٢ع ۾ لکيس ٿو تہ مان Eugenics سنتتي سڌار تي ڪتاب وينو پڙهان، جيئن اسان کي ڪوڙهين لاءِ جدا آشرم آهي تيئن بي سمجهہ يا گهٽ سمجهہ وارن ماڻهن لاءِ بہ جدا آشرم هئڻ گهرجي نہ تہ اهي ڇريا ۽ بي سمجهہ شادي ڪري وري ڇريائي پکيڙيندا. انهيءَ لاءِ حقيقتون ڪنيون ڪريو. ڪهڙو نہ ديوان جو هر هڪ طرف پلائيءَ جو ويچار هو!

۱۰ سيپٽمبر ۱۹۱۱ع تي بلو بنگلو بئندورا مان لکيس ٿو تہ ٻلائيءَ جا ڪم ڪندڙ سيڪاري تيار ڪري ڏي. ڪيولرام جي اندر ۾ عام خير جا جذبا جاڳائيندو رهہ. جيئن هو ٻالڪ ٻٽي ڪان وٺي چڱائي ڪرڻ ۾ چت لڳائي ۽ پاڻ ٻلائي ڪندو رهي. زالن کي سيڪاري تيار ڪرڻ ڪجهہ مشڪل آهي، پر مردن کي سيڪاري تيار ڪرڻ لاءِ ڪوشش پيو ڪريان جيئن هڪ ٽولي ٺهي جنهن جو نالو رکجي غريبن جا يائر. وري ٻئي خط ۾ لکيس ٿو تہ ڀائي ڏيئلداس کي يتيم خاني جي ڪم هلائڻ جو ارادو آهي، ڪيس انهيءَ ڪم ۾ مدد ڪج. مطلب تہ "آهي ڪا لاچاري؟ تہ رهج حاضر شيواڌاري".

سنہ ۱۹۱۳ع ۾ ڊاڪٽر هرنامداس، ديوان ڏيارام کان آتمڪ صحت جي سنڌانتن بابت پڇندو رهيو ۽ جواب ۾ ديوان ڏيارام لکيس تہ افلاطون جا ڪتاب ۽ اُپنشد پڙهہ. پتنجليءَ جي يوگ سوترن ۽ شنڪر جي ويدانت سوترن جو اڀياس ڪر. ڪار لائيڪل جو سارٽر رزارٽس ۽ ايمرسن جا مضمون ۽ برائون ننگ، ٽينيسن ۽ رسڪن جا چوندي يل ليک ۽ سنت فرانسز جا ڪتاب ويهي ويچار سان ڏس.

ڪيترن خطن ۾ ديوان ڏيارام جو اهو اشارو ڏنل آهي تہ جتي وڃين، اُتي جا چڱا آدمي وڃي پڇ ۽ اُنهن سان وڃي سنگت ڪر ۽ اُنهن جي جيوَن چرتر ۽ چڱن ڪمن جو احوال مونکي لکندو ڪر. ڪنهن بہ سچي سنت ۽ ڀڳت جو پتو پوئي تہ لکي موڪليندو ڪر.

وري ڪيترن خطن ۾ هوميوپٿيءَ جي پرچار بابت لکيل اٿس. هوميوپٿي موجب هر هڪ زهر اندر، امرت لڪل آهي. ايشور وڏي ۾ وڏو هوميوپٿي هلائيندڙ آهي. هي لڙايون، برايون، ڏک درد سندس نندي ۾ نندي دوا جا وزن آهن ماڻهن جي اندرين بيمارين چٽائڻ لاءِ.

۲۲ اپريل ۱۹۲۴ع تي ديوان ڏيارام ڊاڪٽر ڏانهن هيٺينءَ طرح لکيو آهي:

ويجهن عزيزن ۽ پيارن جي موت ڪري ڪو اسانکي چڱن ڪمن

ڪرڻ ڪان ڪنارو ڪين ڪرڻ گهرجي، مگر آتمڪ موڪش ۽ جڳت هت لاءِ سدائين پوري پوري ڪوشش ڪندو اچجي. انهن ٻنهي جو پاڙ ۾ تمام گهرو سنٻند آهي. ايشور اسانجي اندر آهي ۽ ڪڪرمن ۾ به ڪڪرمن ڪان ڇٽڻ جو ذريعو رکيو اٿس، تنهنڪري جڳت هِت جيترو ٿئي اوترو ڪندو رهجي. غم نہ ڪجي پر غريبن، بيمارن ۽ دکين جي دک دور ڪرڻ لاءِ ڪم هميشہ ڪندو رهجي.

٧ مئي ١٩٢۴ع جو ديوان ڏيارام، ڊاڪٽر هرنامداس ڏانهن هڪڙو تمام سنو خط لکيو آهي جنهن ۾ ڏيکاريو اٿس تہ سنسار ڪان ڪنارو ڪري سانت ايڪانت ۽ ڌيان يوگ وجڻ جو اڌ ڪاري ڪير آهي؟ ڪرم جو ماڳ چڙهي گيان، ڌيان، سانت ۽ ايڪانت جي منزل اختيار ڪرڻ ڪان اڳ ۾ ماڻهوءَ کي پاڻ کان پڇڻ گهرجي تہ:

١. منهنجي دل سچ پچ پاڪ آهي ۽ تنهنڪري منهنجي طاقت ڌهن ماڻهن جي طاقت جي برابر ٿي چڪي آهي يا نہ؟

٢. منهنجي دل سموري ايشور طرف ڇڪيل آهي يا نہ؟

٣. ايشور جي مهر ۽ ديا جي نظر مونتي آهي ۽ مونکي ڪنهن به دنيوي حسن جي پريم کان وڌيڪ تاري ٿي ڪين نہ؟

۴. اندر جو ۽ ايشور جو آنند هر هر دل هلائي ٿي يانہ؟

۵. ويساهہ ۽ اِرداس سان منهنجو اندر اُجالو ٿو رهي يا نہ؟ منهنجي دل ڪم ۾ ۽ ارادي ۾ سٺيءَ جهڙي پوتر، آهي يا نہ؟

٦. جوت منهنجي اڳيان ٻرندي نظر اچي ٿي يا نہ؟ اونده ڪان اونده ۾ به اُها جوت ايشور جو اُجالو پکيڙيندي ٿي رهي يا نہ؟

٧. اندر ۾ ڪي نرم نرم آواز ٻڌڻ ۾ اچن ٿا ۽ اندر ئي اندر ڪي سوريہ آڪاش منڊل جا سر، انهد باج ۽ ڪرتار جي ڪنگري اندرئين آڪاش ۾ ٻڌڻ ۾ اچن ٿا يا نہ؟

٨. ڪي برڪتي درشن پرايت ٿين ٿا، سورڳي نظارا نظر اچن ٿا يا نہ؟

۹. هر قسم جي خوف کان آجو ٿي پوريءَ طرح بي خوف ٿيو آهيان؟

۱۰. سورڳ جون هيرون مونکي هر هر لڳن ٿيون؟

۱۱. دل ٺئيم ٿي تہ اهي هيرون ڪائيندو رهان؟

۱۲. اندر انهن آنندن تي ٽڪايان ٿو جيڪي بند ٿيڻ جا نہ آهن، انهن پوتراستانن تي ٽڪايان ٿو جن ۾ زنده جوتي پريل آهي، انهن پوتر گلن تي جن ۾ سرون اشانتي امن آهي؟

۱۳. انهن جي خوشبوءِ پنهنجي سپنن ۾ پيو سنگهان ڪين نہ؟ منهنجي تور ۽ قد، دل ۽ اکيون ڪڏهن انهن پاڪ لهرن ۾ لڏن ٿيون؟

جيڪڏهن مٿين سوالن مان گهڻن ۾ گهڻ ڪجهہ سوالن جو جواب ڪو ماڻهو آنهينءَ ۾ نٿو ڏيئي سگهي تہ اهو اجا ڏيان ۽ سانت يوڳ لاءِ تيار نہ آهي ۽ جي سنسار جي ڪمن کان پاسو ڪري سانت ۽ ايڪانت ۾ ويندو تہ فقط رلائيندڙ اگني جي پويان پيو ڀٽڪندو ۽ گپ ۾ ڦاسي پوندو.

هر هڪ وڏي آچاريہ گهڻي ۾ گهڻو زور ڏنو آهي تہ اهنڪار کي ناس ڪرڻ تي. ٽينيسن پنهنجي پاڪ پيجري (Holy Grail) جي ڪوتا ۾ نٿرت کي سيني سد گٽن جي ماتا ڪري ليکيو آهي. ديناڪ وهي رکو ۽ پاڻ کان هن روز حساب وٺو. هر روز پاڻ کان پڇو تہ هن مهاشترو اهنڪار بابت وڌيڪ ڇا سکيا ۽ انهيءَ تي تکي ۽ سخت نظر رکندا اچو.

چڱا ڪم ڪري اهنڪار، ترشنا ۽ چاهنا کي ڇٽ ڪرڻ سکو ۽ اچاهہ ۽ نشوارتي ٿيڻ سکو. قاعدن جي ٻنڌنن ۾ بہ پريم جا ڌاڳا واٺيل آهن، جيئن ٻنڌنن ۾ مڪتي. تنهنڪري هميشہ دل سان چوندا رهو "جو تنڌ ڀاوي سائي ڀلي ڪار" ۽ جيڪو فرض ويجهي ۾ ويجهو هجيو ۽ سامهون اچيوَ سو بجاءِ آڻيندا رهو ۽ پنهنجي ڌرم موجب ڪرتويہ بہ ڪندا رهو.

۳ جون ۱۹۲۴ع جي خط ۾ ديوان صاحب ڊاڪٽر ڏانهن لکيو آهي تہ جيڪي سچي دل سان پراُپڪار جو ڪم ڪندڙ هجن، انهن جي ياداشت هر هنڌ ناهيندو رهہ. شاهوڪارن جي ڏيان تي اها ڳالهہ آڻيندو رهہ، تہ مفت پستڪاليہ جاري ڪن، جن ۾ ڀڳتي، يوگ، گيان ۽ يوگين، سنتن، سياڻن ۽ عام فائدي جي ڪم ڪندڙن جا چريتر هجن ۽ چڱن اتساهي ڪم ڪندڙن کي اهڙن پستڪالين جي ڪم ۾ لڳائڻ جي ڪوشش ڪندو رهہ. ڀڳتي ميءَ ڌارمڪ پچن ڪندڙن تي زور ڏنو اٿس. اهڙا ڀڇنيڪ ڀل گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ وڃي آسادي وار جي ويلي مٿر ڀچن ڳائين.

لکيو اٿس تہ امر تسر ۾ اهڙي قسم جي پستڪاليہ هلائڻ لاءِ مون اچي رٿ ڏري گهٽ پوري ڪئي آهي. ڪو اُتساهي ماڻهو ٻڌاءِ جو وڃي اهو منهنجو دل ۾ رٿيل پستڪاليہ هلائي. اهو پستڪاليہ نيٺ شانتي آشرم جي نالي سان ڊاڪٽر هرنامداس پاڻ وڃي هلايو جنهن جو ذڪر اسان اڳ ۾ ڪيو آهي.

۱۲ مئي ۱۹۲۵ع جي ديوان ڏيارام ڊاڪٽر ڏانهن هي سندر ويچار لکيا: جنهن کي بہ ايشور جو ۽ سچي حسن جو ديدار ڪرڻو هجي تنهن کي پاڻ ايشور وانگر ٿيڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي ۽ پاڻ ۾ سچي سونهن پيدا ڪرڻ گهرجي. سچي سونهن ۽ سچو سائين هڪ ئي هنڌ رهندا آهن. اها پرارٿنا ڪندا رهو تہ اوهين اصل نئرت ۽ نشوارث سان ايشور ڪرپا ۾ وڌندا رهو. پرارٿنا ڪندا رهو تہ اوهان جي حياتي هن جي شڌ نام تان قربان ٿي وڃي. ايشور پراپتيءَ لاءِ اندر ۾ بک ۽ پياس جاڳايو. ائين نہ سمجهجو تہ مان پاڻ بہ ڪو اجا انهيءَ اندرئين مندر ۾ داخل ٿي چڪو آهيان. مان پاڻ بہ جڳياسو آهيان ۽ پيو ڪوشش ڪريان.

۴ آگسٽ ۱۹۲۵ع جي خط ۾ لکيو اٿس تہ مون ٿورو ٿورو ڪري ۵۱۰۰ رپيا ڪنا ڪيا آهن جي پئسا نپال ۽ تار آفيس جي خزانچيءَ وٽ

آهن، جن مان گهٽ ۾ گهٽ ويهن ورهين تائين ٢٥٥ رپيا ساليانو آمدني ٿيندي. انهيءَ فنڊ جو ٽرسٽي ڀائي سڄانسنگهه بي-اي. ڪيو اٿم. منهنجو ارادو آهي ته انهيءَ فنڊ مان پنهنجي سرڳواسي ڌرمپتنيءَ جي نالي شانتي آشرم کوليان. مان انهيءَ ۾ آتم وديا تي سڀني ۾ سٺا ڪتاب رکڻ ٿو چاهيان. انهيءَ ۾ ڀڳتيءَ تي، يوگ تي، صوفي مت تي ڪتاب ۽ دنيا جي سڀني ڌرمن جا ڪتاب ۽ سنتن جا جيون چرتر رکڻ ٿو چاهيان.

٢٦- آگسٽ ١٩٢٥ع جي خط ۾ ديوان لکيو آهي ته هندستان ڪي گهرج آهي ته گيان ڀگيه جي. واڊيا ٽرسٽ ۽ وشو وديالہ جهڙي ڪم جو واڌارو، بوس جو وديالہ، ڪيرتن فوج، گمندڙ وياکياڻ ڪندڙ، جي ماڻهن جون پنگتي اوڻايون سڌارين ۽ وچي انهن کي سمجهائين ته قرض ڪٽي چوڪرين کي پرڻائڻ بدران انهن کي ڪاليج ۾ چو نه ٿا پاڙهيو ۽ چو نه هنڌ هنڌ هنرن سيکارڻ لاءِ ڪتب خانه کوليو ۽ قاعدي جي ڪم ۾ جيڪا دير ٿي ٿئي سا چونه ٿا لاهيو. آخر ١٣-جنوري ١٩٢٦ع ۾ شانتي آشرم پستڪاليہ کوليو ويو ۽ ڊاڪٽر هرنامداس مئنيجر مقرر ڪيو ويو. ڪيس لکيائين ته نالو ظاهر نه ڪري. پوءِ ته هر هڪ ڳالهه لاءِ تفصيل وار هدايت ڊاڪٽر هرنامداس ڏانهن موڪليندو رهيو ته ڪيئن روزنامچو لکي، ڪيئن کاتو، ڪيئن ڪتابن جي ياداشت ناهي، ڪيئن ڪئٽلاگ: مطلب ته هر هڪ ڪم کي قاعدي موجب ۽ جيئن سٺيءَ طرح ڏنڌو هلائبو آهي تيئن هلائڻ لاءِ ديوان کي اونو رهندو هو. تنهن کان پوءِ ڊاڪٽر هرنامداس کي انهيءَ پستڪاليہ کولڻ لاءِ ڏنيه واد موڪلي اٿس. وري جڏهن سندس دل ٻئي طرف وڃي لڳي آهي ته لکيو اٿس ته پنهنجي وقت ۾ ڏن جي، جهڙيءَ طرح قرباني وٺيئي ائين ڪر. مان تنهنجي دل جي ارادي جي آڏو نٿو اچڻ گهران، جيڪي نيڪ سمجهين سو ڪر. ايشور جي آسيس گهرندو رهه ۽ سمورو ڪم پنهنجو ڪري سمجهه. ٢٩-اپريل ١٩٢٦ع ۾ هن کان پڇيو اٿس ته امر تسر ۾ سيوا سدن يا استري منڊل جهڙيون سنستائون آهن يا نه؟

استري أڌار ۽ وديا لاءِ ايتري ديوان کي ڳڻتي هئي. وري ڪيس لکيو اٿس تہ پلاٽينس پڙهڻ مشڪل آهي. مان پاڻ جيڪي منجهائنس پڙهان ٿو تنهنجا وري سوال جواب ٿاهيندو آهيان.

لکيو اٿس تہ ديامي‎ءَ ايشور اوندهہ مان اجالو آڻيندو آهي ۽ اونداهيءَ رات کي سج جي پرڪاش جو دروازو ٿاهيندو آهي.

جولاءِ کان ڊسمبر ١٩٢٦ع تائين جيڪي خط پٽ ڊاڪٽر هرنامداس ڏانهن لکيا اٿس سي گهڻو ڪري آهن ڪتابن بابت، جيڪي شانتي آشرم پستڪاليہ لاءِ گهرايا اٿس يا سفارش ڪيا اٿس. ٢۴ آگسٽ ١٩٢٦ع ۾ لکيو اٿس تہ اَڻ ڇپايل، هٿ جا لکيل پستڪ ڌرمي مضمونن تي ملي سگهن تہ ڪٺا ڪج. ٢ نومبر ١٩٢٦ع ۾ ارادو ڏيکاريو اٿس تہ گجراتيءَ ۾ سکمني ۽ جپ صاحب جو ترجمو ڪرائڻ جي ٿو ڪوشش ڪريان. بائيبل جو ترجمو ٧٠٠ ٻولين ۾ آهي. اسانجي ڌار مڪ گرنٿن جو ترجمو بہ جدا جدا ٻولين ۾ هئڻ گهرجي. ائين ڌارمڪ پسڪتن جي پيٽ ڪرڻ سان ئي ماڻهن ۾ ڪشاده دلي پيدا ٿيندي ۽ تعصب کان آجا ٿيندا.

١٨ جنوري ١٩٢٧ع واري خط ۾ لکيو اٿس تہ جيڪو ماڻهو پنهنجي پويان انهيءَ پسڪاليہ جي ڀلائڻ لاءِ رکي اچين انهيءَ ۾ شوق جاڳاءِ: هاڻي اهو پستڪاليہ گورو رامداس جي نالي سان آمر تسر دربار جي حوالي ڪيو ويو آهي.

٨ جولاءِ ١٩٢٧ع جي خط ۾ ڊاڪٽر هرنامداس کي اشارو ڪيو اٿس تہ هيوميوپٿيءَ جا پستڪاليہ حيدرآباد، اَمر تسر ۽ احمد آباد ۾ کولائي. ١ سيپٽمبر ١٩٢٧ع واري خط ۾ لکيو اٿس تہ هن زماني ۾، هن دنيا ۾ سچو ستگورو ملڻ تمام مشڪل ٿي پيو آهي، تنهنڪري آتمڪ اُنتيءَ لاءِ آدمي ڌيان جو رستو ڪهڙو ڳولين؟ منهنجي نظر ۾ هوميوپٿيءَ جي اصول تي ڌيان ڪرڻ سان آتمڪ اُ تي ۽ ايشور پراپتي حاصل ٿي ٿي سگهي. ڪيئن نہ ايشور هر هڪ زهر ۾ بہ امبرت لڪائي

رکيو آهي. ڪيئن سوڪشم کان سوڪشم وياپڪ بہ ڪرتار ڪرامت
جهڙو اثر رکيو آهي. بي انت نندين حصن ۾ بہ بي انت پاڻ ڇاٽايو آهي.
انهيءَ هوميوپٿيءَ جي بي حد سوڪشم حصن جي ٿر تي ويچار ڪرڻ
سان ايشور پراپتي ۽ آتمڪ اُنتي تمام جلد ٿي سگهندي.

٩ سيپٽمبر ١٩٢٧ع جي خط ۾ ڪيس لکيو اٿس تہ ياد رک تہ اڄ
ڪلهہ دنيا ۾ دک ۽ دقتون تمام وڏي ويون آهن. ماڻهن کي هر قسم
جا نقصان لڳي رهيا آهن. تنهنڪري ماڻهن ۾ نراسائي پيدا ٿي آهي ۽
اوشواس وڏي ويو آهي. اهڙن لاءِ هوميوپٿيءَ جي حقيقت تہ زهر ۾ بہ
امبرت لڪل آهي، تمام ڪارگر آهي. ماڻهن کي يقين ڪرائڻ گهرجي
تہ هو ڳٽني چو ٿا ڪن.

”ٻيجي جي ٻانيڻ چوي سيڪو پار ڪٽي.“ پنهنجن ڪمن جو ورثو
پاڻ ڀوڳي رهيا آهن ۽ سڀ پنهنجا ڏک پاڻ تي پاڻمرادو آندا اٿن جيئن
تہ ڏسو تہ هڪڙي عامل پنهنجي ڌيءَ کي شادي ڪرائڻ لاءِ ١٥٠٠٠ رپيا
ڏنا ۽ ٻيءَ کي ٢٥٠٠٠ رپيا، پر جيڪڏهن اهي ٤٠٠٠٠ رپيا پنهنجي قوم،
ذات جي سڌاري تي خرچي ها تہ پنهنجي ڌيءَ جي شاديءَ تي شايد ٥٠٠
بہ خرچ ڪونہ ڪرڻو پويس ها ۽ سوَن جو سک بہ ڪري ڇڏي ها.
”پر خير، تہ پنهنجو خير.“

## ديوان بهادر مرليڌر ڏانهن خط

ٻين خطن جو فائيل جو ڏسڻ لاءِ مليو سو هو ديوان ڏيارام جي
انهن خطن جو، جيڪي هن ديوان مرليڌر جيرامداس ڏانهن لکيا هئا.
انهن خطن ۾ تمام سندر اپديش آهن، تہ آتمڪ اُنتي ڪيئن ڪجي،
ڌيان ڪرڻ ڪيئن سکجي، ساتوڪ دان ڇا آهي ۽ سنڌ ۾ پرأپڪار جا
ڪهڙا ڪم تمام ضروري آهن.

ديوان مرليڌر، ديوان ڏيارام کي پنهنجو گرو ڪيو هو ۽ هن کي
راڄ رشي يا گرو ڪري لکندو هو. تنهن تي ديوان ڏيارام ٢١ ڊسمبر

١٨٩٧ع واري خط ۾ ڪيس لکيو آهي تہ مان راج رشي نہ آهيان. باقي

جي منهنجي صلاح ڪپيوَ تہ مان جيڪر چاهيان تہ گڙ صاحب خريد ڪريو ۽ هر روز صبوح جو اشنان ڪري نيرڻ ڪان اڳ ۾ گهٽ ۾ گهٽ چئن صفحن جو پاٺ ڪندا رهو. پرواهہ نہ ڪريو جي پهريائين ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ اچيوَ. آهستي آهستي سڀ ڪجهہ سمجهہ ۾ ايندوَ.اهو آهي پهريون ۽ سڀ ڪان سولو سبق ذارمڪ اُنتيءَ لاءِ.

وري ٢٢ جنوري ١٨٩٨ع جي خط ۾لکيو اٿس تہ گرو مري ڪين ويا آهن، اهي جيئرا آهن. جيڪڏهن اوهانجي اندر ۾ انهن جي لاءِ سچي سڪ آهي تہ اهي ئي اوهانکي سنئون رستو ڏيکاريندا. مان اوهانجو گرو ڪين ٿي سگهندس. آدرش گرن کي خبر آهي تہ انهن جي سبق سکڻ لاءِ ڪهڙا ماڻهو پوڄاري آهن، مان پاڻ جگياسو آهيان ۽ جنهن رستي هو

مونکي هلائين ٿا انهيءَ رستي پيو هلان. پهريائين سمورو گڙ صاحب پڙهي پورو ڪريو پوءِ پاڻهي خبر پوندوَ تہ اڳتي ڇا ڪجي. پڇندا رهو پستڪ ڪان ۽ ضرور لهندؤ جيڪي گهرجيوَ.

٢۴ نومبر ١٩٠٠ع واري خط ۾ ديوان ڏيارام، ديوان مرليڌر کي لکيو آهي تہ خبر اٿو تہ سري ڪرشن جي مڌر مرلي اڄ بہ ٻڌي سگهجي ٿي؟ پر انهيءَ لاءِ گهرجي اندر جو آلاپ. ڪرشن جي موهيندڙ بنسريءَ جو گانو تہ مونئ کي بہ موهي ڇڏي. تنهنڪري بيشڪ مٿرا ۽ بندرابن وڃو. فقط اها آس نہ ڪجو تہ ڪو تمام گهڻو گيان حاصل ٿيندوَ. افسوس! اسانجي وطنين ڪرشن وساري ڇڏيو آهي. ڪرشن ڪنيو اندر جو پيارو جنهن سان آتمڪ ميلاپ ڪي ورلي ٿا چاهين، باقي ان جي بدران مايا جو موهہ ماڻهن جي من ۾ راڄ ڪري رهيو آهي، تہ بہ جمنا ندي، سري ڪرشن کي ياد پيئي ڪري ۽ انهيءَ جي سندر ڪناري تي ويهي، ايشور جو نالو ياد ڪري سگهندو. ڪرشن هرهنڌ موجود آهي ۽ هميشہ پيار ٿو ڪري.

١٣ مئي ١٩٠١ع جي خط ۾ ديوان ڏيارام لکيو آهي تہ مونکي اهو



ديوان بهادر مرليڌر پنجابي

پڙهي خوشي ٿي آهي تہ اوهين ڪجهہ وقت پڳتي پاو ۾ لڳايو ٿا. ياد رکو تہ ماڻهوءَ ۾ سک جي پيار ڪان بہ وڌيڪ هڪڙو اوچو پيار آهي. ماڻهو سک ڪان سواءِ بہ گذاري سگهي ٿو ۽ ان جي بدران ايشور جي ڪرپا چاهي ۽ پائي سگهي ٿو. سنساري سک جي ڪا پرواه نہ ڪريو، انهيءَ بدران اندرئين آنند ۽ ايشور جي آسيس جي پراپت ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو.

ديوان ڏيارام ڪي ميري ڪاريليءَ جا آتمڪ مضمونن تي لکيل قصا ڏاڍا وڻندا هئا جو خاص طرح "Romance of two worlds" هن لوڪ ۽ پرلوڪ جو لقاءُ، "Life Eternal" جاوداني حياتي يا اَمرجيون وارن ڪتابن پڙهڻ جي سفارش ڪندو هو. ٢۴ مئي ١٩٠٧ع ۾ تمام سندر هدايتون لکي موڪليون اٿس. هر هڪ ڪم لاءِ وقت مقرر ڪري ڇڏيو. ڌارمڪ گيان ۾ چت لڳائڻ ڪان اڳ ۾ دليل ۽ دنيوي خيال اول پورا ڪري ڇڏيو. پهريائين چت کي ڦرلن ڪان فارغ ڪري پوءِ پرلوڪ ۽ ڌرم جي ڳالهين جي چنتن ۾ اُن کي لڳايو. ڪنهن طرح اها عادت ناهي ڇڏيو ۽ جڏهن جڏهن چت هيڏانهن هوڏانهن ٿئي تہ وري ڦيرائي ايشور جي ڌيان ۾ لڳايوس. ۽ اهو ڪم صبر سان ڪيو، جيترا پيرا من ڀٽڪيو. سنت فرانسز هڪڙو مغربي يوگي چوندو هو تہ جيڪڏهن اوهين ڌيان سکڻ لاءِ پنهنجي من کي بہ صبر سان نٿا روڪي سگهو تہ پين سان وري صبر سان ڪيئن هلي سگهندو. ڪڏهن بہ نراش نہ ٿيو. پورو پورو وشواس رکو ۽ جڏهن بہ واندو وقت مليوَ تڏهن من کي پريتم جي پريت ڏانهن اُتساهہ ڏيو ۽ اُن جي درشن جي اَپلاکي ٿيڻ جي ڪوشش ڪريو. اندر ۾ ايشور جي آتي سندر مورتي پسڻ جي پياس جاڳايو ۽ ڪوشش ڪريو. جيڪڏهن هر هر اهڙي آس اندر ۾ آٿبي ۽ ٿورا لفظ اهڙي قسم جي پرارٿنا جا اُچاربا تہ بہ تمام گهڻو فائدو ٿي ٿو سگهي.

سندس ١٨ آڪٽوبر ١٩١١ع جي خط مان معلوم ٿئي ٿو تہ ديوان

ڏيارام انهن ڏينهن ۾ ۲ وڳي کان ۵ لڳي ۱۰ منٽن تائين هر روز گرانٽ روڊ جي پرسان سيوا سدن ۾ وچي ڪم ڪندو هو.

۱۵ جولاءِ ۱۹۰۸ع جي خط ۾ انتر ڌيان پچائڻ لاءِ ديوان ڏيارام وڌيڪ وستار سان سمجهائي لکي آهي. لکيو اٿس ته هميشه پنهنجي اندر ئي اندر دل ۾ چوندا رهو ”پار برهم تو ام گتر مم“ ”پر ميشر مان توڏانهن اچان.“ جڏهن ٻيو ڪو ڪم نه هجيوَ ته مٿيون منتر اندر ۾ چوندا رهو. ايشور کي پريم روپ سمجهو. ڌيان پچائڻ کان اڳ ۾ پنهنجي اندر کي سمجهايو. جيڪڏهن ايشور جو پريم نه هجي ها ته مونکي جيوت به حاصل نه ٿي سگهي ها. هو ئي آهي منهنجي پرانن جو پران، هو ئي آهي منهنجي جيوت جي جوت، منهنجو ساهه ڪجي تو چاڪاڻ ته هو اندر وينو آهي. هو سورج منڊلن تي راڄ ڪري ٿو ۽ هو تج کان تج وستوءَ ۾ به آهي. هو سيني شين جو آڌار آهي ۽ سيئي هن ۾ جيئن ٿا ۽ هن جي وسيلي هلن ٿا. منهنجو پريتم تمام سندر آهي. حواسن جي لوڪ کان پري من جي لوڪ ۾ وڃان ۽ من کان بڌي لوڪ ۾ وڃان ۽ بڌيءَ کان انتر آتما جي لوڪ ۾ وڃان. اجهو هيءُ هتي وينو آهي. پريتم، هاٺي مونکان ڀڄي ڪين سگهندين. مون توکي پاتو آهي، چاتو آهي، مون توکي لڌو آهي.

پار برهم توام گتر مم، سري ڪرشن توام گترمم، ست چت آنند توام گتر مم، اوم، اوم، اوم. پنهنجي من کي پريم سان پرپور ڪرڻ لاءِ ٻيون به يڪتيون ڪم ۾ آڻيو. تارن جي سونهن جو ويچار ڪريو. گلن جي. انساني دنيا جي گلن جو. سنتن، رشين ۽ ڀڪتن جو. انهنجو ويچار ڪندي ڪندي انهن مان لنگهي پار پئي هن ايڪ اونڪار جو ويچار ڪريو. جنهن جو ٻاهريون ويس اهي سڀئي آهن ۽ پوءِ هن کي پيار ڪريو. پوءِ اوم کي هن جو چن بنايو.انهيءَ شبد کي پريم سان پورن ڀريو. جيئن اهو شبد اوهان لاءِ سارٿڪ يعني معنيٰ سان ڀرپور ٿئي. ڌيان ڪرڻ وقت ۽ هميشه مٿئين رٿ موجب ڪوشش

ڪريو ۽ جيڪو آثر ٿئي تنهنجي خبر ڏيو.

١٢- آڪٽوبر ١٩١٢ع ۾ لکيو اٿس تہ جڏهين پهريائين انهيءَ منتر تي من ايڪاگر ڪري سگهو تڏهين پوءِ اهو منتر پورن اُتساهہ، ويساهہ ۽ پريم سان جپيندا رهو. جڏهن ساڳي معنيٰ اوم سان لڳائي سگهو تہ پوءِ فقط اوم چوندا رهو. اوهان منڊوڪيہ اپنشد پڙهيو آهي؟ انهيءَ ۾ اوم جي معنيٰ ڏنل آهي.

تنهن ڪانسواءِ پنهنجي غريب ڀائرن ۽ ڀينرن جي شيوا ڪندا رهو. شڪارپور جي استرين لاءِ ڪو وڏو اسڪالرشپ جو چندو ٿئا ڪنو ڪري سگهو؟ گوڪلداس تيجپال جي دان مان هڪڙو چندو ڀووڪن لاءِ مقرر ٿيل آهي جنهن مان ١١٧ بي. اي. پاس ڪري چڪا آهن ۽ ڪيترا وڏي وڪالت ۽ ڪيترا ڊاڪٽري. انهيءَ جهڙو چندو ڪو استرين لاءِ ڪيو. جيڪڏهن انهن مان ڪي ڪاما اسپتال ۾، ڪي جي، جي ، اسپتال ۾، نرسنگ جي ڪم سکڻ لاءِ يا ڪراچيءَ اسپتال ۾ بيمارن جي خبرداريءَ جي ڪم سکڻ لاءِ موڪلي سگهو تہ تمام چڱو ڪم ڪندو. زالن ۽ اڇوتن ڏانهن اسين تمام غافل رهيا آهيون اهو پاپ اوهين ڌوئي ڇڏيو. ڪيترو نہ ڏيارام جو استرين ۽ اڇوتن جي اڌار لاءِ پيار هو؟

وري ٻئي خط ۾ لکيو اٿس تہ مون کي خوشي ٿي آهي اهو پڙهي تہ اوهين ڏيان سکندا ٿا وڃو. جيڪڏهن اوهان جا ٻاهريان ڪم پريم پور وَڪ ۽ ٻين جي سهائتا ڪرڻ جي ڀاوَ سان پرپور آهن تہ اوهان جو انتر ڌيان سولو لڳندو.

هاڻي ڪجهہ انهن خطن بابت ويچار ڪبو جن ۾ لکيل آهي تہ ساتوڪ، سڪيارٿو ۽ سنڌ لاءِ ضروري دان ڪهڙو آهي ۽ ڪيئن ڪجي؟ ٩-ڊسمبر ١٩٠٥ع جي خط ۾ لکيو اٿس تہ جيڪڏهن ڀائي مولچند ڪوئٽيا وارو ڪو ايڊيڪشن ۽ ٻچن ڪيرتن ڪندڙن جو ڪلاس ڪيڍي تہ تمام چڱو. جيڪڏهن ڪو ڏن وارو آدمي هن جي آجيوڪا جو خرچ ڀاڙ ڀري، جيئن هو اُدرپورنا جي چنتا کان رهت ٿي سمورو وقت هن

ڪم ۾ گذاري سگهي تہ اها ٿيندي هڪ قسم جي آتمڪ پائيواري، جا تمام سندر شراڪت آهي. ڌرم ڪان سواءِ ڪوبہ آڌار يا سڌار اسان جي ديش واسين جو ڪونہ ٿيندو. تنهنڪري هيءُ تمام ضروري ڪم آهي تہ اپديشڪن ۽ پچنيڪن کي سيڪاري تيار ڪجي.

دان جي ڪم ۾ بہ حساب ڪتاب چوکو رکجي. وستار ڪٽي ٻين کان رکائجي پر پاڻ سپني رقمن تي ڌيان ڏجي ۽ هر هڪ چڱي ڪم لاءِ بہ آمدني ۽ خرچ جو تخمينو يعني بجيٽ ضرور تيار ڪجي ۽ اُن موجب اهو ڪم هلائيندو رهجي.

ودوائن جي ادرپورنا لاءِ ديوان ڏيارام لکيو آهي تہ هو ٢٢ رپيا درماهو خرچ ڪندو رهندو آهي، پر اهو تمام چڱن ماڻهن جي وسيلي ۽ اُنهن کي اشارو ڪندو آهي تہ ودوائن کي پن بدران پورهيو ڏيو جيئن آخر هو پنهنجو پيٽ پنهنجي پورهئي مان پالي سگهن.

وديا جي واڌاري لاءِ اسڪالرشپن ڏيڻ مان تمام گهڻو فائدو ٿيندو. منهنجي نالي تي اسڪالرشپ قائم ڪرڻ بدران پنهنجي پتا جي نالي تي اسڪالرشپ جاري ڪندو تہ چڱو. پنهنجي ڌن مان هڪ هڪ پائي امانت سمجهو ۽ سڪرت ۾ لڳايو. هميشہ اهنسا ستيہ، يگيہ ۽ قربانيءَ جي رستي تي هلنا رهو. ايشور جي آسيس پراپت ٿيندوَ.

جيڪي بہ اوهانکي مِلي ٿوَ سو امانت اٿوَ. امانتن هلائڻ لاءِ جيڪو قاعدو اٿوَ تنهن مان خبر پوندوَ تہ پنهنجي ڌن کي ڪيئن ڪتب آڻيو. ڏسجو تہ ايشور جي پينل ڪوڊ هيٺ امانت ۾ خيانت ڪرڻ جا ڏوهاري نہ ٿيو.

٣٠- جنوري ١٩١٣ع جي خط ۾ ديوان ڏيارام لکيو آهي تہ ڪي اهڙا بي. اي. وارا يا وڪيل سجهنوَ جي فقط کاڌ خوراڪ تي يعني پنجاهہ رپين مهيني تي غريبن جي شيوا ڪندا رهن. منهنجي دل ۾ امنگ آهي تہ ڪڙمين جي اوستا سڌارجي ۽ انهن جي شيوا لاءِ "سيلاني سورما" چوندي مقرر ڪجن، جيڪي هنن کي ننڍن وڏن ظلمن کان

بچائين. پنهنجن ڪڙمين لاءِ مونکي گهرجن ئي اهڙا، هڪڙو مفت ڊاڪٽر، هڪڙو مفت وڪيل ۽ هڪڙو مفت ماستر. سڄهنوَ ڪي اهڙا جي پنجاهہ رپئي مهيني تي وڃي هي سڪرت جا ڪم سنڌي غريب ڪڙمين ۽ ڳوٺاڻن لاءِ ڪن؟

۴-جنوري ۱۹۱۳ع ۾ لکيو اٿس تہ اسان کي گهٽ ۾ گهٽ هڪ بہ اهڙا ماڻهو کپن جي سنڌ جي غريبن جي، سمورو وقت پائرن جيان مدد ڪن. جيئن پارتيہ شيوڪ سڀا Servants of India Society وارا آجيوڪا تي سمورو وقت وينا ڀارت جي شيوا ڪن. تيئن سنڌ جي غريبن جي شيوا لاءِ ڪي غريبن جا پائر ڪنا ڪجن تہ تمام چڱو. انهن کي پنجاهہ رپيا مهيني ڏيڻ لاءِ تہ مان بہ تيار آهيان. مهرباني ڪري جاچيو جي اهڙا جوان هٿ اچنوَ ۽ مسٽر ويرومل کي بہ هيءُ خط پڙهڻ لاءِ موڪلجو تہ هو بہ خيال رکي.

شڪارپوري واپاري، بخاري، تبيٽ ۽ چپان ڏانهن ويندا آهن. ڇو نہ شڪارپور ۾ اهڙو اسڪول ناهيو، جنهن ۾ اهڙيون ٻوليون سيکاريون وڃن. سکيا جي سڌاري جي تمام ضرورت اٿوَ. ڇو تہ شاهي باغ ۾ شيوارام ڦيرواڻيءَ جي صلاح سان ڪو سندر قسم جو اسڪول ناهيو؟

۲۵- فيبروري ۱۹۰۱ع جي خط ۾ لکيو اٿس تہ پيارن جي موت تي بہ گهڻو غم نہ ڪجي. اهي ڏک ايشور موڪليندو آهي تہ اسين ڏيا ۽ ويراگ جا سبق سکون ۽ سچو سک پراپت ڪريون. اهو بہ ڌيان ۾ رکڻ گهرجي تہ موت تہ اصل ڪا وستو ڪانهي. موت فقط هڪ لوڪ کان ٻئي لوڪ ۾ وڃي جنيئڻ جو دروازو آهي.

غريبن جي نياڻين کي پرڻائڻ، بيشڪ پڄ جو ڪم آهي پر هر هڪ کي دان جو ڪم ائين هلائڻ گهرجي. جو تي سگهي تہ پاڻ مراڏو هميشہ هلندو رهي ۽ منجهانئس گهٽي کان گهٽو فائدو نئي. انهيءَ طرح سچي قرباني سان گڏ سچي سمجهہ بہ هلائڻ گهرجي. گيتا ۾ چيل آهي تہ ڌن جي دان کان گيان يا وديا جو دان وڌيڪ اُتم آهي. تنهنڪري

وديا دان ڏيئي غريبن ۽ ڪنيائن جا ڏک دور ڪجن تہ تمام چڱو. اهو آهي سچي ساتوڪ دان. تنهنڪري جيترو ٿي سگهي تيترو گيان يگيہ ۾ مدد ڪريو.

ڌرمشالائن ۾ ڌارمڪ پستڪاليہ ڪيو. هوميوپٿي بہ يوگ جو هڪ رستو اٿو، هوميوپٿي دواخانہ ڪيو. پاٺ ۾ ست، شو ۽ سندريہ جا ڀاوَ وڌائيندا رهو. انهن ۾ آهي سدا سچ، سدا هتڪاري، سدا شوَ جو پنڌار، سدا سهڻو سائين. انهن جي وسيلي درشن پائيندو سچي سک دائي سهڻي سائينءَ جو. روز انهن ڀاون جي وڌائڻ جو ويچار ۽ ڪوشش ڪندا رهو ۽ ڪوبہ انهن کي وڌائڻ جو وجهہ هٿان نہ وڃايو، تہ پريتم کي پايو. پنهنجن دوستن کي ۽ ڪانگريس وارن کي چئو تہ هو هندستان ۾ عام جام تعليم جو پرچار ڪن ۽ وديا وڌائڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪٽن. سچيءَ سکيا کان سواءِ ايڪتا ڪين ايندي. سچي ايڪتا کان سواءِ شڪتي ڪانہ ٿيندي. هندو مسلمان ۽ هندستان جي سڀني ديش واسين جي وچ ۾ ايڪتا آڻڻ جي ڪوشش پاڻ ڪريو ۽ دوستن کي انهيءَ ڪوشش ۾ لڳايو ۽ عام دکن کي دور ڪرڻ لاءِ خوب جاچ جوچ ڪريو ۽ کوجنا ڪريو جيئن گوکلي ڪندو هو. ائين جاچي ماڻهن جا ڏک ۽ گهٽتايون دور ڪريو.

ننڍن ٻارن ۾ بيڙيءَ ڇڪڻ، شراب پيئڻ ۽ جوا کيڏڻ جي خرابين کي روڪيو. خرابيون آهن اوهان لاءِ چڱائي ڪرڻ جا وجهہ. انهن خرابين کي ڪيئن دور ڪجي تنهن لاءِ سوچيو ۽ سکيا حاصل ڪريو ۽ پوءِ هڪ هڪ تي پورو ڌيان ڏيئي اهي سڀ خرابيون ۽ ڏک دور ڪريو.

مطلب تہ ديوان ڏيارام کي سدا فڪر هو براين گهٽائڻ، ڏکن دور ڪرڻ ۽ ماڻهن کي محبت سيکارڻ ۽ ايشور جي ڌيان ۽ جڳت هٿ ۾ لڳائڻ جو.

انهيءَ ڪانسواءِ مون ڏانهن بہ ديوان کي خط لکيا. هڪڙو وڏو خط لکيائين سکيا سڌار لاءِ. چيائين تہ اونڌل جي هيڊ ماسٽر جي حياتي پڙهي ڏس تہ اسڪولن جي رستي ڪيئن سنسار جو سڌارو ڪري ٿو

سگهجي. چنيءَ ۾ لکيائين تہ ڪو شاهي باغ ۾ آدرشي وديالو کوليو. مون لکي پڇيس تہ ٻارن کي يوگ ڪيئن سيکارجي؟ پاڻ لکيائين تہ "من لاءِ چابڪ" ۾ مصالح اٿوَ. جڏهن ڪيس اهو لکيو ويو تہ انهيءَ ۾ ڪي حصا اهڙا آهن جي ٻالڪ بہ سمجهن، پر ڪي اهڙا آهن جي ودوان بہ مس سمجهي سگهن تہ جواب موڪليائين تہ ٻارن لاءِ سوَلا سوال جوڙي ڪڍو. ڪانئس پڇيو ويو تہ پاڻ ڪيئن سڌارجي ۽ ڪيئن اندر جي روشني حاصل ڪجي. تنهن تي پاڻ هيٺيون بيت لکي موڪليائين:

## بيت

ڏن سي جي گهرن انتر جوت پرڪاش،
پر تنهن لئہ گهرجي اوچ انتر آڪاش.
ڪمائي جنمن جي آتت آڌار،
۽ پڻ هن جنم ۾ شڌ پر اُپڪار.
اهم پاوَ رهت، سنگ ڦل رهت،
داس پاوَ سهت، ڀگتي پاو سهت.
سمپورن شرڌا حاضران حضور،
سموري سرشٽ ڏس ساٿس پرپور.
اهڙي درشٽ لاءِ وگنيان ويچار،
گر واڻيءَ سان اَتينت پيار.
جپڻ ويچائڻ، انتر نور شوڌڻ،
ادرشٽ ڏيائڻ، انتر پر پوڌڻ.
سنڌيا ۽ ڀڄن، ايڪانت رهاڻ،
سڀ وقت پياس پريہ درشن ڪاڻ.
مهاتمائن سنگ رستو ڪري سهلو،
پر اهو درلڀ، جن هوميءَ جهلو.
يم نيم پال يوگڪ پهريائين،
ادرشٽ رهنما تيجسوي جي چاهين.

باب پندرهون

# ڏيارام جا ليک

ديوان ڏيارام جو پهريون پستڪ جو منهنجي نظر مان نڪتو آهي، تنهنجو نالو آهي Something about Sindh ڪجهہ سنڌڙيءَ بابت. اهو پستڪ هن سگما يوناني س اکر جي صحيح سان لکيو آهي. انهيءَ ليک ۾ سنڌ جي شهرن، نظارن ۽ ڪوين جو بيان ٿيل آهي. تمام اعلي انگريزيءَ ۾ لکيل آهي ۽ ديوان جي ودوتا ۽ ساهتيہ سان پيار منجهانئس خوب ظاهر آهي. انهيءَ ۾ شاهہ عبداللطيف بابت بہ چڱو چوکو ذکر اچي ٿو. پهرئين باب ۾ شاهہ صاحب جي ڏاڏي عبدالڪريم بلڙيءَ واري ۽ شاهہ صاحب جي جنگ وجدل جي زماني جو ذکر آهي. باب ٻئي ۾ شاهہ لطيف جي دل جو داستان ڏنل آهي تہ ڪيئن مرزا مغل بيگ جي ڌيءَ سان دل ٿيس ۽ اهو عشق اهڙو اهنجو ٿيو جو ڌک وچان مغلن ڪي سراپ ڏيئي شاهہ لطيف سير تي هليو ويو. جڏهن مغلن جا گهڻو ڪري سڀ پاتي ناس ٿي ويا، تڏهن مغل بيگ جي نياڻيءَ پل بخشائي سراپ هٽايو ۽ هن سان شادي ڪئي.

باب ٽئين ۾ شاهہ جي عشقَ حقيقيءَ جو داستان آهي. سندس ويدانيت ۽ صوفي متن جي سهڻي ۽ سليس سمجهاڻي، سندس ڪافين ۽ رهڻي جو ذکر آهي.

چوٿين باب ۾ اڏيري لال جي وارتا ڏنل آهي تہ ڪيئن هن هندن کي مسلمان ٿيڻ کان بچايو ۽ پنهي هندن ۽ مسلمانن کي پنهنجو پوڄاري ۽ مريد ڪيائين. تنهنکان پوءِ ڪجهہ سکر شهر بابت چيل آهي. معصوم شاهہ جي مناري، ساڌ ٻيلي، ستين، خواجہ خضر ۽ چئن

يارن ڏانهن اشارو ڏنل آهي.

پوئين باب ۾ سيوهڻ جو ذڪر ڪيل آهي. ڪافر قلع، سوا لک پير، شاهه قلندر لعل شهباز، پڳو نوڙهو، سهٽيءَ سنڌوءَ، ريل جي آتشي گجندڙ لوهه جي گهوڙي ۽ ڪرستانن جي قبرستان، انهن سڀني جو سهڻو بيان ڪيل آهي. مطلب تہ واهه جو سيلاني ۽ موجي ديوان ڏيارام جي دل ۽ دماغ هئا.

سندس پيو ليک آهي ڪاليجي تعليم بابت Collegiate Education هن ۾ ديوان اوچ سکيا جي ضرورت ڏيکاري آهي ۽ سنڌ آرٽس ڪاليج لاءِ اپيل ڪئي اٿس. اهو ٢٧ جون ١٨٨٥ ۾ لکيل آهي ۽ سنڌ جي ڪمشنر هارٽ ڊيوس صاحب کي ارپڻ ٿيل آهي. انهيءَ ۾ پهريان ڏيارام ڇاٽايو آهي تہ ڪيترن عملدارن ۾ اهو وهم ويٺل آهي تہ اوچي وديا آٽڻ سان ماڻهو ڌرم سان ۽ سرڪار سان بي وفا ٿي پوندا. انهن وهمن ڪري نوان ڪاليج کولڻ جي رٿ جي برخلاف ڳجهي مخالفت ڪندا آهن. انهيءَ ڪري پنهنجي ڳڻتي جي ٽن حصن مان ٻہ حصا هن وڏن تعليم يافتن ۽ ججن جي شاهديءَ سان پري ڇڏيا آهن ۽ آخر انهيءَ نتيجي تي پهتو آهي تہ اوچي سکيا نہ ڏيڻ معني ترقيءَ کي بنجو ڏيڻ. ٿوريءَ سکيا ۾ آهي خوف، جيئن چيو اٿن تہ ”نيم طبيب، خطره جان“ تنهنڪري سلامتي آهي گهڻيءَ وديا ڏيڻ ۾. ڏيکاريو اٿس تہ اوچ تعليم جي ڪري ئي سرڪار کي ايماندار ۽ هوشيار ماڻهو سڀني ڪمن هلائڻ لاءِ ملي سگهيا آهن ۽ ڪاليجن جي سکيا ڪري مادري زبانن جي ساهتيہ ۾ بہ سڌارو ۽ واڌارو آيو آهي، جو اوچ سکيا پرائيندڙن ئي پنهنجي پنهنجي ٻوليءَ ۾ نوان پستڪ لکيا آهن. تيون اثر اوچ وديا جو اهو ٿيو آهي جو وديا ۽ پنگتي سڌاري لاءِ ڪيتريون سڀائون ۽ منڊليون برپا ٿيون آهن. ڪاليج مان پڙهيلن جو چريتر بہ ڪيترين ڳالهين ۾ سڌرجي ويو آهي. هندستانين کي اوچ تعليم ڏيندو تہ باقاعدي ۽ قانوني طرح حقن گهرڻ جي هلچل ڪندا، نہ تہ هو ڪنهن

ڏينهن انهيءَ جي بدلي ١٨٥٧ع جهڙو بلوو ڪندا.

چوٿون اوچ تعليم پهريائين البت ڪجهه خرچ ڪرائي ٿي پر پوءِ انهيءَ ڪري ڏوهه گهٽ ٿا ٿين، پوليس ۽ فوج گهٽ ٿي رکڻي پوي، تنهن ڪري ڏيارام سرڪار کي اپيل ڪئي آهي تہ سنڌ ۾ ڪاليج کوليو. سنڌونديءَ تي پل ناهڻ مان جيترو فائدو ٿيندو انهيءَ کان بہ وڌيڪ فائدو اهو ڪاليج آخر ۾ ڏيندو. انهيءَ ڪري هاءِ اسڪول کلي سگهندو ۽ انگريزي سپيتا کي وڌيڪ سولائيءَ سان ماڻهو سمجهندا ۽ اوهان جون نيون نڪتل شيون ماڻهو وٺندا، هندستان جي دولت بہ وڌندي ۽ پنگتي سڌاري کي بہ مدد ملندي.

انهيءَ زبردست ليک سان گڏ شخصي ڪوشش ۽ قربانيءَ جي وسيلي چندو ڪنو ڪرڻ جي ڪري ڏيارام جيٺمل ڪاليج برپا ٿيو. انهن ئي سالن ۾ ڏيارام هڪڙو ٻيو وڏو ڪتاب لکيو جنهن ۾ پنهنجي ڪوشش، اورچائي ۽ علميت خوب ڏيکاريائين. انهيءَ ڪتاب جو نالو History of Alienations in the Province of Sind هو يعني سنڌ ۾ جاگير ڏنلن زمينن جي تواريخ. ناهيل ڪمشنر جي آفيس ۾ جاگيرن وغيره جي رکيلن دفترن مان. سرڪار جي ٺهراءُ نمبر- ١٢، ٢ جنوري ١٨٧٨ع موجب چيپل ڪمشنر جي پريس ۾ سنہ ١٨٨٦ع ۾. انهيءَ ڪتاب جا بہ ٽلها جلد آهن. جلد پهرئين ۾٣٤٧ صفحا آهن جنهن ۾ تواريخ ڏنل آهي، پشت بہ پشت جاگيردارن جي، خيراتدارن جي، پٽيدارن جي ۽ حصيدارن جي، جنهن ۾ سوڙهن پهرئين درجي جي جاگيردارن جا موروثي شجره پڻ آهن. پهرئين جلد جي مهاڳ ۾ مسٽر پولن اسسٽنٽ ڪمشنر لکيو آهي تہ اهو ڪم اصل مسٽر ارسڪن صاحب ڪمشنر، اسسٽنٽ ڪمشنر کي سپرد ڪيو، پر روزمرهہ جو ڪم ايترو گهڻو هو، جو هن ڪم ۾ ڪوبہ قدم ڪونہ کنيو هو، جيستائين جو مسٽر ڏيارام گدومل سي.ايس.ايل.ايل.بي کي هن ڪم سان شامل نہ ڪيو ويو. مسٽر ڏيارام هن ڪم ۾ نہ رڳو تحسين

جوڳي قابليت ڏيکاري، پر اڻ ٿڪندڙ محنت ۽ اورچائيءَ جو بہ ثبوت ڏنو ۽ گھڻو ڪري سندس ئي ڪوشش جو نتيجو آهي جو هيءُ ڪتاب پورو ٿي چڪو آهي.

ديوان ڏيارام نہ فقط سنڌ جي جاگيرن جي منجهنس سربستي تواريخ ڏني آهي پر هرهڪ مکيہ جاگيردار جي شخصي تواريخ ۽ ان جي زميندارِيءَ جو سربستو احوال پڻ ڏنو آهي. ٻيو جلد جنهن ۾ هرهڪ جاگيردار جي زمين جو سربستو احوال ڏنو ويندو سو اُميد آهي تہ تمام ڪمائتو ثابت ٿيندو. اهو ٻيو جلد سنہ ١٨٨٨ع ۾ تيار ٿيو. انهيءَ جي مهاڳ ۾ هي لفظ لکيل آهن تہ انهيءَ جلد کي لکڻ جي آفرين سموري ديوان ڏيارام گدو مل سي.ايس، ايل ايل بي لهڻي، جو هن انهيءَ تواريخ کي هر طرح مکمل ڪرڻ لاءِ ڪنهن بہ قسم جي تڪليف وٺڻ کان ڪنڌ نہ ڪڍايو ۽ خوشيءَ سان محنت ۽ اورچائي ڪري تمام پوري پوري تواريخ جوڙي تيار ڪئي آهي.

اهو مٿيون ڪتاب اڃا پورو ئي مس ٿيو تہ ديوان ڏيارام ٻيو هڪڙو تمام سٺو ڪتاب مسٽر بهرامجي ملباريءَ جي حياتيءَ ۽ ڪم بابت تيار ڪري ڇپايو. انهيءَ ۾ نہ رڳو سندس توڙ تائين وفادار دوست ملباريءَ جو جيون چرتر آهي، پر سندس زبردست ليک، جي پنگتي ظلمن، گھٽتاين ۽ سڌاري لاءِ لکيل آهن، سي بہ ڏنل آهن. مسٽر ملباريءَ جو هردو اسان جي پنگتي ظلمن لاءِ ڏاڍو ڪرڪندو هو ۽ خاص طرح جيڪي ظلم هندو پنهنجي نياڻين، استرين ۽ وڌوائن سان ۽ اڇوت ذات جي ماڻهن سان ڪري رهيا آهن، تن ظالمن جي برخلاف مسٽر بهرامجي پنهنجو زبردست آواز جو اٿاريو هو سو هن چرتر جي رستي هنڌ هنڌ پهچايو ويو.

انهيءَ ڪتاب جي مهاڳ ۾ لکيل آهي تہ هن ڪتابي وڪري مان جيڪا بہ پيدائش ٿيندي سا ڪنهن بہ پنگتي سڌار سڀا کي ڏني ويندي جا تعليم يافتہ هندو برپا ڪندا. اهو افسوس ظاهر ڪيو ويو آهي تہ

پنگتي سڌاري لاءِ پوين ٽن سالن ۾ ايترين ڳالهين ڪندي بہ ڪا اهڙي منڊلي برپا نہ ٿي آهي جا سچ پچ سڌارا ڪري. اهڙيءَ منڊليءَ قائم ڪرڻ لاءِ گهرجي قرباني، سچي سڪيا جي سچي نشاني بہ آهي قرباني. ديوان ڏيارام اتي اميد ڏيکاري آهي تہ تعليم يافتہ جوان ضرور ڪا اهڙي سڀا ساري هندستان لاءِ قائم ڪندا، جنهن ۾ ليڊي ڊفرن سڀا ڪان بہ وڌيڪ چندو ڪٺو ڪندا، جا سچي هندستان ۾ پنگتي سڌاري جو ڪم شروع ڪندي، پر ائين ٿيو ڪين، ساري هندستان لاءِ ڪابہ يڪي سڀا ڪانہ ٿي. هنڌ سنڌ ۾ بيشڪ ڪي سڌار سڀائون ٿيون، جن جو مکيہ ڪم آخر ۾ وڃي زناني تعليم لاءِ اسڪول کڏڻ رهيو آهي.

## جپ صاحب 1891ع

٢٦- جولاءِ ١٩٨٩ع کان وٺي ٣٢ نومبر ١٩٩١ع تائين ديوان ڏيارام شڪارپور جو سيشن جج ٿي رهيو. انهن ڏينهن ۾ سندس خيال سنڌيءَ ۾ ڌارمڪ گرنٿن جي سمجهاڻي ڏيڻ ڏانهن خاص طرح ويو. مٿي ڏيکاري چڪا آهيون تہ شڪارپور ۾ گيتا ڪاس هلندو هو، جتي وڪيل، تعليم يافتہ ۽ ٻيا سمجهو ماڻهو ايندا هئا ۽ انهن ڏينهن ۾ ديوان ڏيارام پهريون ڌارمڪ گرٿ سري جپ صاحب سنڌيءَ ۾ تيار ڪري ڇپايو.

پهرئين ڇاپي جي منڍ مان معلوم ٿو ٿئي تہ ساڌو هيرانند جي چوڻ تي اڪيڊميءَ جي ڇوڪرن لاءِ ديوان ڏيارام، اڳيان ويدانتي ارٿ گدومل سنتداس، ڀائي مولچند گياني، منشي آوتراءِ صاحب ۽ ٽرمپ صاحب جا پڙهي پنهنجي آنيؤ موجب ارٿ سمجهائيندو رهيو ۽ سيني جي لاڀ لاءِ انهيءَ مان آخر هيءُ ڪتاب ٺاهيائين. جپ صاحب جي ٺاهڻ جا سبب ۽ تواريخ ديوان ڏيارام انهيءَ پهرئين ڇاپي جي منڍ ۾ هن طرح لکي آهي. لکيو اٿس تہ "موڪل جي ڏينهن ۾ مون جپ صاحب ۽ سري ڀڳوت گيتا جي سنڌيءَ ۾ ٽ:ڪا لکي هئي. انهيءَ مان جپ صاحب

هاٹي ڇيڇي تيار ٿيو آهي ۽ سري ڀڳوت گيتا هن کان پوءِ ڇيڇي تيار ٿيو آهي ۽ سري ڀڳوت گيتا هن کان پوءِ ڇيڇي." "جپ صاحب مونکي ورهيہ کان برزبان هو ۽ جپيندي جپيندي تمام گهڻو فائدو پهتو آهي. ننڍڙن ڇوڪرن کي اڄ ڏينهن تائين مائرون چونديون آهن تہ جيڪڏهن رات جو ڪتان هيڪلا اڇو ۽ جن پوت جو ڊپ ٿئيو تہ پهرئين پوڙي ڪري پڙهجو تہ جن پوت اوهان جي اوڏو نہ ايندو. ہر رات جي پوتن کان بہ وڏا ڏينهن جا پوت پيا آهن جي سدائين اسانکي پيا پتڪائين. سوين هزارين بڇڙا خيال ماڻهوءَ جي دل ۾ اچن ٿا ۽ ڏاهن چيو آهي تہ سٺن سوڏن ڪمن ڪرڻ کان بہ پنهنجو اندر اُجارڻ وڏيڪ مشڪل آهي. جپ صاحب ۽ سري ڀڳوت گيتا اندر اُجارڻ لاءِ، وڏي ٻل وارا آهن. بڇرن خيالن کي من مان ڪڍڻ جو سيني کان سولو اپاءُ هيءُ آهي جو يڪدم چڱو خيالن جو لشڪر مٿن ٻڇجي، جپ صاحب ۽ ڀڳوت گيتا ۾ اهڙن چڱن خيالن جا وڏا لشڪر آهن. هيءَ ڳالهہ مان پنهنجي آزمودي مان چوان ٿو ۽ منهنجي ڀين کي بہ وينتي آهي تہ آزمائي ڏسن."

"سنڌ ۾ هزارين ماڻهو آهن جنکي جپ صاحب ياد آهي ۽ اهڙا ماڻهو هنجو پورو مطلب ضرور چاٹڻ گهرندا هوندا. پوري مطلب چاٹڻ لاءِ سولو رستو هيءُ آهي تہ سيني ڏکين لفظن جي معني ڏجي ۽ ست ست جو لفظي ارٿ ويا ڪرڻ جي قانون موجب ڪجي ۽ گروجن جي ٻيءَ ٻاٹيءَ جي مدد وٺجي. وري ڪيترائي ڳوڙها خيال آهن جي سري ڀڳوت گيتا ۽ سري ٻاڳوت جي ١١ سڪند ۽ اُپنشدن ۽ وڏن سنتن ۽ پيغمبرن جي ڪتابن پڙهڻ کانسواءِ سمجهڻ ۾ نٿا اچن، تنهنڪري اُنهنجي بہ سهائتا ڪپي. مون اهو رستو ورتو آهي ۽ ست ست جو گهڻي ويچار پڇاڻا ارٿ ڪيو آهي ۽ سڀ ڪنهن پوڙيءَ جو تات پرج ڏنو آهي جنهن مان پوڙين جي سار ۽ سنبنڌ جي سڌ پئجي سگهندي."

"ننڍي هوندي کان مان پنهنجي ماتا پتا کي هيءَ ٻاٹي جپيندو ڏسندو هئس ۽ اُنهنجي هن ۾ ڏاڍي شرڌا هئي. تيڪا لکڻ وقت مون

پنهنجي دل ۾ نهراءُ ڪيو تہ جپ صاحب جو ترجمو ۽ ارٿ پنهنجي ماتا کي ارپڻ ڪندس ۽ سري ڀڳوت گيتا جو ترجمو ارٿ پنهنجي پتا کي. انهيءَ سنڪلپ موجب مان هيءُ پستڪ پنهنجي ماتا کي ارپڻ ڪريان ٿو. هيءُ بہ هڪڙي قسم جو شراڌ آهي. شال سڦل ٿئي!"

ڇهہ ورهيہ پوءِ هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو درست ڪري سڌاري ڇپايو ويو ۽ اُن ۾ ٻيٽ لاءِ ساميءَ جا سلوڪ بہ ڏنا ويا. وري سوا ڇهن ورهين کانپوءِ ٽيون ڇاپو ١٠ جنوري١٩٠۴ع ۾ ڇپايو ويو. انهيءَ ۾ ٻوڙين جي سنبنڌ پوريءَ طرح ڏيکارڻ لاءِ تات پرج تي وڏيڪ محنت ڪئي اٿس. ٻارهن ورهين کانپوءِ ١٩١٦ع ۾ چوٿون ڇاپو ڇپايو ويو. انهيءَ ۾ ڪبير صاحب جا وچن بہ ٻيٽ لاءِ ڏنا ويا. وري ١٩٢۴ع ۾ مئڪالف صاحب ۽ ٻين ڇاپن جي ارٿن سان ٻيٽ لاءِ ڏنائين ۽ ڪتاب تمام وڏائي سندر ڪيو ويو جو هاڻي۴٠٠ صفحن جو آهي ۽ ڀڳتيءَ ايشور جي پراپتيءَ جي گيان جو هڪ ڀنڊار ٿي پيو آهي.

## سري ڀڳوت گيتا

١ اپريل ١٨٩٣ع ۾ ديوان ڏيارام گدومل پنهنجي پرتگيا موجب سري ڀڳوت گيتا سنڌيءَ ۾ ڇاهي ڇپائي. انهيءَ ۾ ڀهريائين سانکيہ ۽ يوگہ جو مختصر مطلب، سهڻيءَ طرح سمجهايو ويو آهي ۽ تنهن کانپوءِ هڪ هڪ سلوڪ جي ٽيڪا يعني ڀاشانتر ۽ سمجهاڻي ڏنل آهي. منڍ ۾ ڏيارام ظاهر ڪيو آهي تہ "مون پنهنجو ڌيان نہ رڳو مول تي ڌري، پنهنجي وت آهر، انهيءَ جي سمجهاڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ انهيءَ ڪوشش ۾ سانکيہ ڪارڪا ۽ پتنجليءَ جي يوگہ سوترن ۽ سري ڀاڳوت جي ١١ سڪنڌ ۽ اُپنشندن جي سهائتا ورتي اٿم."

"هيءَ ڳالهہ مشهور آهي تہ جيئن انگريزن کي بائيبل آهي، مسلمانن کي قرآن آهي ۽ پارسين کي زند اوستا آهي، تيئن هندن کي گيتا آهي. اهي چارئي پستڪ سپڪنهن ڪورٽ ۾ رکندا آهن. جي انهن

تي قسم ڪٺندا آهن تن تي گهڻو وزن ڏيڻ ۾ ايندو آهي، ڪڏهن ڪڏهن تہ سمورا فيصلا اهڙن قسمن تي ٿيندا آهن. هندن ۾ گهڻيئي پنث آهن. پر اهڙو هندو ڪونهي جو گيتا کي نٿو مڃي ۽ اهڙا ساڌو ڪي ٿورا آهن جن کي اها سڄي ياد نہ آهي يا جي هيڪر ڏهاڙي هنجو پاٺ نٿا ڪن. اصل ۾ هيءُ پستڪ تمام ننڍڙو آهي ۽ اهڙو ڪو ورلي منجهس صفحو آهي جنهن ۾ ويدن جي اُتر ڪانڊ مان ڪا واٽي نٿي اچي، ٻولي بہ بلڪل سولي آهي پر گهڻو ڪري هڪڙو هڪڙو لفظ موتي آهي ۽ هڪڙي هڪڙي تڪ نهايت شيرين آهي. وڏي ڳالهہ هيءَ آهي تہ هندن ۾ جي ياتين ياتين مت آهن تن سڀني جو هن ننڍي پستڪ تي وڏو آڌار آهي ۽ اهوئي آهي جنهن ۾ سڀني جو پرچاءُ ٿئي ٿو."

"سري ڀڳوت گيتا کي پڙهڻ ۾ ياد رکڻ گهرجي تہ اڳيان جون گهڻيون منزلون آهن ۽ ٻڌين ۾ گهڻا تفاوت آهن. جيڪڏهن ڪنهن ننڍي ٻار کي نرگڻ نراڪار جي سمرڻ لاءِ چئبو تہ هنجي سمجهہ ۾ اها ڳالهہ بلڪل نہ وهندي پر جي چئبس تہ ايشور پتا وانگر آهي يا ماتا وانگي، تہ ڪجهہ قدر سمجهي ويندو. ڪيترا ماڻهو عمر ۾ ٻار نہ آهن پر ٻڌ ۾ ٻار آهن، انهن لاءِ گيتا ۾ ٻارن جي ٻولي آهي. ٻيا ٻڌ ۾ ٻار نہ آهن، انهن لاءِ پهتلن جي ٻولي آهي. اهي ٻہ ٻوليون ضرور متاڇري پڙهندڙ کي هڪ ٻئي جي برخلاف ڏسڻ ۾ اينديون پر سچ پچ برخلاف نہ آهن ۽ جيڪو ڪو محنت ڪري رڳي مول جو شرڌا سان ابياس ڪندو تنهن کي اميد آهي تہ آهستي آهستي اها ڳالهہ عيان ٿيندي."

آتمڪ وڪاس لاءِ جيڪو خزانو هندن وٽ موجود آهي. اهو اهڙيءَ طرح درجي بدرجي ديوان ڏيارام ڪوشش ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ تيار ڪندو رهيو. پهريائين جپ صاحب ماتا کي ارپڻ ڪيائين، ٻيو گيتا پتا کي ارپڻ ڪئي اٿس. وري ٻارن کي سمجهائڻ لاءِ ماءُ ۽ ڏيءُ جي عقل جي هار جي ڳالهہ لکي اٿس جنهن ۾ ٻارن ۾ ڌارمڪ سنسڪار ڪيئن جاڳائجن سي ڏنل آهن ۽ ڳوڙهن ويچارن وارن لاءِ وري

يوگ درشن سنڌيءَ ۾ پرڪاشت ڪيو ائس. هاڻي انهن ٻِن پستڪن جو ڪجهه بيان ڏبو.

## يوگ درشن

سري ڀڳوت گيتا کان وري ڏهه سال پوءِ ديوان ڏيارام گدو مل ٢٢ مارچ ١٩٠٣ع ۾ سري يوگ درشن يا راج يوگ جا سوتر پرڪاش ڪيا. ڪتاب جي منڍ واري صفحي تي ظاهر ڪيل آهي ته ”اهي پتنجلي رشيءَ جا پرسڌ ڪيل آهن، جن ۾ سچي سائينءَ ۽ ساڪيءَ ۽ سڪي جي درشن ۽ ميلاپ لاءِ يوگ جو رستو ڏيکاريو ويو آهي ۽ انهيءَ کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو آهي. سڀني اڌڪاري ڀائرن ۽ ڀينرن جي هت لاءِ ارپڻ ڪيل آهي هڪ سچي پرم پياري پرڀوءَ کي.“

پرستاونا ۾ ديوان ڏيارام ڏيکاريو آهي ته ”حقيقي واٽ ۾ ٻه ماٺهن کي درجي بدرجي وک کڻڻ گهرجي. پهريائين ننيڙي ٻالڪ وانگي ريڙهيون پائڻ سکڻ، پوءِ اٿي ٻيهڻ ۽ پوءِ سولو پنڌ ڪرڻ“ جيڪو سڀني کان هيٺئين ڏاڪي تي هڪ پير رکي يڪدم سڀني کان اوچي ڏاڪي تي ٻيو پير رکڻ گهرندو سو ضرور يا ته ٽنگ ٽڪر ڪندو يا ٿاٻو ڪائيندو. پر هن زماني ۾ ڏسجي ٿو ته جن کي پهرين پنجن درشن جي ڪابه خبر نه آهي ۽ جن کي ڪوبه انيڀُو نه آهي سي پاڻ کي ويدانتي سڏائي ويدانت جو نالو بد ڪن ٿا.“

اصل پرمپرا کان اهو رستو هو ته پهريائين ڪرم جو مارگ، جو پورو ميمانسا ۾ ڏيکاريل آهي سو سکجي. انهيءَ جي سُوترن ۾ جئمني رشيءَ ڏيکاريو آهي ته ويدن جي ڪرم ڪانڊ جو ڪهڙو مطلب آهي ۽ ويدن جي ارٿ ڪرڻ لاءِ ڪهڙا قانون آهن. سڀ درشن، ويدن تي آڌار رکن ٿا ۽ انهيءَ ڪري ويدن کي يٿارٿ سمجهڻ لاءِ پورو ميمانسا جو

نهايت ضروري آهي.

ڪرم جي مارگ سکڻ ڪانپوءِ نياءِ ۽ وئشيشڪا ڪمائتا ٿين ٿا. نياءَ دوارن اسين ڏنل وستن بابت پوريءَ طرح دليل دورائڻ سکون ٿا ۽ وئشيشڪا دوارن اهي دليل دورائي سمجهون ٿا تہ هي سڀ اسٿول پدارٿ اٹن منجهان ٺيل آهي. انگريزي ڪاليجن ۾ بہ دليل پوريءَ طرح دورائڻ لاءِ ۽ اٹن، ننڍڙن پتڪڙن، مان ڪيئن اسٿول پدارٿ ٺيا آهن سا ڳالهہ سمجهائڻ لاءِ اپديش ملندا آهن. گوتم ۽ ڪڻاد رشين اڳين زمانن ۾ ساڳيو پراپڪار ڪيو آهي.

سانکيہ جو رچيندڙ ڪپل مني آهي، سانکيہ، نياءِ ۽ وئشيشڪا پڙهيلن کي هڪ پير وڌيڪ پرائي ٿو. چاڪاڻ تہ هو سمجهائي ٿو تہ انيڪ پدارٿ ۾ آخري پدارٿ فقط بہ آهن، پرش ۽ پرڪرتي. جن مان پش اپرنامي آهي ۽ پرڪرتي پرڻامي. ٻئي انادي آهن، پر پرش پرڻامن جو ساکي آهي ۽ چيتن آهي ۽ پرڪرتي درشيہ آهي ۽ جڙ. سانکيہ موجب جي سڀ وستوَ ڪري ڪنهن اڏ پوت ڪڙاهيءَ ۾ وجهجن تہ پرڪرتي ۽ پرش انهن منجهان ضرور نڪرندا. باقي سڀ پرڪرتيءَ جا وڪار آهن. يوگ، سانکيہ تي بنياد ٻڌي، پرڪرتي ۽ پرش جي ڀيد جي ساکيات ڪار لاءِ ساڌن ٻڌائي ٿو. سانکيہ جو ساڌنن سان ڪو واسطو نہ هو، تنهنڪري انهيءَ ۾ وشيش پرش جو يعني ايشور جو ذڪر ڪونهي، پر يوگ موجب ايشور پرنيڌان، ايشور جو سُمرڻ ۽ آسرو هڪ تمام وڏو اپاءُ آهي. اهو اُتم اڌڪارين لاءِ بہ آهي، مڌيم اڌڪارين ۽ اَڌم اڌڪارين لاءِ بہ. يعني من جنجي وس گهٽو آهي ۽ جنجي وس پورو پنو آهي ۽ جنجي وس ٿورو آهي انهن سڀني لاءِ پڪتي ڪمائتي آهي.

يوگ سوترن ۾ انهيءَ ساڌن تي تمام گهٽو زور رکيو ويو آهي ۽ انهيءَ جي سمجهائڻ لاءِ ايشور، وشيش پرش جو ورنن ڪرڻ ضرور ٿيو. تنهنڪري واستو ۾ سانکيہ ۽ يوگ مختلف نہ آهن ۽ اٹين سري ڀڳوت گيتا ۾ چيل آهن. اتر ميمانسا يا سانکيہ ۽ يوگ جون ساڌارڻ

ڳالهيون وهنوارڪ ستيہ چيون ويئون آهن، پر جو يوگہ جو پارڻ اڀياس ڪري ٿو تنهنڪري مهاانيؤ ٿئي ٿو تہ پرڪرتي ۽ پرش ہہ روپ هڪ ئي برهم جا آهن. اهوئي متو ويدانت جو آهي. "ايڪم ايو ادوتيئم" يعني سڀ جيڪي آهي سو پرمارٿڪ ستيہ موجب هڪ ئي هڪ آهي. جيتوٽيڪ وهنوارڪ ستيہ ريت پرتڪ پرتڪ يا جدا جدا ڏسڻ ۾ اچي ٿو. انهيءَ طرح جيئن ڀڳوت گيتا جي سمجهائڻ لاءِ ڀهريائين سانکيہ ۽ يوگ جو سنڪشپت سار يا مختصر مطلب ڏيارام سمجهايو آهي، تيئن هتي يومڪا ۾ سڀني درشنن جو هڪ ٻئي سان سنبنڌ ۽ سلسلو ڏيکاريل آهي. مهارشي هميشہ اها ڪوشش ڪندا آهن تہ سرؤ ساڌارڻ ماڻهن کي ڌارمڪ خزانو سندن چالو ڀاشا ۾ ٻڌائجي. ديوان ڏيارام بہ ايئن ڌارمڪ خزانو درجي وار ڀهريائين ڀڳتي يوگہ جپ صاحب جي دواران ۽ پوءِ ڪرم يوگہ يا ڪرم سنياس گيتا جي دواران ۽ گيتا يوگ، راڄ يوگ جي دواران سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انهيءَ ڪانپوءِ "Diary of Hindu Devotee" ۾ پنهنجي دينڪ وهيءَ جي ليکن دواران ويدانت تي چرچا هلائي اٿس. مطلب تہ جيئن سندس سکيا جو زور سيکجهہ درجي وار سکڻ تي آهي تيئن ڌرمي پستڪ بہ بيشڪ درجي وار لکيا اٿس.

سيکارڻ جو سنو رستو آهي تہ ڀهريائين سکندڙ جي من ۾ سوال پيدا ڪجي. تنهنڪري ديوان ڏيارام جو بہ عمر ڀر اهو رستو رهيو تہ جيڪي پڙهندو هو تنهن کي سوال جواب جي صورت ۾ ناهي رکڻ جي ڪوشش ڪندو هو. انهيءَ طرح جپ صاحب ۽ يوگہ درشن جي فهرست ۾ ئي هڪ هڪ پؤڙي ۽ هڪ هڪ سلوڪ ۾ ڪهڙي سوال جو جواب ڏنل آهي سو چٽيءَ طرح پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس. راڄ يوگہ جي فهرست لکيل آهي سوتر نمبر- پرشن جنهنجو اتر سوتر ۾ آهي. هيءُ طريقو تمام سندر آهي. پرستاونا جي پڇاڙيءَ ۾ ديوان ڏيارام لکيو آهي تہ سوترن کي سمجهڻ لاءِ ڀهريائين پرشن پڙهي چڙڻ

گهرجن ۽ ساڌارن ماڻهن کي تہ يم ۽ نيم پهريائين سمجهڻ گهرجن ۽ ڪرم سڌارڻ گهرجن. تنهنڪانسواءِ هرهڪ سوتر جو ترجمو، سار ۽ سمجهاڻي بہ ڏنل آهي. مطلب تہ سنڌي ڪان سنو ڌارمڪ خزانو سنسن، پرمن ۽ ڏند ڪتائن ڪان آجو ڪري، سهڻيءَ طرح سنڌيءَ ۾ سمجهايو ويو آهي.

## ساڌو هيرانند جو جيون چرتر

من جي اسٿتيءَ لاءِ يوگہ شاستر جي سماڌي پاد يعني پهرئين حصي ۾ جيڪي ست اُپاءُ ڏنل آهن تن مان پنجون اپاءُ آهي ڪليش رهت مهاتمائن جي جيوت تي وري وري ويچار ڪرڻ. تنهن ڪري سنت آتم شڌيءَ لاءِ چوندا آهن تہ سنتن جون جنم ساکيون پڙهڻ گهرجن. انهيءَ پٽاندر ديوان ڏيارام بہ ٻن مهاپرشن جو جنم ساکيون ناهيون ۽ لکيون:

هڪڙي مسٽر ملباريءَ جي ۽ ٻي ساڌو هيرانند جي. ساڌو هيرانند جي ڪتاب جي مهاڳ ۾ لکيل تاريخ، ١٩ آڪٽوبر ١٩٠٣ع آهي ۽ جاءِ ڪلفٽن ڪراچي.

ڪتاب ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. پهرئين ڀاڱي ۾ ساڌو هيرانند جي اسڪول ۽ ڪاليج جي ڏينهن جو ذڪر آهي، ١٨٦٣ع ڪان ١٨٧٩ع تائين حيدرآباد ۾ ٻالپڻُ، اسڪول، پوءِ پنج ورهيہ ڪلڪتي ۾ ١٨٧٩ع ڪان ١٨٨۴ع تائين ۽ ڪيئن هن جي مٿان ڪيشب چندرسين ۽ برهمو سماج جو اثر ٿيو. ٻئي ڀاڱي ۾ سندس جيوت ڪراچيءَ ۾ فيبروري ١٨٨۴ع ڪان نومبر ١٨٨٧ع تائين اخبار نويسيءَ جي ڪم واري ۽ پوءِ نومبر ١٨٨٧ع ڪان مرڻ تائين جنهن ۾ استري وديا، لوڪ شيوا ۽ وبا ۾ شيوا، پنگتي سڌار ۽ ڇوڪرن لاءِ اسڪول اهي سڀ ڳالهيون اچي ٿيون وڃن.

ڀومڪا ۾ لکيل آهي تہ هيرانند خود نٿرت، نهنائي ۽ نماڻائيءَ جي

مورتي هو. هو هڪڙو ستي تي رهيل شرميلو گل هو، جنهن پنهنجي خوشبوءِ، ڪيترن ورهين دائين سنڌ جي بيابان ۾ وئرث وڃائي. هو مشهوريءَ کان ونءُ ويندو هو. ورهين کان وٺي منهنجي دل ۾ اهو انديشو هو تہ اهڙي جي جيوت، جا افسوس وري تمام ٿورا ورهيہ هلي، سا ظاهر ڪرڻ واجب آهي يا نہ؟ آخر انهن سنسن ڪي شانت ڪري مون سنڌس تمام مختصر جيوت جي آڪاٽي لکي آهي انهيءَ اميد تي تہ من ٻين مسڪين طبع ۽ نماڻن ماڻهن کي ڪجهہ انهيءَ مان آٿت اچي ۽ اتساهہ وڌي.

هيرانند جو پورن وشواس هو تہ يگيہ ۽ قربانيءَ ڪانسواءِ سائين سهائنا ڪين ڪندو آهي. هو نہ رڳو خود قرباني پنهنجو فرض ڪري سمجهندو هو پر نور نورانيءَ جي حق جي شاهدي ڏيندو هو ۽ سنڌس سچيءَ سونهن موجب پنهنجي حياتيءَ کي هلائڻ مان جو سچو آنند اچي ٿو، تنهن جي بہ ڏيکاري ڏيندو هو. هن جي جيوت هئي ٻين جي ڀلي لاءِ، هن جي سموري حياتي ويئي حق تعاليٰ جي تلاش ۾، پريتم جي چاهڻ ۽ ڳولڻ ۾. گهٽ ۾ گهٽ انهن سببن ڪري سنڌس حياتيءَ جي خبر وڌيڪ گهڻن ماڻهن کي پوي تہ چڱو. ننڍي کان ننڍي ميڻ بتي بہ ميل تائين پنهنجا ڪرڻا پهچائيندي آهي ۽ اسان جي اکين جا ڪرڻا هرهڪ ستاري تائين ٿا پهچن، تنهنڪري شايد جيون ڪٿائن جي ساهتيہ لاءِ هيءَ ڪوشش بہ بي سود نہ ٿيندي. پڙهندڙ پاڻ معلوم ڪري سگهندا تہ ساتوڪ، سادي ۽ سندر جيون جو ڪهڙو نہ اعليٰ مثال هن ڪتاب ۾ پيش ڪيل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو ختم ٿي وڃڻ ڪري ٻيو ڇاپو سنہ ١٩٣٢ع ۾ ڇپايو ويو آهي. اهو جيمني ڪمار ڪوئر لکيو آهي ۽ منجهس ٿي نوان باب، هڪڙو پهريون جهوني ۽ نئين سنڌ بابت، ٻيو باب انون ڪراچيءَ جي ڪارنامن بابت، باب

ڏهون اختصار ۾ آخرين سُکيا بابت پڻ درج ڪيل آهن. هيءَ ڪتاب پنگتي شيوڪن لاءِ شبيوا پاءُ وڏائڻ لاءِ پڻ پاڻ سڌارڻ لاءِ تمام ڪمائتو آهي.

## هندو ڀڳت جي ڏينڪ وهيءَ مان ورق

هن ڪانپوءِ ديوان ڏيارام ڀڪن ۽ وڏن ڪتابن جي روپ ۾ ڪي ايترا ليک ڪين لکيا آهن پر هر روز پنهنجي آتمڪ وهي لکندو رهندو هو ۽ انهيءَ مان سؤ چونڊ ڪري ڪتاب ڇاپيا اٿس. انهن مان ايشور جا اتي تڇ يا قادر جي ڪمترين "The Leasts Of God" ۽ ايشور جي تخت اڳيان "Before His Throne" ٻہ تمام سندر ڪتاب لکيا اٿس. ڪجھہ ڳنڪا ۽ هڪ ڪتاب هوميوپٿي هلائڻ تي لکيو اٿس. ١٢ آڪتوبر١٩٠٣ع کان وٺي ڏينڪ وهيون انگريزيءَ ۾ شروع ٿيون ٿين ۽ هرروز ديوان ڏيارام اهي ڏينڪ آتمڪ انبو، امنگ ۽ اپياس پنهنجي پڇاڙيءَ جي ڏينهن تائين لکندو رهيو. اهي انگريزي ڏينڪ وهيون ٽن سلسلن ۾ ڇڏي ويو آهي. پهريون سلسلو ١٩١٢ع تائين، ٻيو سلسلو ١٩٢٠ع تائين ۽ ٽيون سلسلو١٩٢٧ع تائين، جنهن ۾ مرڻ کان هڪ ڏينهن اڳي ٻہ سندس داخلا آهي، جنهن ۾ لکيو اٿس ”آد، مذيہ ۽ انت تون آهين، پوءِ مان وري ڇا ٿيس؟ “ انهن انگريزي ۾ ڏينڪ داخلائن ڪانسواءِ جولاءِ ١٩٢٣ع کان وٺي ڏيارام سنڌيءَ ۾ ٻہ ڏينڪ وهي لکڻ لڳو. انهن ڏينڪ داخلائن لاءِ پنهنجي پٽ کي هڪ خط لکيو اٿس تہ جولاءِ ١٩٢٣ کان وٺي منهنجو جيئندو جاڳندو ستگورو، گرو نانڪ جيڪو اوهان جي جاڻ ڪانسواءِ تنهنجي ۽ منهنجي، ساري پروار جي خبرداري ڪندو رهيو آهي تنهن مون کي ڌارمڪ ۽ روحاني ڪوتا، ٻيٽن لکڻ جي ڏات بخشي آهي.

انهن آتمڪ انڀؤ جي سنڌي ڪوتائن جي جلدن جو نالو ديوان رکيو ”چابڪ (من لاءِ) ۽ رهاڻ“. ٽي جلد ڇپجي چڪا آهن. انهن

دينڪ آتمڪ وهين مان جيڪي پهريائين انگريزيءَ ۾ ديوان لکڻ شروع ڪيون، ڪي ورق پنهنجي دوست مسٽر ملباريءَ جي ايسٽ ۽ ويسٽ اخبار ۾ ڇپائيندو رهيو. اهي پوءِ وري گڏ ڪري هڪڙي ڳٽڪي جي نموني ۾ هڪڙي هندو ڀڳت جي دينڪ وهيءَ مان ورق، انهيءَ نالي سان ١٩١٧ع ۾ پانني آفيس ڇپايا. انهيءَ ڪتاب جي مهاڳ ۾ ديوان ڏيارام لکيو آهي تہ ويدانت ڪا دليلن سان سِڌ ڪرڻ جي شيءِ نہ آهي پر هڪڙو انڀؤ آهي، هڪڙو دل جو درشن آهي. ويدانت پرماتما کي هرهڪ شيءِ ۾ ۽ هرهڪ جيؤ آتما ۾ پسي ٿو، انهيءَ ڪُل کي هرهڪ ذري ۾ ڏسي ٿو، سيني پردن جي پنيان هيءُ هڪ پريتم پسي ٿو، مطلب تہ ويدانت، ڪثرت کي وحدت ۾ ۽ وحدت کي ڪثرت ۾ ڏسي ٿو. پر اهو ويدانت، اهو آتمڪ انڀؤ ۽ آتمڪ درشن تہ هميشہ سوني سانت جي نعمت ماٺي ٿو. اهو بي زبان آهي، ڄاڪاڻ تہ جيڪي بہ وچن ۾ وجهجي ٿو سو ٻيائيءَ جي ٻنڌنن ۾ اچي ٿو وڃي. آتمڪ انڀؤ وارو ويدانت انروچنيہ آهي، جنهن کي اسان جي شاريرڪ نيترن ڪڏهن ڪونہ ڏٺو آهي ۽ نڪي ڪن بہ جسماني ڪنن ٻڌو آهي، نہ جسماني دماغ خيال ۾ آندو آهي. پر هڪڙو ٻيو ويدانت آهي ٻاهريون، زباني، بياني، ويدانت، جو اندرئين بي زبان ويدانت جو اڳواڻ، پروهت ۽ پرچار ڪندڙ آهي. ڪوبہ انسان سانت جي ويدانت تائين پهچي نٿو سگهي جيستائين گهري سانتيڪي اورچائيءَ سان ابياس نہ ڪري، ديرگهہ ڪال نرانتر ڌيان نہ ڏري ۽ اوچي قسم جو آتمڪ انتظام نہ پاڻ تي رکي. انهيءَ حاصل ڪرڻ لاءِ جيڪو بہ سچيءَ دل سان ڪائي ڪوشش ٿو ڪري سا اجائي نٿي وڃي. زباني ويدانت جو هڪڙو ڪم آهي تہ ماڻهن کي دليلن سان سمجهائي تہ آتمڪ انتيءَ لاءِ ابياس، ڌيان ۽ نيم موجب پاڻ پلڻ جي ڪوشش ڪندا رهن. زباني ويدانت جو ٻيو ڪم آهي سانتيڪي بي زبان ويدانت جي حقيقت کي سڌ ڪري ڏيکارڻ.

ڪل چار اُڊيش سامهون رکي ديوان ڏيارام هي دينڪ وهيءَ مان

ورق ڇپايا. انهن مان ٻه اديش تہ مثيان هئا. تيون هو ويدانت جي وڏي يا ساڌن سمجهائڻ. اهي ساڌن ويدانت جي آخرين مقصد سان منجهائڻ نہ گهرجن، ڇاڪاڻ تہ اهي آهن فقط اتي پهچڻ لاءِ رستا. رستا تہ گهڻا آهن، پر مکيہ رستو آهي اهمتا ۽ ممتا مارڻ. پوءِ ڪٿي اهي چڱن ڪرمن، ڀڳتيءَ ، يوگ يا گيان سان مارجن. هن مارگہ تي هلندڙ کي داسن جو داس ۽ سچن ۾ سچو ٿيڻ ضروري آهي ۽ سنسار ۾ رهي وهنوارڪ جيون ۾ پنهنجو ڪرتويہ پالڻ، پوترتا ۽ آزادي ۽ مڪتيءَ لاءِ هرهر هردي ۾ سيني سجن جي سج ۽ گرن جي گروءَ جي درشن پائڻ جي ڪوشش ڪرڻ ۽ ان جي شبد ٻڌڻ ۽ جوت ماڻڻ لاءِ جتن ڪرڻ. ويدانت جي واٽ تي هلندڙ اڳيان ڪيتريون ئي اٽڪون ايندي يون، انهيءَ لاءِ هن کي ويراڳ سکڻ گهرجي. ڪڏهن بہ اوچ وشواس، آس يا پريم کي ڇڏي نہ ڏيڻ کپيس ۽ نڪي دل لاهڻ يا دماغ وڃائي وهڻ گهرجيس. ياد رکڻ گهرجيس تہ ايشور پنهنجي ڪرپا سان هرهڪ وہ ۾ بہ امرت رکيو آهي ۽ هرهڪ خرابيءَ ۾ چڱائيءَ جو سبق موجود آهي.

هن وهيءَ جي ورقن کي ڇپائي پڌرو ڪرڻ جو چوٿون اُديش آهي ڏيکارڻ تہ پرٿويءَ ۽ آڪاس ۾ هزارين شيون اهڙيون پيئون آهن جن جو ٻاهرينءَ وديا ۽ وگيان کي ڪوبہ پتو ڪونهي تنهن ڪري اهڙي اڌوري ٻاهرئين وگيان کي اندرئين سائنٽيڪي ويدانت مٿان ڪو تڪڙو فيصلو نہ ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجي فيصلن جي سچائيءَ تي اينٽري پڪ بہ نہ ڪرڻ کپيس. هزارين عجيب پروليون پريون پيون آهن، اسان جي سپنن ۾، آبي، هوائي ۽ خاڪي بد بدن ۾، هرهڪ ماتا جي پريم ۾، جن جي ٻاهرئين وگيان کي ڪابہ خبر ڪانهي. تنهنڪري ٻاهرئين وگيان کي ڪين جڳائي تہ اندرئين ويدانتڪ انڀؤ تي ڪو اوندهہ ۾ قطعي يا ڪچو فيصلو ڏئي پر جاچي ۽ آزمائي ڏسي.

هن وهيءَ جي ورقن جا ڏهہ حصا ڪيل آهن ائين تہ خيال اوچتا ۽

هرروز نوان لکيل آهن پر گهڻو ڪري ڪيترن ورقن ۾ سانده هڪ قسم جي خيالن جي لڙهه لڳل آهي، تنهنڪري آهن حصا. پهرئين حصي ۾ . ڏيارام، ڏرو ۽ پهلاد جهڙي جيون ناهڻ تي ڏيان ڏو پڇائي ۽ لکي ٿو ته جڏهن ٻاهريون وگيان به اجا ڪيترين ڳالهين بابت پڪ تي ڪونه پهتو آهي ته، اندريون وگيان، ڪرم جو وگيان، ڳولڻ ڪيترو نه مشڪل آهي؟ دل ۾ ديا ڌارڻ، ڌيرج ڪرڻ، ڪميا ڪرڻ ۽ سڀ ۾ هڪ پسڻ تي زور ڏنو اٿس. ٻئي ڀاڱي ۾ ماڻهو ۽ وڻ جي ڀيٽ ڪئي اٿس ۽ لکيو اٿس ته وڻ جو اندر سخت ۽ ٻاهريون سوکيم ۽ اسانجو اندر سوکيم ۽ ٻاهر سٿول آهي. وڻن ۾ به ايشور آهي، پٿرن ۾ به اهو ۽ اسان ۾ به اهو، خراب ڪان خراب ڪوڙي ۽ ڪوڙهي ۾ به شل ايشور جو درشن ڪري سگهون! مطلب هن ڪتاب ۾ ٻاهريان مغربي وگيان جا ڪتاب پڙهي ۽ انهن ۾ ڏيکاريل سچن ۽ قاعدن جي ۽ اندرئين پوربي آتمڪ وگيان جي سچن ۽ قاعدن جي ڀيٽ ڪري هڪ جهڙائي ڏيکاري اٿس ۽ ٽيڪا ڪئي اٿس ته ٻاهرين وگيان جي پرولين ۽ شڪ ڀريل ڳالهين کي به ائين جلد پڪ ڪري ٿا سمجهون پر اندرين گيان جي پڪين ڳالهين ۽ پرولين تي ناحق شڪ ٿا آڻيون. ٽئين ڀاڱي ۾ وري فوٽوگرافيءَ جي وگيان مان ايشور جي درشن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس. هڪ هڪ وگيان مان اندرئين آتمڪ ۽ ايشور جا روحاني چٽر ڀيا هروقت پسجن ۽ ڇيڇن. اهڙيءَ طرح هرهنڌ گيان ۽ ويدانت جي سچن جي مشابهت ڏيکاري اٿس. لکيو اٿس ته جڏهن وگيان جي وچتر ڳالهين تي عجب ۽ شڪ نٿا ڪريون ته ويدانت جي وچتر ڳالهين تي به ڪو عجب يا شڪ نه ڪرڻ کپي. منجهس وري پنهنجي ڀائٽي جي بيماري، ڪرم گتيءَ جي سمجهڻ ۽ هوميوپٿي جي لاڀ جون ڳالهيون به ڳنڍيل آهن.

چوٿين ڀاڱي ۾ ڏيکاريو اٿس ته سڀ ڌرم اندر کي اشاري ڏيڻ جا جدا جدا رستا آهن. هيءَ دنيا بازيگر جي بازي، اسان جي آتمڪ سڌاري لاءِ آهي.

اوم جي مهما ڳاتي اٿس ۽ لکيو اٿس تہ سنتن جو ڌرم آهي ايشور
انيؤ، جو ملي ٿو سگهي آتمڪ اپياس سان، ڌيان سان. پنجين ڀاڱ ۾
مطلق حقيقت بابت ويچار ڏيکاريا اٿس ۽ لکيو اٿس تہ حسابن ۾ اسين
مطلق جو خيال نيڪ سمجهون ٿا تہ چو نہ ڌرم ۾ بہ. اڌم چيت يا
اچيت چت، سچيت چت ۽ پرم چيت چت جون ڳالهيون لکيون اٿس.

ڇهين ڀاڱي ۾ لکيو اٿس تہ سيني ڌرمن موجب انسان ۾ ايشور
جو واسو آهي ۽ اپياس سان انسان ايشوري پد پراپت ڪري ٿو سگهي.

ستين ڀاڱي ۾ لکيو اٿس تہ پوري درشن موجب من بہ سوکشم
پراڪرتڪ آڪار آهي ۽ سيبئي گهٽنائون شاريرڪ ۽ مانسڪ ٽن
پراڪرتڪ گڻن جي گتيءَ جو وستار آهن. ٽن گڻن جا ميلاپ انيڪ
قسمن جا آهن ۽ تنهنڪري انيڪ آهن اوسٿائون.

اپرندي ۽ الهندي سنت پنهنجو ساتوڪ گڻ زورآور ڪندا آهن ۽
انهن جي ساڪي بلڪل هڪجهڙي آهي. ڪيترن الهندي سنتن جا اپياس ۽
انيؤ لکيا اٿس، يوگہ ۽ ويدانت جي متن سان سندن مشابهت ڏيکاري
اٿس. ان ڀاڱي ۾ ايشور جي انيڪ روپن، رنگن ۽ ڀڳتن تي پيڙن ۽
اٽڪن جو ۽ مشڪلاتن جو ورنن ڪيو اٿس. لکيو اٿس تہ پاپ دنيا ۾
آهي ئي انهيءَ لاءِ، تہ اسين سٽنترتا انيؤ ڪري پڇہ چوندبيون ۽ ايشوري
پد پراپت ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون.

نائين ڀاڱ ۾ سرليسلي سٽيفن جي "Agnostic's Apology"
اوشواسيءَ جي عذرن جو کنڊن ڪيو اٿس. ڏهين باب ۾ ڏيکاريو اٿس
تہ اوير ۽ اولهہ ٻئي ايشور جي باغيچي ۾ بہ پينر آهن ۽ ٻئي ساڳئي
ايشور جو ورنن ڪري رهيون آهن. جيمس جي ڪتابن مان لکيو اٿس
تہ جيئن اسين ويچار ڪريون ٿا تہ تيئن ئي ٿي پئون ٿا. تنهنڪري ست،
چت، آنند تي ويچار ڪرڻ سان اسين اهو روپ پختو ۽ ظاهر ڪريون
ٿا.

سدا ست، شوَ، سندر تي ڌيان ڌرڻ سان ۽ اهنڪار ڪدي اونڪار

جيڻ سان ايشور جوت، ايشور درشن ۽ ايشور شڪتي پراپت ڪريون ٿا، پر انهيءَ لاءِ سڀ ڪجهه قربان ڪجي تہ سڀڪجهہ پراپت ٿئي. پاپين ۽ دشمنن ۾ بہ ايشور موجود آهي جيئن ڪڪرن پنيان، ۽ ڪڪر بہ سندس پيدائش آهن. تنهنڪري هرهڪ ۾ ڪل انهيءَ ريت ايشور ٻسون ۽ جاڳرت ڪريون. جوترميءَ ڌاتو "Radium" لهڻ لاءِ ڪيترا نہ ڪشالا وگيان وارن ڪيا؟ جاوداني جوت لهڻ لاءِ تنهن ڪري ڪيترا بہ ڪشالا ڪجن تہ صد بار سجايا آهن. انت ۾ لکيو اٿس تہ هاڻي ايڪانت جو مدو اڃي پورو ٿيو آهي، وري وڃي دنيوي ڪمن ۾ مشغول ٿيڻ وارو آيو آهي. شل اتي بہ ننڊ ۾، سپني ۾، توڻي جاڳندي پنهنجي رهبر جي سنگہ رهان ۽ هنکي ياد ڪندو وتان! اهوئي آهي آد سچ، جڳاد سچ، سچو سنگي. دنيا ۾ ٻيو ڪوبہ پريتم، نہ پتني نہ پريمي، هن جهڙو سچو سنگي ٿي سگهندو. انهيءَ ڏانهن ئي تنهنڪري اسين پنهنجو اندر دورايون. انهيءَ تي سدا ڌيان ڌريون ۽ اُن کي پايون. انهن لفظن سان پوري ٿي ٿئي، هيءَ ڪلفتن ۾ ٺهيل ايڪانت ۽ سانت جي سوڪڙي، هيءَ اندر ۾ اپياس جي شاهدي، هي ڀڳت جي دينڪ وهيءَ جا ورق.

وَهي هتان هن، ائين ٿي ويئي،
سدا ڪتيائين ٿي، پت پر ويهي.

پتت جي دينڪ وهي Diary of a Derelict ڪلفتن ۾ ايڪانت جا ڏينهن ڪاٽڻ بعد ديوان ڏيارام، ڊوليا ۽ سورت بدلي ٿي ويو، اتي جيڪا دينڪ وهي لکي اٿس سا١٩٠٨ع جي ملباريءَ جي اخبار East and West ۾ ڇپجي پڌري ٿي آهي. انهيءَ دينڪ وهيءَ جو نالو رکيل آهي پتت جي دينڪ وهي. انهيءَ وهيءَ ۾ ١ جنوري ١٩٠٥ع کان ١ مارچ ١٩١٦ع تائين جا دينڪ آتم ويچار ڏنل آهن. پهرين داخلا ۾ لکيو اٿس تہ مان يوگہ پرشت آهيان. ٤٧ ورهيہ جيڪي هن جهان ۾ ڪاٽيا اٿم تن جو سَدِ اپيوگ ڪيو اٿم يا نہ؟ جڏهن روحاني

وير اندر ۾ اُتيم ٿي ته ان جو فائدو ورتو اٿم يا نه؟ نه. اجا ته تانگھي ۾ پيو تاڦوڙا هڻان،. جيتوڻيڪ ايشور ڪرپا سان دکن ۾ دبيل نه آهيان. پهريائين ته ڪوئن ۽ مڇرن جي دانهن سان وهي چٽيل آهي. نيٺ ڪئا مار رکايو اٿس ۽ ان تي ويچار پرگهٽ ٿيل آهن. هن وهيءَ ۾ تمام گهٽا درشتانت شراب خانه خراب جي خرابيءَ جا ڏنل آهن ۽ ائين لکيل آهي ته سچ پچ شراب جو شيطان ته انسان پاڻ پيدا ڪيو آهي ۽ ان منجهان ڪيئي خون خرابيون پيون ٿين. خبر پوي ٿي ته هنن ڏينهن ۾ ديوان، رستن، ٽالسٽاءِ ۽ بربئَنڪ جا ڪتاب پڙهندو رهيو ۽ انهن جو مٿس خوب اثر ٿيو. ڏيکاريو اٿس ته ٽالسٽاءِ جا انيڪ اسانجي سنتن ۽ يوگين جي انيڪ جهڙا ئي آهن ۽ ويدانتي مٿي سان ملي ٿا اچن. هر هر سنا سنا ارادا ۽ اشارا ڏنل آهن. جيئن ته لکيل آهي ته مون ڪي نه فقط پاڻ سڌار ۾ لڳڻ گهرجي پر پراُپڪار ۾ به. شل ڪنهن ڪي دک نه پهچايان، سور نه رسايان. شل پنهنجو ستو وڏايان، نفساني حصي ۾ پوترتا رکي، انساني حصي ۾ نئڙت رکي ۽ ايشوري حصي ۾ پريم رکي، شل اهو سچ سمجهان، ته تڪليفون، نرآدار ۽ بين جون دشمنيون انهيءَ آتمڪ انتيءَ لاءِ ضروري آهن ته حياتيءَ جو مقصد نه آهي سک، نه ڏک، پر ٻنهي مان گذارو. اندرئين جي آنند کان من جو آنند وڌيڪ آهي، من جي آنند کان ٻڌيءَ جو، ٻڌيءَ جي آنند کان انترآتما جو آنند اتم آهي. بر بئَنڪ جو ڪتاب پڙهي داخلا ڪئي اٿس: اي منهنجي آتما، روحاني باغبانيءَ جو ڪم سک، پريتم جي پياري ٿيڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪوبه دائمي آنند ڪونهي. مان ايشور جو پيارو تڏهن ٿي سگهندس جڏهن تن، من، ڌن ڪيس ارپڻ ڪريان، يعني سندس تچ پرانين جي به سيوا ڪريان داس ڀاو سان. هن جا تچ ڪان تچ پراني ڪير آهن؟ اهي جن ڪي سنس شيوا لاءِ ڪو وجهه ڪونهي يا دل ڪانهي، وت يا وسيلو ڪونهي. انهن جي نئڙت سان شيوا ڪريان. انهن ڏينهن ۾ ديوان ڏيارام يتيم خانو کڏيو هو ۽ اتي شيوا ۾ مشغول رهندو هو.

راجنيتڪ ويچار بہ اڇن ٽا تہ سرڪار ڪيئن نوڪرشاهي سرشتي تي ٻڌي هلي ۽ ڪيئن شاهوڪار پيسن جا پوڄاري آهن. ڪيئن هزارين. ماڻهو ڪارخانن ۾ ڪلن هيٺان چيٿاڙجو وڃن تہ بہ ڪا پرواه ڪانهي. ڪيئن دنيادارن جو هردو پهڻ ڪان بہ ڀري آهي ۽ ڪيئن ڪين ماڻهن جي حياتيءَ جو قدر ڪونهي، فقط ڪاتن ڪرڙن تي ڏيان اٿن.

گليڊسٽن لکيو آهي تہ آزادي ئي ماڻهن کي آزاديءَ جي لائق بڻائي سگهندي آهي، پر ان جي ابتڙ آهي ڪن راجائن جو متو، تہ ماڻهو لائق ٿين تہ انهن کي آزادگي ڏجي. پر ايشور جي راجنيتي ڀهرئين متي تي بيٺل آهي جو اسان انسانن کي پاڪ پيچ چوندڻ جي آزادي ڏني اٿس تہ نيٺ آزاديءَ سان لائق ئي پنهنجو پاڻ پيچ چوندڻ سکون.

٦ فيبروري١٩٠٦ع ۾ داخلا ڪئي اٿس تہ انسان جو من بہ پيانو باجي وانگر آهي، هڪڙا سر وڄائجن تہ انسان رواجي انسان آهي، پيا وڄائجن تہ ديوتا روپ آهي، وري تار برقي وانگي اسان جي اندر جون تارون جي برن ويچارن، وچنن يا ڪمن ڪري خراب ٿي ٿيون پون تہ ايشور جو آواز انهن جي وسيلي اچي نٿو سگهي. انت ۾ آراڌنا ڪئي اٿس تہ شل مايا جي سهڻن پر سپني ماتر گلن مان ايشور لاءِ ڪو گلدستو ناهيان ۽ پريم جي جوت دل ۾ جڳائي ايشور جي آرتي ڪريان. دل جي ڏيئي ۾ شيوا جو تيل وجهندو رهان ۽ شڌ ويچار پيدا ڪندو رهان ۽ اندر جي شڌ بجليءَ سان پاپ ۽ موه ساڙي خاڪ ڪري ڇڏيان. شل اندر جي مندر ۾ تارا پيا چمڪن ۽ اتي دل بند ڪري منهن جو من موهن سان ميلاپ ۾ رهي، جيستائين ڪرمن جا ڪکر دور ٿي وڃن ۽ پاپن جا پردا سڀ هٽجي وڃن، جيستائين ايڪاگرتا جي وسيلي يادگيري بہ هڪ سجاڳ ننڊ وانگر ٿي پوي ۽ ايشور جي ڌيان ۾ مگهن ٿي ايشور روپ ٿي پوي ۽ يوگ ڀرشٽ بہ آخر يوگي ٿي پوي.

اهڙيون پوتر هيون ڏيارام جون آراڌنائون! اهڙا اوچا سندس امنگ!

## ماءُ ۽ ڏيءَ لوپ جو مهاتم ـ ست سهيليون

يوگ شاستر لکڻ کانپوءِ ديوان ڏيارام جي جيوت جو مقصد يوگ سڌ ڪرڻ جو ٿي چڪو. سندس ڏينڪ وهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي ته ڏيان دواران ايشور سان ايڪو لاڀ ڪرڻ، اهو آدرش هن سامهون رکيو. پر اهڙي ڏيان ۾ سهائتا لاءِ يم ۽ نيم پالڻ، ايشور پرنيڌاڻ ۽ جڳت هت، اهي به مطلب سامهون رکيائين. ٻارن ۾ ننڍي هوندي کان وٺي ڌرم ڀاؤ ڪيئن جاڳائجي تنهن لاءِ ماءُ ۽ ڏيءَ نالي ڳٽڪو لکيو اٿس. انهيءَ ۾ ڏيکاريل آهي ته ڪيئن سيتا پنهنجي ڏيءَ گليءَ ۾ ايشور ڀڳتي جڳت هت جو ٻج پوکيو. ڪيئن هن جي اندر کي سوني، موتين ۽ هيرن جي هار کان وڌيڪ سٺي هار جي پارائڻ جي ڪوشش ڪيائين. مٿي نهارڻ، سڀ جي اُپائيندڙ جي ساراهه ڪرڻ، آڪاس واٽي ٻڌڻ جي سڌ، جوتن جي جوت ڀڳوان جو نالو جپڻ، ڀڳوان کي پيار ڪري هن تي آڌار رکڻ، سچي جو پلؤ ڪڏهن نه ڇڏڻ، سورن، سختين ۾ به ڀڳوان جو پيار پسڻ، پاپ جي اونده سان لڙي پڄ جي جوت وڌائڻ، ڀڳوان جي سونهن ڏسڻ ۽ سنڻ جهڙي اندر جي سونهن وڌائڻ ۽ هريءَ جو نالو جپي جيئري سرڳ پوڳڻ، اهڙيون مٽيون ڪيس ڏنائين ۽ پوءِ چيائين ته وڏي ٿينديڻءَ ته جپ صاحب، سکمني صاحب ۽ ڀڳوت گيتا جا وچن ٻڌائيندو سانءِ.

استرين ۾ سڌارو آڻڻ لاءِ ٻيو ڳٽڪو جو ديوان ڏيارام لکيو تنهن جو نالو لوپ جو مهاتم. هن ۾ ڏيکاريو اٿس ته ڪيئن هرهڪ مهيني ۾ هندن جا پرب ۽ ورت جا ڏينهن جي اڳي رکيل آهن سي هاٽي ڏيتيءَ ليتيءَ جي گهيءَ ۾ زالن وڃائي ناس ڪيا آهن. ڪرٽو ڇا هئن ۽ ڪن ڇا پيون! مائن پينرن کي مت ڏنل آهي ته لوپ ڇڏي، ٻيائيءَ جي ٻنڌن

ڪان پاڻ کي آزاد ڪن.

استرين جي جيوت سڌارڻ لاءِ ٽيون ڳٽڪو جو ڏيارام لکيو آهي تنهن جو نالو آهي ست سهيليون. انهيءَ ۾ هڪڙي پڙهيل سلڇڻي ڪنيا مذوري، پنهنجن پرڻيلن سهيلين کي، جن کي سندس سسن جا سور آهن، سمجهائي ٿي ڏئي، چئين ٿي:

دک سک دارون، پو سب دارون،

پنجن دشتن جي پتين پاڙ.

ڪرم ڦيرن ڪان سيئي ڇڏائين،

وويک ويراڳ تن جي ڪار.

سسون جي هاڻ ڏاڍيون اگريون،

ڪن چيڙين سان مارامار.

پورو جنم تن اسان ستايو،

ڏاڙهن رکي ساڳيو آ ڪار.

اڳي جي هيون دکويل ننهون،

سسون ٿي آيون هن سنسار.

ڪيتو پنهنجو اسين پايون ٿيون،

معاف ڪرڻ وڻ پيو نہ چار.

معافي بيهاري ڪرم چڪر،

نہ تہ وير وروڌ وارون وار.

جيستائين دوا دکن پون جي،

پورو ڪري وير مندُوار.

انت ۾ هڪ تمام سندر اُپديش ڏنل آهي جنهن مان ڪي ٽڪون ڏجن ٿيون:

پياريون ٿيو پراُپڪارٽيون،

نراسي ڪري اوهين آساوان.

سنيال كريو دکين بکين جي،
كريو سچيءَ دنيا جو دان.
پياريون ٿيو پراپڪارٽيون،
بي صبر بي شڪر سڌاريو.
ودوائن، يتيمن، بيمارن جي،
سيوا ڪري هردو هٿ ناريو.
ڪرتا پرک جي گپت شکتي،
ڪري سگهو ٿيون پياريون پرگهٽ.
مات پوميءَ جو سڌار اڌارو،
نول جيوت آٽي اکت.
تن، من، ڌن جنهن کان آيا،
تنهنجي امانت سمجهي خرچيو.
امانت ۾ نه ڪريو خيانت
پراپڪار ڪري ڪيس ارپيو.

## ديوان جا سنڌيءَ ۾ ڌرمي ڳٽڪا

ديوان ڏيارام جا پنج پيا به نندا، پر هردي ۾ پوئي پائڻ جهڙا. ڳٽڪا لکيل آهن جن جو هاڻي بيان ٿو ڪجي.

هڪڙو آهي گرو نانڪ صاحب جي سکيا بابت سري راڳ تان ورتل. انهيءَ ۾ نام چت ۾ رکڻ جي سکيا آهي. لکيل آهي ته موتين جا مندر به ڪم نه ايندءِ، جنهن ساکي نه سنڀاليو تنهن کي نه هيءُ لوڪ، نه هو لوڪ. سيو ته سک پائين. ست ۽ سنتوک جو سينگار ڪري، شبد ويچار تہ پريم لڳيئي. من مار ۽ ست سنگ ڪر. رام جپ گڻ ساري ۽ سچ جي ڪارڪر، هٿ چڙي ٽهل ڪر، مطلب ته منجهس امولڪ اپديش آهي.

اهڙائي امولڪ سندر وچن ۽ اپديش آهن. جنتسري وار جي سار ۽ سکمنيءَ جي سار ۾. انهن ڪانسواءِ نيتي سکيا ۾ يوگ شاستر ۾ جيڪو يمن ۽ نيمن تي سمجهاڻيءَ جو تڪر آهي اهو ڇپائي ڳٽڪو تيار ڪيو اٿس. انهيءَ قسم جو وڏيڪ ڳوڙهو ڳٽڪو آهي. ايشو اپنشد جو ارٿ ڪيل سنڌيءَ ۾ (ڏيارام) هڪ نماڻي جو ۽ ارپڻ ڪيل سدا جيئري، سدا ديال، ستگرو، گرو نانڪ صاحب کي ٢٠ مئي ١٩٢۴ع جي.

## ڏيارام جا انگريزيءَ ۾ لکيل ڳٽڪا

سنہ١٩٠٨ع کان وٺي ڏيارام کي سيوا سدن جو خيال دل ۾ ويٺو جيئن پنهنجي خط ۾ لکيو اٿس. پينشن وٺڻ ڪانپوءِ روز گهٽ ۾ گهٽ ٣ ڪلاڪ اهو ڪم هلائڻ ويندو هو. استرين کي سيوا لاءِ تيار ڪرڻ لاءِ هن انهن ڏينهن ۾ ١٢ ڳٽڪا ڇپايا جن مان ٣ مکيہ آهن:

پريم جي الف بي Alphabet of Love ، نيم جي الف بي Alphabet of law ، انتظام جي الف ب Alphabet of Discipline

اهي اڇي ڪنول مالها White Lotus Series جا پهريان ٽي انڪ ڪري ڇپايا ويا آهن ۽ تمام سندر اتساهہ ڏيندڙ ۽ آتما سڌاريندڙ ڳٽڪا آهن. پريم جي الف ب ۾ اي کان وٺي زيڊ تائين سموري انگريزي الف ب جي هڪ هڪ اکر تي ايشور مهما جي ڪوتا چونڊي رکيل آهي. جيئن ايشور پرارٿنا ۽ ايشور ارپڻ جي عادت هرهڪ ۾ پوي.

هرهڪ اکر ۾ استتي، پرارٿنا ۽ آراڌنا آهي، جيئن تہ اي اکر ۾ لکيل آهي تہ اي پريتم! تون ئي سڀ ۾ سمائجي رهيو آهين، جيڪي آهين سو تون آهين. توتي سمورو وشواس ڪريان ڇاڪاڻ تہ سيڪجهہ تنهنجي پريم جو پرڪاش آهي، تہ بہ ساڳئي وقت تنهن جي نيم جي آڌار آهي. مان اڪيلو تو اڪيلي سان ڳالهائڻ ٿو گهران.

جيئن سورج مکي گل، سورج ڏانهن منهن ڪندو آهي، تيئن اي پريتم! منهن جي آتما تو ڏانهن تي رخ رکي. وري بي ۾ لکيل آهي، پريتم! شل پنهن جي نماڻيءَ دل ۾ تنهن جو درشن پسان. اڄهو هيءَ منهنجي دل پسين ٿو. مان اها سچي تنهن جي هٿن ۾ رکان ٿو. جنهن جو مطلب آهي تہ مان سمورو پاڻ توکي ارپڻ ڪريان. منهنجا مالڪ! ٻڌاءِ تہ مون کان ڇا تو ڪرائڻ چاهين؟ اهڙن سندر ويچارن ۽ وچنن سان هي ڳٽڪو ڳتيل آهي.

انهيءَ اڃي ڪنول مالها جو ٻيو ڳٽڪو آهي Alphabet of Law نيم جي الف بي هن ۾ انگريزي ڪوتائن مان ۽ پنهنجي ڪوتا جهڙيءَ ٻوليءَ ۾ هندو يم نيم تمام سهڻيءَ طرح سمجهايا ويا آهن. هن ۾ ڏيکاريو ويو آهي آهي تہ پاپ ڪيئن هن جهان ۾ ڏک پيدا ڪري ٿو ۽ سرڳ ۾ پهچڻ جي سيڙهي يا ڏاڪڻ ڪهڙي آهي ۽ نرڳ جي ڪهڙي. لکيل آهي تہ اپريگره ۽ اعتدال جي ڪري، برهمچريہ ۽ پوِترتا حاصل ٿي سگهي ٿي ۽ تنهي جي وسيلي سچائي ۽ چٽني جي وسيلي، آدمي اهنسا تي هلي سگهي ٿو. اهي پنج مددگار آهن شوچہ يعني اندرينءَ ۽ ٻاهرينءَ صفائيءَ جي هير وجهڻ لاءِ. جي اها هير پئي تہ ٻئي عادتون ٻيون تہ پاڻ پلي سگهبو ۽ تپسياوان تي تڪليفون سهي سگهبيون، پوءِ سمورو وقت سواڌياءَ ۾ لائي سگهبو ۽ انهن مان ايشور پرنيڌان جي عادت پوندي، جيڪا آهي جيوت جو متڪ ۽ آتمڪ چاڙهيءَ جي چوٽي. سمورو پستڪ ڌرم جي اهڙي تہ پختي پاڙ ٻڌڻ ٿو چاهي ۽ اهڙين تہ سندر ڪوتائن ۾ لکيل آهي جو پڙهي دل نري پوي ۽ انسان جو سچو سڌارو ٿي سگهي ٿو.

اڃي ڪنول مالها جو ٽيون ڳٽڪو آهي Alphabet of Discipline پاڻ پلڻ يا خود انتظام جي الف بي. انهيءَ ۾ صبح سانجهيءَ اندر ڪي ڪهڙا اشارا ڏيڻ گهرجن، من کي ڪهڙي مت ڏيڻ گهرجي ۽

اندر جو کھڙو امتحان ونڻ گھرجي، انهيءَ لاءِ سندر ويچار، وچن ۽ ڪوتائون لکيل آهن. جيئن منڊ ۾ ٺي لکيل آهي تہ اي منهن جي دل! سرت سان سجاڳ ٿيءُ، جيئن سهڻا گل سجاڳ ٿيندا آهن ۽ دلبر شاهہ جي در تي چنڊول وانگر لات سان گن گيت ڳاءِ. ڏينهن جو ايشور کي ڇايا اسٽنپ ڪر ۽ رات جو جوتي اسٽنپ. ايشور سان ڳالهہ ٻولهہ ڪر، ڇاڪاڻ تہ هو ٻڌندو آهي ۽ آتما، آتما سان ميلاپ ڪري سگهندي آهي. ساهہ کان بہ اوڏو آهي اسانجو سپرين ۽ هٿ پيرن کان بہ ويجهو آهي اسانجو ايشور. وري ڏينهن جو چت جي چڪاس ونو. ڇا ڪرڻو آهي؟ اهو ڪيو اٿوَ يا نہ؟ دکين جي دل ورتي اٿوَ يا نہ؟ سانجهيءَ جو اوهان جي دل اوهان جا ڪرتويہ پورا ڪري مشڪي سگهي ٿي يا نہ؟

ائين ٺي خاص رات جي پرارٿنا بہ ڏنل آهي. هميشہ هوت هج مون وٽ، وڃڻ جي ڪانہ ڪر وائي، سچ لهي سانجهي اچي ٿي، وڏي ٿي هاٺي اونداهي.

جڏهن ساٿي ڇڏن سڀ ۽ سڪ پڇن سڀ،
نہ آڌارن جا آڌار، ٿيءُ تون سهائي.
سکي ننڊ مون کي ڏجانءِ اي ڏٺي!
سمهان سانت ۾، جاڳان آنند ڪٺي.
جڏهن هوت آخر مان توڏانهن اچان،
غم سان نہ ڪو موڪلائي مون کان.
لَڏي لهر مون کي دنيا کان پري،
سنمڪہ اها شل توسان ڪري.

ائين ڏيارام سڌيو چاهيندو هو تہ هرهڪ هن وانگيان دنيا ۾ رهي، ڏرم تي هلي، دلبر جو درشن پائيندو رهي.

سيوا سدن واسطي لکيل سندس ٻيا ڳتڪا هٿ ڪونہ چڙهي سگهيا آهن، پر جيڪي هٿ چڙهيا اٿم سي ڏيارام جي استري اڌار جو

اتساهہ چڱي طرح ڏيکاري رهيا آهن. جيئن هڪڙي اشتهار جو سرو آهي اپيل، سوچنا ۽ نويدن، منجهس لکيل آهي ؟ هي وچن:

اسانجي نشاني آهي اڇو ڪنول. اسين پرارٿنا ٿا ڪريون تہ هرهڪ استريءَ جي هردي جو ڪنول سورجن جي سورج ڏانهن ٿڙي بيهي. اسين دعا ٿا گهرون تہ شل انهن مان هرهڪ سچي شيوا ڪري ديوي ٿئي. هندستان ۾ ڪروڙين ودوائون آهن. اسين چاهيون ٿا تہ خاص طرح انهن لاءِ ڪمائتا ڪم ڳولي ڪڍون ۽ هيءُ انساني خزانو جو هاڻي گهٽي قدر اجايو ٿو وڃي سو سجايو ڪريون. جيڪڏهن پنهنجي سٽ مان پنهنجي ديس لاءِ ڪپڙا ناهڻ، ديش ڀڳتيءَ جي نشاني آهي، تہ ڇا اها وڏيڪ سچي ديش ڀڳتي نہ آهي تہ ديس جي استرين مان ايشور جون پتريون ۽ انسانن جون ڀڳتيون ناهڻ جي ڪوشش ڪجي.

ڏارين جون سنستائون هندستان جي سڌاري لاءِ اٽڪل هڪ ڪروڙ رپيا هرسال خرچي رهيون آهن. ڇا اوهين سيوا سدن کي اها مدد نہ ڪندا تہ هندستان لاءِ سوديشي غريبڻ جون ڀينر، سوديشي سيوڪائون تيار ڪري سگهي؟

اسانجو عقيدو آهي تہ حياتي هڪ امانت آهي، پريم ۽ قرباني ڀري سيوا ڪرڻ لاءِ. جيڪڏهن مٿي متانترن ۾ سڀ هڪ نہ بہ هجون. جيڪڏهن اوهان جو بہ اهو وشواس آهي تہ اسان جي سهائتا ڪريو تہ اهي سچ سيني عام ماڻهن جي سيني ۾ داخل ڪريون، استرين ۽ اڇوت جاتين سان جيڪي صدين کان پاپ ڪيا اٿئون، گويا ايشور جي مک ۽ ايشور جي چرنن سان جيڪي پاپ ڪيا اٿئون، سي سيوا دواران موکيون.

چوندا آهن تہ ماڻهو اول تہ پنهنجو گهر ناهيندو آهي ۽ پوءِ گهر وري ماڻهوءَ کي نئين سر ناهيندو آهي، ماڻهوءَ کي نئون بڻائيندو آهي. ائين بہ چوندا آهن تہ پرستش يا آس پاس جون حالتون سکيا جو رپئي

مان پارهن آنا ساڌن آهن. اسين سيوا سدن ۾ ڪوشش ٿا ڪريون ته نشڪامتا جو وايو منڊل پيدا ڪريون، انهيءَ لاءِ ته اسانجون آئينده جو سيوڪائون، پريم ۽ قربانيءَ سان سيوا ڪرڻ سڪن. حال حاضر اسانوٽ اڌ ڏزن ڏاڪترياڻيون، اڌ ڏزن وديا ڏيڻ واريون، هڪ ڏزن پنگتي سيوا ڪندڙ ڀينرون آهن، جيڪي پنهنجي سيوا لاءِ ڪجهه به نه وٺنديون آهن. انهيءَ ڪوشش ۾ اوهين پنهنجي ڌن يا وقت جي قرباني ڪري مدد ڏيندؤ؟ غريبن ڪي ڇٽائڻ چڱو ڪم ٿا سمجهو، ته اسانجي دواخاني ڪي مدد ڪريو. بيمارن جي خدمت ڪرڻ سٺي ٿا سمجهو، نه پيسا وٺي خدمت ڪرڻ، پر پريم وچان خدمت ڪرڻ سچ پچ ٿا سمجهو، ته اسان جي نرسنگ ۽ دائڪي ڪم جي ڪلاس ۾ مدد ڪريو. غريبن ۾ ابتدائي تعليم پکيڙڻ جي فائدي ۾ آهيو، ته گهرو سکيا جي ڪلاس هلائڻ ۾ اسانجي مدد ڏيو. هٿ جي هنرن وڌائڻ ۾ وشواس اٿوَ، ته اسانجي ودوائن ۽ اناٿن جي هنري شالا ۾ مدد ڏيو. بي سهاري، نراس ۽ دربدر رلندڙ زالن کي مدد ڪرڻ اوهان ڪي وڻندو هجي ته بي گهرن لاءِ گهر اسان ٺاهيو آهي ان ۾ مدد ڏيو. گندگي ۽ بيماري روڪڻ ۽ صفائي ۽ صحت جي پرچار ڪي پڇ سمجهندا هجو ته صحت پرچار ڀاڳ ۽ سلهه گهر جي سيا ۾ مدد ڪريو. مطلب ائين دلين کي پراُپڪار جي ڪمن ڏانهن ڇڪڻ لاءِ نويدن ٿيل آهي.

ٻئي اشتهار ۾ وري لکيل آهي: -

منهنجون ڀينر، جيڪي پليگ يا ڏڪار ڪري ودوائون ٿي ويون هجو، ڇو نه اوهين اسان وٽ اچو ۽ اچي پنهنجي جيوت ايشور ارپڻ، پريم پريل ٽهل ۾ گذاريو. اچو اسان وٽ سيپئي ديالو ديويون، ڪهڙيون به غريب هجو. اچو ستونتيون برف ڪان وڌيڪ پوتر هردي واريون، اچو اسان وٽ سيپئي، جيڪي پنهنجي ڪرتويه پالڻ جي سخت

پٽ تي هلڻ لاءِ تيار آهيو. اڄو اڄي پنهنجي ماتر ڀوميءَ جي سيوا ڪريو. سندس هلندڙ حالت سڌاريو ۽ سندس بار هلڪو ڪريو. اندرين جي چار ۽ ڦندن مان نڪري، منهنجون منڙيون ڀينر، اڄي پرماتما جي پورن رٿ ۾ ڀاڱ ڪي ڪمائتو ڪريو.

"سڀ ڪجهه ارپڻ ڪريو ايشور جي اڳيا ڪي، آگا ڪاري تي آپو ڪڍي، قرباني ڪريو." پوءِ اوهانجي حياتي اڄو سڳند ڀريو گل ٿي آڪاس ڏانهن اسرندي ۽ سرڳ جو رنگ لائي لعل ٿيندي.

وڃو وڃي گهر گهر سرڳ آڻڻ ۽ سرڳ ماڻڻ جي سکيا ڏيو. وڃي سمجهايو تہ سمپ ۾ رهڻ ۽ سکدائي ٿيڻ سان، ڪيئن غريبيءَ ۾ بہ گهر ڪي گلدار ڪري ٿو سگهجي ۽ دک ۾ بہ دلبر جو ديدار اندر ۾ پائي هردو ٺاري ٿو سگهجي.

سنتن واري قرباني، اوچ آدرش موجب ڪرتويہ، ستين جي پوترتا ۽ ايشوري نئڙت، نهنائيءَ ۽ نماڻائيءَ ڪي پنهنجي آتما جي ڀون بڻايو. هن ڌرتيءَ ڪي پنهنجي حياتيءَ جي هٻڪار سان سرڳ ڀومي بڻايو. هٿن سان ۽ مک سان مڌر گيت وڄايو ۽ ڳايو. پنهنجي آتما جي سڳند سان ديش ڪي سڳنڌت ڪريو.

اهڙا اهڙا سندر اپديش ۽ دل ڇڪيندڙ پربوڌ ڏيارام جي ١٢ اشتهارن ۾ ڏنل آهن.

## ايشور جا اتي تڇ يا قادر جا ڪمترين
## The Leasts of God

ڏيارام جا آتمڪ اڀياس هر هر روز هلندا رهندا هئا انهن مان ڪي ڪي، مؤج ايندي هيس تہ ٺاهي ڇپائي پڌرا ڪندو هو. انهيءَ سلسلي ۾ هندو ڀڳت جي دينڪ وهيءَ مان ورق ۽ پٽت جي وهيءَ مان ورق، انهن

جو بيان اسين اڳيئي ڪري چڪا آهيون ١٩١٧ع - ١٩١٨ع ۾ جيڪي آتمڪ اپياس ڏيارام ڪيا سي ١٩٢٠ع آگسٽ ۾ ڇپائڻ لاءِ موڪليائين ۽ ١٩٢١ع The Leasts of God "ايشور جا اتي تڇ" يا "قادر جا ڪمترين" انهيءَ نالي سان الهه آباد جي پانني آفيس ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا. انگريزي ٻوليءَ ۾ ڳوڙهي ڪان ڳوڙها وگيان ۽ ويدانت تي ويچار ڏيارام پرگهٽ ڪيا آهن سي هن ڪتاب ۾ آهن. هن ڪتاب جو ٻيو نالو رکيو اٿس:

## ڏيان يوگ ۾ سهائڪ ويچار

منجهس ڏنل آهن فقط ٽي باب، هڪڙو انتر ڏيان ۽ انتر گيان، ٻيو ڇيد ۽ سنگره، حصا ڪرڻ ۽ ملائڻ، ٽيون پريم ۽ پاڻ ارپڻ.

مهاڳ ۾ لکيو اٿس تہ هن ڪتابي پڌرائيءَ ۾ ٽي مطلب سامهون رکيل آهن: پهريون اهو تہ وگيان جي وچترتائن جي وسيلي ايشور جو انيو ڪرڻ، ٻيو وگيان جي حقيقتن مان اهڙا سبق سکڻ، جنهن ڪري اسين حاضران حضور کي هرهنڌ پسي سگهون، ٽيون انهن حقيقتن کي ڪتو ڪري سڌ ڪرڻ، تہ ايشور نماڻن جو نماڻو، داسن جو داس آهي ۽ هنڪي هرهنڌ حاضران حضور ڏسڻ لاءِ اسانکي بہ داسن جو داس، تڇ ۾ تڇ، ممتا ماري بلڪل اهنڪار رهت ٿيڻ گهرجي ۽ پاڻ کي ڪي ڪين، ڪجھ بہ نہ، شونيہ سمجهڻ گهرجي.

جب گر هئَہ ، تہ مئَن نهين،
جب مئن هون، تہ گر نانهن،
پريم گلي آتي سانڪڙي،
جا مان دو نہ سمانهن.

ممتا مارڻ سان ئي ٻيائيءَ جا ٻنڌن ڪٽي سگهبا آهن. خودي ڇڏي

ئي خدا کي پائي سگهبو آهي. چيو کي اٿن: ازخود گذشتن و بہ خدا پيوستن، خودي ڇڏي خدا سان پاڻ ڳنڍڻ. تنهن ڪري ڏيارام پنهنجا تخلص بہ اهڙائي رکائيندو هو. سنڌيءَ ۾ تخلص لکائيندو هو ”نماڻو“ ۽ انگريزي ۾ تخلص هوس ”ٻڙي“، ”شنيہ“، ”ڪجهہ بہ نہ“، ”صفر“ Zero.

سندس انيؤ هو تہ جيڪي آهي سو هو آهي، اسين ڪجهہ بہ نہ آهيون. اسان کي اڃا مليل آهي تہ ايشور جي اڃا موجب هلڻ پاڻمرادو پسند ڪريون، ”ڪڍي پنهنجو پاڻ، پيون پياريون رام رس“.

باب ٻهرئين ۾ انتر ڏيان ۽ انتر گيان بابت ويچار پرگهٽ ٿيل آهن، ڪيئن نيٽن سان نهاري، ڏيان ڌري، روح رهاڻ ڪري، ايشور جو درشن پرگهٽ ڪجي. ان ۾ ڏيکاريل آهي تہ ڪيئن قدرت جا ڪمترين هرهنڌ موجود آهن ۽ اننت آهن. اسان کي عالمن، شاعرن، ساڪين ۽ سنتن جي سکيا ڪتب آڻي هرهنڌ سچي جو سچ، سهڻي جي سونهن، چڱي جي چڱائي ڏسڻ گهرجي ۽ قادر جي ڪمترين، ايشور جو آتي تتج، ٿيڻ گهرجي، ڏني مان اڻ ڏني تي پهچڻ سڪجي. پنهنجو آتمڪ وزن وڌائڻ لاءِ اپاوَ آهن وشواس ۽ پريم، دريڍنچو ۽ اٽل ارادو، نهٺائي ۽ نماڻائي، ڏيان ۽ ست سنگ، سواڌياءُ. وقت ۽ وت جو سٺي ڪان سٺو اپيوگ ڪرڻ سان، پنهنجي حافظي، هوش ۽ هردي جي ڪمرن مان سڀ پاپ جو گند ڪڍي صاف ڪرڻ ڪپي. چرڻ بہ چيتن ۾ ۽ آرام ڪرڻ بہ چيتن ۾ ڪپي. ڪم جي بہ ضرورت آهي ۽ ڏيان جي بہ. ٻي سمجهن ۾ بہ سمجهو توکي سمجهائي رهيو آهي. ناراضپو ۽ دک بہ سبق سيکارڻ لاءِ آهن. موت تہ هڪ حياتيءَ جو پردو آهي. پاپ ۽ اونده، ٻي سمجهي ۽ موت، فقط وهنوارڪ درشتيءَ ۾ موجود آهن. وهنوارڪ دشتيءَ کان لنگهي پرمارٿڪ درشتي جاڳائڻ سڪ. سڀ ديس ۽ ڪال، آزاد آتمائن کي سکيا ڏيڻ جو ساڌن آهن ۽ پرڪرتيءَ کي پرش تائين پهچائڻ جو

رستو آهن. اوچ گتي آهي جيوت جو راز. اها انتيءَ لاءِ ڪوشش هڪڙو وشواس جو ڪاريہ آهي. ماڻهوءَ ۾ انتر جوت جاڳي ٿي. اندر جيڪو مندر آهي اهو وساري نہ ڇڏيو. پاڻ وڃايو تہ سيڪجهہ پايو. پوءِ پريتم جو مک هرهنڌ پسي سگهندا.

ٻئي باب ۾ ڇيد ۽ سنگره بابت ويچار ڏنل آهن. پريتم جي سندر مک پسڻ لاءِ ويچار ڪريو تہ ڪيئن نہ هرهڪ ڪمترين بي انت آهي، لازوال آهي، سدا هلندو ٿو اچي ۽ ٻين سان ملي هڪ ٿي سگهي ٿو، جيئن تہ اکر، آواز، تتو، نقطا، انگ، ڪندون، وڃ جا ٽڪرا وغيره وري ڪيئن نہ سهٽيءَ طرح اهي سڀ ڪنا ٿين ٿا. اتي تڇ ذرن تي بہ ڏيان ڪبو تہ بي انت جو پتو پوندو. پوءِ ڏيڪاريل آهي تہ ڪيئن سڀ گُٽت ۽ گيان وگيان تڇ اَنشن جا. نقطن جا ٺهيل آهن ۽ ڪيترو نہ سونهن ڀريو سڄ گُٽت ۽ وگيان مان معلوم ٿو ٿئي؟ سموري وشو انهن اتي تڇ اَڻن ۽ انشن جو سنگره آهي. ايشور سڀ کان وڏو آهي. وڏي ۾ وڏي وستو، ننڍي ۾ ننڍي وستوءَ جو سهٽو سنگره آهي. ايشور سڀ کان وڏو آهي جو هو پاڻ کي سڀ کان ننڍو ڪري سگهي ٿو.

ايشوري سڄ، سونهن ۽ پريم هرهنڌ موجود آهي. اهو هڪ اڻ ڏٺو سڄي ڏنل سنسار ۾ آهي، سڀني ۾ اهو هڪ موجود آهي، محدود ۾ اهو بي حد آهي. ڇا آهن عجب سندس رنگ بنسپتيءَ ۾، ڇا پسن ۾، ڇا انسانن ۾! هي سڄو ڏنل سنسار، هڪ وڏي اڻ ڏنل سنسار جو ڀاڱو آهي، ۽ وگيان موجب يوگ موجب سڄي سنسار جي ايڪتا آهي. وگيان وار جيڪو سڄ آڪاش ۽ آڪاش جي چڪرن بابت لڌو آهي اهوئي يوگين بہ لڌو هو. انتر ڏيان سان انتر گيان ۽ وشو گيان پراپت ٿو ٿئي. وگيان ڇيد ڪرڻ لاءِ تڪڙو آهي، يوگ ۽ ويدانت وري سنگره، سم درشتي ۽ ايڪتا انيؤ ۾ لاٿاني آهي. انهيءَ ڇيد ۽ سنگره مان رستو صاف ٿئي ٿو پريم ۽ پاڻ ارپڻ لاءِ. پاڻ وسارڻ ۽ اهنڪار کي ناس

ڪرڻ لاءِ.

ٽئين باب ۾ پريم ۽ آتم ارپڻ ڪرڻ لاءِ لکيل آهي. هن سنسار جي اتپتي چيتن ۽ جڙجي ميلاپ مان آهي. سمورو سنسار اڻ ڏٺل شڪتين مان ئي پيدا ٿيو آهي، تنهنڪري دنيائون به آهن، وهنوارڪ ۽ پرمارٿڪ. حد جي دنيا ۽ بي حد جي. انهن ٻنهي جي وچ ۾ انتر وهنوار هلي ٿو ايشور جي اتي تڇن جي وسيلي. انهيءَ ريت اڳيان ويدانتي سچا هئا، جن چيو ته بندوءَ مان پنڊ ۽ برهمانڊ ٺهيل آهي. ايشور اتهاس ۾ موجود آهي ۽ اسان جي پاپن مان به آهستي آهستي ٻچ پيو ڪڍي. اسين آزاد آهيون، پرڪرم جي قاعدي اندر، پاپ ڪرمن جا نتيجا اسانکي ٻچ ڏانهن موڪلڻ ۾ سهائتا ٿا ڪن. هڪ هڪ آتي تڇ ۾ بي انت موجود آهي. سيني ملڪن جي سنٿن جي اها شاهدي آهي.

ڏياني ٿي سانت ۽ ايڪانت ۾ وقت گذارڻ ڪو سوارٿ نه آهي. جيئن سر آليور لاج چيو آهي ته جيڪو به پاڻ سڌارڻ يا پاڻ کي پورنتا حاصل ڪرائڻ جي ڪوشش ٿو ڪري، سو سڄي دنيا کي لاڀ ٿو پهچائي. ڏسو سج، چنڊ ۽ تارن جي عجيب سونهن! اهي پنهنجو پاڻ ڪين ٿي پيا؟ ڪرتار جي ڪنگري سدا ٿي وڄي. جيو ۽ آتما جو ميلاپ آهي. ايشور کان جدائي آهي جيوت کان جدائي، تنهنڪري اسان کي پنهنجو اهنڪار ناس ڪرڻ کپي ۽ انهيءَ ڪري اسين ايشوري پد ڏانهن جلد چڙهي سگهنداسين. هن جي سونهن، سچائي ۽ چڱائي اسان کان ٻاهر يا پري نه آهي. فقط انهيءَ ست، چت ۽ آنند تي ڏيان ڏريون، پنهنجو اندر پريم سان پريون ۽ پاپن لاءِ پڇتاءُ ڪريون. پاپ نه ڪريون ها ته هن دکئي سنسار ۾ اسانجو جنم ئي نه ٿئي ها. هاڻي اسانکي تو جهڙو ٿيڻ گهرجي. تون سڀ ۾ آهين ۽ سڀ کان مٿي آهين. هستي به تون ۽ نيستي به تون. واه تنهنجي قدرت! واه تنهنجي حڪمت! شل توکي ئي مان ڏيائيان ۽ توکي ئي مان پايان. هي سچا

نراڪار! ڪروڙن جا ڪروڙ ورهيہ ڪري عمر ٽئيم، ان پاٽيءَ جي پرواھ نہ رهيم، پَون ڪري آهار ڪريان، هردي جي غفا ۾ پاڻ پوريان تہ بہ تنهنجو انت نہ لهي سگهان! پوءِ ڪيڏو ڪهان تنهنجو نانءُ؟ هي سچا نراڪار! ڪسجي وجان، ڪپجي وجان، پيسجي وجان، جلي وجان، پسم ٿي وجان، اهڙا بہ ڪري ساڌن ڪريان، تہ بہ تنهنجو انت نہ لهي سگهان. پوءِ ڪيئن ڪهان تنهنجو نانءُ؟ هي سچا نراڪار پکي ٿي گهمان، سوَن آسمانن ۾ وجان، ڪنهن کي نظر نہ اچان، نڪي کان نڪي پيئان، تہ بہ تنهنجو انت نہ لهي سگهان، پوءِ ڪيڏو ڪهان تنهنجو نانءُ؟ هي سچا نراڪار! لک مڻ ڪاغذ چٽيان، ليکڻ پوَن هلايان، مس اکٽ وهايان، نام لکي لکي پڙهان، ويچاريان تہ بہ تنهنجو انت نہ لهي سگهان، پوءِ ڪيڏو ڪهان تنهنجو نانءُ؟

هي منهن جي آتما! توکي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ هنجي چرن ڪمل ۾ سر جهڪاءِ ۽ پرارٿنا ڪر تہ توکي هؤميءَ کان سمورو خالي ڪري، تہ پاڻ سان سمورو پري ڇڏيئي" سڀني محلاتن جو مالڪ هوندي بہ هو داسن جو داس آهي، انهيءَ سچي جي شرن اچ، هن جي اتي تچن، ڪمترين مان هڪڙو ٿيءُ ۽ هن جي پوتر نالي مٿان پاڻ قربان ڪر. اهڙن سندر لفظن سان هي تمام ڳوڙهو ڏيان يوگ ۾ سهائتا ڪندڙ پستڪ ڏيارام پورو ڪيو آهي. پوين ورهين ۾ ڏيارام جي سموري ڪوشش رهي پربھ درشن لاءِ، پريو پائڻ لاءِ، هڪ سان هڪ ٿيڻ لاءِ، هرهڪ وگيان ۾ هن کي ئي ڳوليائين، هرهڪ درشن ۾ هن کي ئي ڏٺائين.

## هن جي تخت اڳيان Before His Throne

جيئن ايشور جي اتي تچن جي پستڪ ۾ ڏيارام هرهڪ وگيان جي وسيلي گڻت، پوتڪي، رساين، بنسپتي، جيون شاستر، من وديا،

اتهاس وغيره جي وسيلي ايشور کي ڏيائڻ ۽ پائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، تيئن ئي هن ڪتاب ۾ هرهڪ پورب ۽ پشچم جي درشن ڪار جي درشن مان هڪ جو ئي درشن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس جيئن هُن ڪتاب ۾ وگيان وديا جو پندار پڙهندڙن اڳيان کولي رکيو اٿس ۽ وگيان جي اپياس ۽ انيؤ جو پرچو ڏنو اٿس تيئن ئي هِن ۾ درشن جو پندار پيش ڪيو اٿس ۽ درشن جو بہ ڪيترو نہ ڳوڙهو اپياس ۽ انيؤ اٿس سو ظاهر ٿو ٿئي.

جدهر ديکتا هون، اڌر تون ئي تو هي
هر شيءِ ۾ جلوه تيرا هوبهو هي.

پومڪا ۾ لکيو اٿس تہ ادويت پڳت لاءِ تہ هرهڪ درشن هڪڙو ستوتر آهي، هڪڙو ساڌن آهي. پريتم ڪي چاڻڻ ۽ ماڻڻ لاءِ. هو پنهنجي پوجينيئہ پرماتما. ايڪ اونڪار کي هرهنڌ ٿو ڏسي، اوپر ۾ بہ اولهہ ۾ بہ، هو ڏونڊي ٿو جيڪي بہ شيون سچيون آهن، جيڪي بہ شيون انصاف پريون آهن، جيڪي بہ شيون پوتر آهن، جيڪي بہ شيون من موهيندڙ آهن، توڙي اوپر ۾، توڙي اولهہ ۾ انهيءَ لاءِ تہ جيڪي بہ منجهس اجا سنسارڪ سوارٿ، نفساني جذبات، اناتمڪ خيال يا اهنڪاري وڪار رهيل هجن، تن کي جيتي سگهي. سڀ کان وڏيڪ هو مهاتمائن جي من ۽ واڻيءَ سان ميلاپ ڪرڻ ٿو چاهي ۽ ڪوشش ٿو ڪري تہ پريتم جون ٻاچائون انهن ۾ پسي ۽ هنجو من انهنجي گهٽتاين جي مٿان پريم سان برف وانگر ڇانئجي ٿو وڃي جيئن انهن ۾ جيڪي ڪڙيڙ آهي، سختي آهي، دوش يڪت آهي يا پڳل آهي، تنهن کي ڍڪي ڇڏي، جيئن هنن جي گهٽتاين جي آڪار کان برف وانگر واقف بہ رهي تہ بہ مٿان روشني جهٽي، سندر ڪرڻ جي ڪوشش ڪري.

مون درشن ۾ ايشور جي ليلا ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ درشن جي گلن ۽ ميون ۾ ۽ پڻ درشن جي ڪنڊن ۽ منڊن ۾، جن جو مطلب نہ

گل نہ ميوا، پر ڪچ ۽ ڪن ڪيڻ ۽ ناس ڪرڻ. مون ڪوشش ڪئي تہ هرهڪ درشن ڪار جو ائين ڏيان ڪريان جو چڻ هو اُن جي تخت اڳيان اُبو آهي ۽ پنهنجو انيؤ آهي ۽ پنهنجو انيُو ٿو چئي ٻڌائي. انهيءَ ريت هرهڪ درشن منهنجي لاءِ سائينءَ جي ساراهہ جو سنگيت ٿي پيو.

اولهہ جي بلوط کي ڪهڙي حاجت آهي اوڀرجي ناريل کي ائين چوڻ جي تہ مونکي بہ ٻيجہ پتر آهن، توکي هڪ، مان آهيان بہ ڦاڪو ٻج، تون هڪ ڦاڪو، مونکي آهي اندر ۾ ڪٺ، ۽ توکي ڪمند وانگر تندون ئي تندون، مونکي آهي ڪاٺ، توکي آهن ڏاڳن جهڙيون تندون. منهنجو ٿڙ آهي هيٺ ٿلهو، مٿي سنهون نوڪدار، تنهنجو گول ٿنڀي وانگر. مونکي آهن شاخون، توکي فقط مٿي تي پن جي چوٽي. مون منجهان ماڻهو ناهين وڏا جهاز، تو منجهان فقط ننڍا ترها. ڏس مان توکان ڪيڏو نہ وڏو آهيان! نڪا حاجت آهي ناريل کي جواب ڏيڻ جي تہ تنهنجو ڦل نڪمو، منهنجو ناريل ڪيترو نہ ڪمائتو. بادام ۽ صوف کي ڪا حاجت ڪانهي تہ ڪارڪ جي مٽان ڪلن. جيڪڏهن سچ ڪري بنسپوتي جڳت ۾ رس جي اچ وچ ۽ لهہ چڙهہ ٿئي ٿي تہ سڄن جي بہ سچ ايشور ڪري آتمڪ جڳت ۾ جيون رس جي لهہ چڙهہ ٿئي ٿي. هن سنسار ۾ ادويت لاءِ بہ جاءِ آهي تہ دويت لاءِ بہ. ٻئي اسانکي ڪجهہ نہ ڪجهہ سيکاري سگهندا. جيڪڏهن اسين پريم سان انهن جي اڳيان پيش ٿينداسون ۽ نہ سئيءَ جي چهنب وانگر دوش درشتيءَ سان فقط چوڪن لهڻ لاءِ.

شل هنن آتمڪ اپياسن ۾ جن جن جا درشن گهڻ ڪري سندن ئي لفظن ۾، مون ستوتر روپ ۾ پلٽيا آهن، انهن جا وچن ۽ ويچار هن پستڪ جي پانڪن کي ڪمائتا ٿين! شل انهن جي جوت ۽ پوتر ۽ چمڪندڙ طرح جلندي رهي ۽ ايوگ هنن جي وسيلي بہ جڳائي ڪندي رهي. انهيءَ ريت پهريائين ياجنيہ ولڪيہ جا ادويت ويچار استوتر جي

روپ ۾ لکيا اٿس، پوءِ بادراين وانگر سندس نرگڻ آڪار ۾ اُپاسنا لکي اٿس. پوءِ شنڪر آچاريہ جي وچنن ۾ گوبند، پرمانند، امبرت، ديا ساگر کي نمسڪار ڪئي اٿس. پوءِ پتنجلي مهراج يوگ سوترڪار جي وچنن ۾، اوديا، استما، راگ، دويش ۽ اينويش رهت ۽ اڪليشڪ، آشا، ڪرم، وپاڪ يعني ڪرم ڦل پچڻ ڪان آجي ايشور کي سنڀوڌن ڪيو اٿس.

پوءِ وياس مهراج، يوگ سوتر جي ڀاشيہ ڪار جي درشن جي ستوتر ڳاهيو اٿس. پوءِ پشچم جي درشن ڪارن جا ويچار پرگهٽ ڪيا اٿس. پهريائين سپائينوزا موجب اپار شڪتيءَ جو پوجن اُچاريو اٿس. وري شيلنگ موجب دليل مطلق جي ساراهہ، برگسن موجب اونهي ۾ اونهي ۽ اوچ ۾ اوچ رهسيہ ۽ راز جو راڳ ظاهر ڪيو اٿس، انت ۾ يسوع مسيح جو انيؤ پيش ڪيو اٿس، تہ ڪيئن پرماتما ڪبوتر وانگر سندس آتما ۾ اتري آيو ۽ آزمائش مان لنگهائي سنسار سڌارڻ ۽ پريم جي پرچار ڪرڻ جو اوتار هن کي ڪيو. حضرت محمد صلعم ڪيئن لاالله الا الله مالڪ عرض وسما جي ساراه جڳ ۾ جاري ڪئي. هڪ هڪ جو پرچار سندن مک ۾ استوتر ۽ آراڌنا جي روپ ۾ وڌو اٿس. تہ پڙهندڙ سندن وچن پڙهي، سندن ويچار سمجهي، ايشور اپاسنا ۽ جڳ هت ۾ پرورت ٿين.

ڏيارام جي جيوت جا هئا اهي ٻہ مطلب. ايشور پراپتي ۽ جڳت هت. انهيءَ لاءِ هئا سندن گڙ رچيل ۽ لکيل. شل انهن مان پڙهندڙ فائدو وٺن!

## ڏيارام جا ٻيا انگريزي ڳٽڪا

ڏنو اٿئون تہ ڏيارام جا ليک ٻن قسم جا هئا. هڪڙا ايشور پرارٿنا ۽ پراپتي لاءِ. ٻيا جڳت هت ۽ منوشيہ شيوا لاءِ. ايشور پرارٿنا ۽ پراپتيءَ لاءِ ٻہ هڪڙا ٻيا ٻہ ڳٽڪا سندس لکيل ڇاپي ۾ موجود آهن:

هڪ جو نالو آهي آتمڪ پشپ اپهار Soul's Poesy ۾ ٻئي جو
ڪجهہ نئون تنهن جي پوڄڻ لاءِ Something new to worship
Thee with آتمڪ پشپ اپهار، پانني آفيس الهہ آباد ۾۱۹۲۲ع ۾
ڇپيل آهي ۽ ٻيون ڳٽڪو حيدرآباد ۾ شٽئَنبرڊ پرنٽنگ ورڪس وارن
آڏواڻي ڪمپني ۱۹۲۲ع ۾ ڇپايو آهي. آتمڪ پشپن ۾ ڀهرئين داخلا
آهي تہ مورتي پوڄڪ، سورج اپاسڪ، درياهہ جا پوڄاري، ايشور ي پتا
ماتا روپ ۾ پوڄڻ وارا، اهو آتمڪ اتساهہ ۽ امنگ نہ ٿا ماڻي سگهن،
جهڙوڪ ايشور کي پتي يا پتني روپ ۾ پسڻ وارو پوڄاري. جيڪي
آتمائون پاڻ کي جاڙن وانگي جوڙو ڪري ٿيون سمجهن، اهي جڏهن
هڪ ٻئي ۾ ٿيون توکي پسن تہ چٽڪ هڪ ٻئي ۾ پريم دواران تنهنجو
پرم پريم ٿيون ماڻين. اي منهنجي آتما! ايرشا پريءَ استريءَ مان، هي
سبق سک تہ ايشور کي ڪيترو پيارو ڪرڻ گهرجئي. جيئن هوءَ استري
اهو ٻہ نہ سهي سگهندي آهي تہ ٻئي ڪنهن کي سندس پتي پياري ڪري
پڪاري، تيئن ايشور کي ئي پرم پيارو ٻڌائي ان کي ئي ڏياءِ، اُن سان
هڪ ٿيءُ.

آتمڪ پشپن ۾ ٻہ امولڪ پرارٿنائون ۽ سمجهاڻيون آهن، جيئن
تہ هڪ هنڌ لکيل آهي پنهنجن سڀني ساڪين کي اکيون بخشيندڙ، منهنجا
گرن جا گرو، مونکي ٻہ تو روحاني بلور بخشيو آهي، ويراڳ ڏنو اٿيئي
تصويرن ڪڍڻ جي اونداهي صندوق يعني ڪئميرا جي مثل ۽ منجهس
شيشي جي نلي رکي اٿيئي اڀياس جي، تہ ٻري اوري جون تصويرون جاءِ
سر ڪري چٽيءَ طرح ڏسي سگهان، پر انهن لاءِ تہ توڏانهن اچڻ ضرور
اٿم.

پريم ميء پتا! پنهنجي ٻالڪ کي مدد ڪر، تنهنجي سهائتا بنا
ڪابہ شڪتي پاڻ ۾ نٿو پسان.

وري هڪ هنڌ لکيو اٿس تہ سائين ٿو چويم تہ مان تنهنجي پٽنيءَ
۾ حاضر هوس ۽ تو مونکي هن ۾ ڏنو ٿي، پر تيستائين، جيستائين هن

جو من تنهنجي من موجب ٿي هليو. مان هاڻي حاضر آهيان انهيءَ ٻار ۾، جيڪو هوءَ تولاءِ ڇڏي ويئي آهي ۽ تون مون کي هن ۾ پسڻ جي ڪوشش ٿو ڪرين، جنهن مهل هن جو من توکان ٻيءَ طرح ٻه آهي تڏهن ٻه، پر هر هر انهيءَ ۾ ناڪامياب ٿو ٿين. انهيءَ طرح ويراڳ جو راز ڪين سڪي سگهندين. توکي شانتي ميءِ پريم جو انيڻ آهي، تو منهنجي ڪيترا ورهيه خدمت ڪئي آهي، پنهنجي ٻالڪ ۾ مون کي پسي. تو مون کي دوستن جي روپ ۾ ٻه ڄاتو آهي. پنهنجي پتنيءَ ۾ ٻه تو منهنجو درشن ڪيو ۽ پنهنجي ٻالڪ ۾ ٻه مون کي پسڻ جي ڪوشش پيو ڪرين. ڪيترائي پل مني پريم جا ان ريت پيو ماڻين، پر هر هر مونکي پسڻ کان ٿو گسين. جڏهن ٻاهرينءَ وڏيءَ دنيا ۾ يا ويجهي گهرو سنسار ۾ تنهنجي من موجب ڪم نٿا ٿين، جڏهن توکي ڪو ستائي ٿو يا تڪليف ٿو ڏئي، تڏهن وري وري مون کي انيڻ ڪرڻ ۽ انهن ۾ پسڻ کان پيو گسين. ماڻهو آڏو اچني، نقصان رسيئي، دک پهچئي، ستائجين، تڪليف ڏسين ته ٻه انهن ۾ تون مون کي ڏس، اندو ٿي وڃين ته ٻه تون مون کي ڏس، ٻوڙو ٿي وڃين ته ٻه مون کي ٻڌ، گونگو ٿي وڃين ته ٻه مون سان ڳالهاءِ. دک دارون ۽ سک روڳ اٿئي.

مون سان سوداگري نه ڪر، پنهنجو پريم ڇوت ڏينم، نه عيوضو گهر نه انعام. ڪين ڇيو ٿي ماڻ ته مان فقط انهن جو آهيان جن کي مان ٻاڻ ڇونديان ۽ ڇونديندو آهيان انهن کي جيڪي مون کي پيار ڪندا آهن.

پوڇا لاءِ ڪا نئين شيءِ واري ڳنڪي ۾ منڊ ۾ ئي سورجن جي سورج کي، گرن جي گروءَ، سچي ستگر کي پرارٿنا ڪئي اٿس ته آتم ديس ۾ واسو ڪراءِ، هن دوندن پرئي سنسار مان مڪت ڪر، وترڪ ۽ ويچار کان مڪت ڪر. هي پرماتما! تنهنجي شڪتيءَ هي سنسار جوڙيو، تنهنجي شڪتي هر هنڌ آهي اُها پسان. اها هرهڪ ٻاهر جي لرزه ۾ ۽ هر هڪ اندر جي لرزه ۾ آهي، پر سڀ کان وڏيڪ ايڪانت ۽

سانت ۾. تنهن ڪري منهنجي آتما! تون ٻـ گهريءَ سانت ۾ داخل ٿيءُ ۽ ايشور لولي ڏيئي ننڊ ڪرائيندءِ .تـ هن سنسار جي شين ڏانهن ننڊ اچي وڃيئي ۽ آتم لوڪ ڏانهن سجاڳ ٿين. هن جي لوليءَ ڪان وڌيڪ مٺي ڪا ٻي لولي ٿي نٿي سگهي. هن ڪتاب ۾ ٻـ وگيان مان ويدانت جا ويچار ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس، نئڙت منجهان نهال ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس، ساديءَ رهڻيءَ منجهان اوچن آدرشن کي پهچڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس ۽ انت ۾ سندر پرارٿنا ڪئي اٿس تـ هي ايشور! مدد ڪر، جيئن پنهنجا آتمڪ وڪار سڀ دور ڪريان، ڪروپ سڀ ڪڍي ڇڏيان، آتما کي پوتر ۽ تنهنجي پريم لاءِ تيار رکان. تنهنجي وڏائي ۽ تنهنجو پريم ئي منهنجي اندر کي پوتر ڪري سگهندا، گهرن ۾ شانت آڻي سگهندا، چت ۾ سنتوشي ۽ دل ۾ دياوان ڪري سگهندا. دل تـ چويم ٿي تـ پريتم توسان اهڙو پيار ڪريان جو موت سان ٻـ مسخري ڪري سگهان. پنهنجي حياتيءَ جي هرهڪ لهر تنهنجي لهر ٿاهيان، سچي نئڙت ۽ نماڻائي پنهنجي داس کي بخش ۽ نت نئون سچ سنئون ڪو پنهنجي پوڄن جو رستو ڏيکار، نمسڪار ٿو ڪريان مان توکي، سورجن جا سورج، گرن جا گرو.

## ڏيارام جا سکيا سڌارڻ لاءِ ڳتڪا

سکيا جي واڌاري ۽ سڌاري لاءِ ديوان ڏيارام کي سڄي عمر شوق رهيو. گيان يگنيہ لاءِ خاص پريم هئس. ايٽرن اسڪولن، ڪاليجن، پاٺشالائن ۽ پستڪالين سان تنهنڪري سندس سنبنڌ هو. پنهنجي پينشن مان ٻـ پئسا بچائي سرجڳديش چندر بوس کي ماهوار موڪليندو رهيو ۽ هميشہ ڪجهہ نـ ڪجهہ ماهوار ملند رهين، انجو بندوبست ڪري ويو. انگريزيءَ ۾ ٻہ ٽي ننڍا ڳتڪا انهيءَ وشيءَ تي لکي ويو آهي. هڪ جو نالو آهي "Our Educational System" اسانجي سکيا پرنالي يا تعليمي سرشتو. انهيءَ ۾ ٽي ليک آهن. هڪڙي

جو سرو آهي تہ شاگردن جو وقت ۽ وت بچايو ۽ وديا جو ڪم جدا جدا نمونن ۾ ڪنو ڪري هلايو. ابتدائي تعليم توڙي انگريزي تعليم ۾ چونہ هرهڪ ڪي پنهنجي قدرتي طاقتن ۽ لاڙي موجب جدا جدا وشين سکڻ جي چوٽ اختياري ڏيو. جيئن ايم اي ۾ ڪي فقط ساهتيہ پڙهندا آهن، ڪي فقط درشن، ڪي وگيان، تيئن چونہ مئٽرڪيوليشن ۾ بہ شاگرد پنهنجي مرضيءَ موجب وشيون ڪٽن؟ هرهڪ ڪي ضروري گيان، ماتري ڀاشا جي وسيلي ڏيو. سکيا جي سڄي سرشتي ڪي سولو ڪريو جيئن چوڪريون ۽ غريبن جا ٻار بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ پنهنجي ضرورت آهر ٿوري وقت ۾ سکي سگهن. يونيورسٽي ڪاليج چونہ گڏجي پنهنجا وياکيان ريڊيو جي وسيلي هڪ هنڌان ٺي گهر گهر يا گهٽن هنڌ پڌائين؟ سئنيما سکيا لاءِ ڪم آڻيو.

ٻئي ليک جو سرو آهي لڪشمي ڪين سرسوتي. انهيءَ ۾ مسٽر ويلس جيڪا هڪڙي اُتم اسڪول ماسٽر مسٽر ساندرسن جي آڪاٿي لکي آهي ان مان ڪي چوندبيل تکرا ڏنل آهن. انهيءَ ڪتاب ۾ ڏيکاريل آهي تہ ڪيئن تعليم جو سڌارو مسٽر ساندرسن پنهنجي اوندل شهر جي اسڪول ۾ ڪيو ۽ ڪيئن سندس متو هو تہ نہ فقط زمين، آسمان، جبلن، ندين، سمنڊن، وڻن، حيوانن، ماڻهن يعني قدرت جي ڪتاب جي وسيلي ايشور جي مهما ماڻهن جي دلين ۾ پيدا ڪريو، پر ڪاريگريءَ ۽ ڪلن جي وسيلي بہ ايشور جا عجب انسانن اڳيان ظاهر ڪريو. دنيا ۾ سوارٿ ۽ چڙت بدران همدردي ۽ سهڪاريہ آڻيو. سنسار سڌارڻو اٿو تہ اسڪول سڌاريو.

دنيا تہ ڪلن ۽ بجليءَ جي ترقيءَ ڪري نئين ٿي پيئي آهي، پر اسڪولن ۾ اجا انهن ڳالهين جي ٻوجهہ آئي ئي ڪانہ آهي. نئين دنيا ۾ رهڻ جي لائق ڪرڻ لاءِ نئين وديا ۽ نون اسڪولن جي ضرورت آهي. هرهڪ انسان جي اندرين جيوني جوت جاڳايو، ايجاد ڪرڻ، اُپائڻ ۽ ناهڻ واري شڪتي جاڳايو، تہ پوءِ هن مان نيچتا ۽ سوارٿ، ڪروڌ ۽

وروڏ، ڪسڻ ۽ لوب نڪري ويندا. هو ڪجهه اپائيندو ۽ ناهيندو ۽ انهيءَ ۾ خوشي حاصل ڪندو.

تئين ليک ۾ سيني وسوارن ۽ وديا سان لاڳاپو رکندڙن کي خاص طرح اپيل ڪئي اٿس ته شاگردن جو وقت نه وڃايو. سندن وت ۽ وٽت آهر سولي سڌي ۽ سکدائيءَ طرح وديا ڏيون ۽ مرضيءَ موجب ڪمن چونڊڻ جو وجهه ڏيون.

ٻئي ڳٽڪي جو نالو آهي Suggestions for Research يعني کوجنا لاءِ اشارا ۽ ڏيکاريو اٿس ته کوجنا ڪري لکين رپيا ملڪ جا بچي پوندا ۽ بک، بيروزگاري ۽ دک دور ٿي ويندا. ڪيئن پرم اٿن جي وسيلي هوميوپٿيءَ سڌ ڪيو آهي ته دک دور ٿا ڪري سگهجن. چو نه ديسي دوائن جا اثر پاڻ تي پريکيا ڪري ڏسجن ۽ انهن جا پرم اٿون انهن دردن کي دور ڪرڻ لاءِ ڪم آڻجن. انهيءَ طرح University Reform وشو وديالن جي سڌاري لاءِ به سندس اشارا آهن، جيئن سکيا جو سڌارو ۽ واڌارو ٿي سگهي.

## صحت سکيا تي ڪتاب ۽ ڳٽڪا

سکيا کان ٻئي نمبر ۾ صحت سکيا ۽ صحت سڌار جو خيال ڏيارام کي هوندو هو. صحت سڌار منڊلي، ڳوٺن ۾ ڦرندڙ سيلاني خيرياتي دواخانو، ڏرمپور جو سلهه گهر، اهي سيئي انهيءَ ڳالهه جو ثبوت آهن. ساڌو هيرانند کان هوميوپٿيءَ لاءِ شوق هن ۾ پيدا ٿيو هو. اهو شوق ويو وڌندو، تان جو آخر ۾ هوميوپٿيءَ جو پرچار به ڏيارام لاءِ هڪ دلپسند ڪم ٿي پيو. ڪيترائي دفعا هن پنهنجي پٽ ديوان ڪيولرام ڏانهن ۽ ٻين عزيزن ڏانهن خط لکيا ته هرڪو گهر ۾ هوميوپٿيءَ جو استعمال ڪري ته طبيبن تان گهٽ ۾ گهٽ پوي ۽ لکيائين ته هند هند هوميوپٿيءَ جي هلائڻ تي ڏيارام هڪ ڪتاب ۽ ٻه ڳٽڪا لکيا آهن. ڪتاب جو نالو آهي The Practice

# ديوان ڏيارام جون ڏينهن وهيون

Homeopathy يعني هوميوپٿي جو استعمال. انهيءَ ڪتاب جي پهرئين باب ۾ لکيل آهي تہ ڪهڙن ڪتابن جي گهرج آهي. پهرئين جملي ۾ لکيل آهي تہ ڪوبہ ماڻهو جو پنهنجي مرض جي تشخيص ڊاڪٽرن جي مدد سان ڪرائي پنهنجو علاج پاڻ ڪرڻ گهري، سو ٻن ڪتابن يعني ڪلارڪ جي نسخن جي ڪتاب ۽ بورڪ جي مٽيريا ميڊيڪا جي مدد سان اهو ڪم ڪري ٿو سگهي. پر هندستان ۾ تہ گهٽو ڪري ماڻهو مانس آهاري نہ آهن، تنهنڪري ڪين ٿيهن جي Po-tency يعني سؤ جي ٿيهينءَ سگهہ واري نفيس يا سوڪشم ٿيل دوا چڱو ٿي اثر ڪري. گهٽ سوڪشم گهول تمام سخت اٿن. پوءِ وري انهيءَ ڪان وڏي فهرست ڏنل آهي. ان بعد هرهڪ وشيءَ تي خاص ڪتاب ڏنل آهي. مطلب جيڪي ڪتاب ڏيارام پاڻ پڙهيا ۽ ڏنا هئا تن جو ذڪر آهي. بئندورا ۾ سندس شخصي پتڪاليہ ڏنم تہ خبر پيم تہ ڪيتري نہ شوق سان ديوان ڏيارام هيوميوپٿيءَ جا ڪتاب پڙهندو رهندو هو. ٻئي باب ۾ هوميوپٿيءَ جي ٽن مکيہ وشيشتائن بابت ذڪر آهي. هڪڙو تہ بيمارين جا سبب ايتري قدر ٻاهريان نہ آهن، جيتري قدر جيوني شڪتيءَ ۾ اندريان خلل. ٻيو تہ دوائن جي اٽن ۽ پرم اٽن جو اثر اهي بيماريون جتائي ٿو، جيڪي بيماريون اهي ئي دوائون اسٿول روپ ۽ وڏي انداز ۾ ونڻ سان ماڻهن ۾ پيدا ٿيون ڪن. هرهڪ وک يا زهر ۾، انهيءَ طرح وک جي اثرن کي دور ڪرڻ جو امبرت بہ موجود آهي. ٽيون تہ دوائون فقط بيماريءَ موجب نہ ڏيڻ گهرجن، پر بيمار جي شخصي طبيعت ۽ مزاج موجب.

باب ٽئين ۾ لکيل آهي تہ هوميوپٿيءَ مان خبر ٿي پوي تہ وکن ۾ بہ امبرت لڪل آهي، تنهنڪري پاپ ۽ دک بہ ايشور انسان جي سڌاري لاءِ خلقيا آهن، پرم آٽن جي اثرن تي ويچار ڪري پرماتما جي ٻي انت شڪتيءَ ڏانهن ڌيان وڃي ٿو.

باب چوٿين جو سرو آهي پرارمبڪ اصول ۽ اهي آهن بہ. هڪ تہ

دل جو اثر جيوت تي آهي، جهڙو پريم اهڙي جيوت پريم ۾ خلل پيو تہ طبيعت ۾ خلل پيو. پيو تہ جهڙو من تهڙو شرير، يعني من جو اثر تن تي تمام گهڻو آهي، تنهنڪري دل ۽ من جو خلل جاچڻ ضروري آهي، تن جي خلل کي سمجهائڻ لاءِ ۽ ڇنائڻ لاءِ.

باب پنجين ۾ ڪنهن مرضن جو علاج ڪيئن ڪجي تنهن لاءِ هئنيمن جي متي کي تيڪو ڏنل آهي. پهريائين تہ هرهڪ مريض جي گهريءَ ۾ گهريءَ اندرينءَ خرابيءَ جو قسم جاچجي. اهو ڇنائڻ بعد دوائون هن جي ٻاهرين ۽ مٿاڇرين علامتن تي اثر ڪري سگهنديون. ڪهڻ بيمارين ۾ اول تہ ٽن قسمن جي اندرين خرابين مان، بنيادي ڪهڻ مرضن مان هڪ نہ ٻي خرابي جا موجود هجي اها هٽائڻ گهرجي، پوءِ ٻاهرين علامتن جو علاج ڪري سگهبو.

هن ڪتاب جي پڙهڻ مان خبر پوندي تہ ڏيارام جو هوميوپٿيءَ سان ڪيترو نہ شوق هو ۽ ڪهڙو نہ گهرو اڀياس ۽ خوض ڪيل هئس. دوا ڪهڙي سوڪشتما ۾ ڪم آڻجي ۽ ڪيئن ساڳي ئي دوا جيڪڏهن هڪ سوڪشتما ۾ عجب اسرار اهڙو ڪم ڪري ٿي سگهي، اهو اصول خوب سمجهايو اٿس. اهڙا ٻيا بہ اصول ڏارمڪ ۽ دارشنڪ ويچارن سان ڳنڍي ويو آهي. ٻن ننڍڙن ڳتڪن ۾ Mind and its cure من جي بيمارين جو هوميوپٿيءَ موجب علاج ڏيکاريو اٿس. ڏيکاريو اٿس تہ اها هوميوپٿيءَ جي خصوصيت آهي تہ من ۽ اخلاق جي بيمارين کي بہ اؤشڌين جي سوڪشم پرم اٹن سان ڇنائي ٿو سگهجي. پڇيو اٿس تہ ٻئي ڪهڙي ڊاڪٽري نموني ۾ اهڙا اسرار ڀريا علاج آهن.

ٻئي ڳتڪي ۾ Infinitesimals پرم اٹن جي مهما لکي اٿس ۽ لکيو اٿس تہ پرم اٹن جي پنيان پرم آتما آهي. پرم اٹن تي ڌيان ڪرڻ سان پرماتما جو درشن لاڀ ڪري سگهجي ٿو.

سٺن ليکڪن جي هدايت آهي تہ هرروز هڪ جملو تہ گهٽ ۾ گهٽ لکندا رهو. ڏيارام جو بہ اهو اڀياس هوندو هو. ١٢ آڪٽوبر ١٩٠٣ع کان وٺي پنهنجي ديهانت تائين روز روز جا اڀياس ۽ ويچار انگريزيءَ ۾ پنهنجي دينڪ وهيءَ ۾ داخل ڪندو رهيو. جولاءِ ١٩٢٣ع کان تہ پنهنجي آتمڪ وهي سنڌي ڪوتا ۾ بہ هرروز لکندو رهيو ۽ ان جا پهريان بہ جلد من لاءِ چابڪ جي نالي سان پاڻ ڇپايائين ۽ ٽي جلد سنڌس پرلوڪ پڌارڻ بعد ڇپجي پڌرا ٿيا آهن. انگريزيءَ ۾ سنڌس دينڪ وهي ٢۴ ورهيہ هلي. اها ٽن سلسلن ۾ ورهايل آهي، ٿلهي ليکي انن اٺن ورهين جو هڪ هڪ حصو: پهريون حصو ١٩١٢ع تائين، ٻيو ١٩٢٠ع تائين، ٽيون ١٩٢٧ع تائين. ١٢ آڪٽوبر١٩٠٣ع ۾ پهرين داخلا آهي ۽ ان ۾ لکيل آهي جيڪب صاحب مون کان چارج ورتي، ڪلفٽن ويس. ١٩ آڪٽوبر ١٩٠٣ع تائين داخلائون آهن تہ ساڌو هيرانند جي جيون چرتر لکڻ ۾ اهي ڏيهن متصرف ڪيائين. پهريائين دينڪ وهيءَ ۾ معمولي داخلائون آهن، پر پوءِ دينڪ وهي سنڌس ويچار ساگر ٿي پيئي، ويچارن جو خزانو ٿي پيئي، جنهن ۾ جيڪي سبق هرروز ايشور سامهون ٿي آندس، دينڪ اڀياس مان جيڪي سنو ٿي لڳس، جيڪي اندر ۾ اُمنگ ٿي آيس، سي داخل ٿي ڪيائين. اسين ڏسي چڪا آهيون تہ انهيءَ مان وچان حصا هڪ ”هندو ڀڳت جي دينڪ وهيءَ مان ورق“ ۽ ”پنٽ جي دينڪ وهيءَ“ جي نالي سان جدا جدا ڪتابن جي روپ ۾ ڇپيل آهن. سنڌس پوئين داخلا انگريزي وهيءَ ۾ آهي ٦ ڊسمبر ١٩٢٧ع جي، تہ هي ايشور جڏهن آد، مڌيہ ۽ انت تون آهين تہ مان وري ڇا آهيان؟ مطلب تہ مان ڪجهہ ڪين آهيان.. سنڌس آخري داخلائون ٢۴ آگسٽ١٩٢٧ع کان ٦ ڊسمبر ١٩٢٧ع تائين ”ينگ بلڊر“ ماسڪ پتر ۾ سنڌس پٽ ديوان ڪيولرام ڏيندو رهيو آهي. انهن کي پڙهڻ مان خبر پوندي تہ پڇاڙيءَ ۾ دينڪ وهيءَ ۾ تمام ننڍيون داخلائون هيون. هر روز گهٽو ڪري هڪ وچن گرو گڙ

صاحبن منجهان، هڪ شخصي ويچار يا امنگ. پر اهي وچن، ويچار ۽ اُمنگ، سچ پچ امولڪ ماڻڪ آهن، جيڪي ڏيارام جي آتمڪ اپياس ۽ اُنتيءَ جو ڏس ڏين ٿا، جيئن تہ ۴ ڊسمبر۱۹۲۷ع ۾ لکيل آهي تہ گندڪ وانگر بدبوءِ دار ٿيڻ بہ تہ قرباني آهي، قدرت ڪي اهي شيون بہ تہ ڪين.

۱ ڊسمبر۱۹۲۷ع ۾ لکيل آهي تہ ڪارو ۽ بدشڪل ٿي رهڻ ۽ جلائڻ واسطي پاڻ ارپڻ ڪرڻ، اها بہ تہ ڪوئلي جي قرباني آهي. پر انهيءَ ڪري انعام بہ وڏو مليو اٿس، جو شڪتيءَ جي شيوا ڪرڻ لاءِ چونڊيو ويو آهي. ڪٿي تہ منجهانئس ڪمائتا پدارٿ نهيا آهن ۽ ڪٿي تہ هيرو بہ ٿي ٿو سگهي. وري ڏسو تہ ڪهڙا نہ اوچ اُمنگ ڏيارام جي دل ۾ اُپرندا رهيا! ۱۹ نومبر۱۹۲۷ع ۾ داخلا آهي تہ هي منڙا! مون کي سيڪار تہ اونداهيون حياتيون چمڪايان، بيمانن کي سنمان سيڪاريان، طوفان آيل دلين لاءِ شانتي مئي اُس جهڙو ٿيان، ۽ پريم جي گلن سان ماٺهن جا ڏوهہ ۽ سندن موورڪتا ڍڪي ڇڏيان! يا وري ۲۹ آڪٽوبر ۱۹۲۷ع ۾ داخلا ڪئي اٿس ، تہ هي ديالو! مون کي شڪتي ڏي تہ مان هن نماڻيءَ جيوت مان ڪي اهڙا اثر پکيڙيان، جيڪي گهٽو، نہ تہ بہ ڪجهہ تہ چڱو اثر تنهن جي پرجاتي ڪن. مطلب تہ انهيءَ دينڪ وهيءَ ۾ جيڪي بہ ڏيارام ڪي پڙهڻ، ڏسڻ، ٻڌڻ ۾، لکڻ جهڙو لڳندو هو، يا جيڪو بہ اُتساهہ، اُمنگ يا ويچار انهيءَ مان يا ڏيان مان اندر پيدا ٿيندو هئس، سو لکي ڇڏيندو هو. Young Builder جي ۱۹۲۹ع جي جنوري انڪ کان وٺي دينڪوهيءَ جا پڇاڙي تائين کان وٺي تڪر لکڻ بدران، تنهن سلسلي جي دينڪ وهين جي شروعات ڪئي ويئي آهي. اهو ٿيون سلسلو ۱۸ سيپٽمبر ۱۹۱۹ع کان شروع ٿو ٿئي ۽ اُن ۾ پهرين داخلا اها آهي، تہ مان پاڻيان ٿو تہ مان حاضران حضور جي حضوري ڪجهہ قدر پاڻ انيو ڪئي آهي. هن دنيا جي رنگ برنگي بت

خاني ۾ ايشور جي عجب قدرت آهي تہ جيڪي شيون زهر ٿيون اُپائين، اُهي اندر ئي اندر امرت بہ ٿيون اُپائين. هن دنيا ۾ سرڳ جو سواد بہ ڪڏهن ڪڏهن اسانکي ملي ٿو ۽ نرڳ جا نظارا بہ موجود آهن ۽ انهن ٻنهي جي وچ ۾ بي حد درجا پڻ موجود آهن. منهنجي آتما، مڪتيءَ جي چاهنا بہ ڇڏي ڏي، سڀ ڇڏي ڏي، سڀ انهيءَ هڪ تي رک، ڪرم ۾ بہ هن هڪ کي ڏس. اها بہ شايد سندس ليلا آهي. ڏيارام جي دينڪ وهين جي پڙهڻ مان معلوم ٿو ٿئي تہ هيءَ سندس ويچار ساگر آهي، انهيءَ ۾ جيڪي بہ هرروز ڪيس سجهي آيو يا جنهن بہ گهڻنا مٿس اثر ڪيو يا ويچار اتپن ڪيو، سو هو داخل ڪندو رهيو آهي. انهيءَ ويچار ساگر ۾ موتي ماڻڪ بہ مَئُو آهن ۽ رواجي ويچارن جي بہ وهڪ آهي. جيڪو بہ انهيءَ کي گهريءَ طرح صبر سان پڙهي ڏسندو تہ اُن کي جدا جدا ڳالهين بابت ڏيارام جا خيال معلوم ٿي سگهندا ۽ خبر پوندي تہ ڪيتري نہ ڏيارام ۾ ڀڳتي، ڌارمڪ اُتساهہ، جڳت هت لاءِ جوش، ڪشاده دلي، سوڪشيم درشتي، قدرت ۽ ڪاريگريءَ جي ڪتاب مان ڪاريگر ۽ قادر کي پسڻ، ڏني مان اڻ ڏني جو ويچار ڪرڻ ۽ انهيءَ سان هڪ ٿيڻ جي سدائين اڀلاشا موجود هئي، جيڪو اهي پڙهي ڏسندو سو موج ماڻيندو.

## چابڪ (من لاءِ) ۽ رهاڻ

ڏنو ائٿون تہ ٢٧ جولاءِ ١٩٢٣ع کان وٺي ڏيارام پنهجو آتمڪ انيڻ سنڌي شعر ۾ بہ هرروز لکندو رهيو ۽ انهيءَ آتمڪ وهيءَ جا پہ جلد پنهنجي جيئري چابڪ من لاءِ ۽ رهاڻ جي نالي سان ڇپائي چڪو ۽ باقي ٻيا بہ 3 جلد ڇپجي تيار ٿيا آهن. تخمينو آهي تہ ڪل ئي ست جلد ٿيندا. نالي جي هيئان لکيل آهي تہ اهي دينڪ داخلائون آهن ويچار، پرارٿنائون، ستوتر ۽ انيڻ، هڪ نماڻي جا. گرو گڙ صاحب

ڪي اربيل. لکيو اٿس تہ "چار ورهہ اڳي اصل پوري تاريخ ڏبي تہ ٢٧ جولاءِ ١٩٢٣ع کان.وٺي اوچتو ئي اوچتو مون تي اڇي گروءَ جي ٻاجهہ ٿي، سچ پچ مان اڇي بيتن ۾ چٽڪيس ۽ صبح جو جهنجهڪري ۾ ۽ ٻين وقتن تي بہ جيڪي بيت خود بخود اندر ۾ ايندا رهيا سي لکڻ شروع ڪيم. مان اوندهہ ۾ ئي پينسل سان لکندو ويندو هوس ۽ پوءِ ڏينهن جو اهي پڙهي صفا ڪري لکندو هوس. مون ۾ چٽڪ ڪا نئين آتما اچي ڪم ڪرڻ لڳي. اهي بيت ۽ گيت جڏهن ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ پڙهي ڏسندو هئس تہ مونکي ائين ڪين لڳندا هئا تہ اهي ڪي منهنجا لکيل آهن. مونکي گڙ صاحب لاءِ جو اتي پريم هو، تنهن مونکي اها ڏات ڏني ۽ مان تنهنڪري اوهانکي بہ عرض ڪندس تہ هاٽي هنديءَ ۾ جو گڙ صاحب موجود اٿوَ، ان مان مون وانگر ڪجهہ حصو پڙهندا رهو. مون تہ تمام گهڻا پيرا ڏٺو آهي تہ منهنجي مشڪلاتن جو جواب ان منجهان عجب طرح نڪري ايندو آهي." منهنجي گروءَ مونکي ڇا سيکاريو آهي؟ گروجن زور ڏنو آهي انهيءَ ڳالهہ تي، تہ مان هؤمئي يا اهنڪار پاڻ مان ڪڍي ڇڏيان. فرمايو اٿس تہ ڪنهنکي "برو نہ ڪوٿ". يوگ سوتر جيڪي مون گهريءَ طرح اڀياس ڪيا آهن ۽ جن جو ترجمو سنڌيءَ ۾ ڪيو اٿم، تن مون اڳيان اهنسا جو تمام اوچو آدرش رکيو آهي. پڻ ڀڳوان مون کي سيکاريو آهي، تہ مان پنهنجو ئي وارث آهيان ۽ جيڪڏهن سڀ ڪجهہ سمجهي سگهان تہ سڀ کي معاف ڪريان. تنهن ڪانپوءِ وري هوميوپٿيءَ جي اڀياس جو چٽڪ ايشور جي اتي تُجن جي اڀياس جي سلسلي ۾ هڪ اڳتي قدم آهي، تنهن مون کي "پاڻ بدلائڻ" جي راز سان سنمک ڪيو آهي. انهن مان خبر ٿي پويم تہ جڏهن ڪنهن خراب کان خراب زهر جو بہ سٿول، سوکشم ۽ ڪارڻ شرير جو ڊڪ لاهي ٿو ڇڏجي ۽ انهن جي بہ هڪ ڀاڱي هڪ لک ڀڙين واريءَ پٽيءَ تي پهچجي، تہ انهن جي آتما تائين پهچي ٿو سگهجي ۽ اتي سندس اندر جو امبرت آهي. اهي حقيقتون تنهنجو عجب اسرار ٿيون

ڏيڪارين، تنهن ڪري مونکي بہ پنهنجو آتمڪ جوهر ظاهر ڪرڻو آهي،
تہ مونکي بہ ٻاهريان پردا، سٿول، سوڪشم ۽ ڪارڻ شرير جا.هٽائي،
پنهنجي من کي ماري مهين ڪري، ڪجهہ نہ ٿي، پنهنجي جوهر جي
طاقت ظاهر ڪرڻي آهي. پاڻ بدلائي آتما جو پرڪاش ڪرڻو آهي."
اهو ڪرڻ لاءِ مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ مونکي شيوا ڪرڻ گهرجي ۽
ننڍو سورج ٿي شيوا ڪرڻ گهرجي ۽ سورجن جي سورج جو سدا ڏيان
ڌرڻ گهرجي، جيڪو منهنجي گروءَ جي معرفت مونکي هلائيندو رهيو
آهي.

مٿئين ترجمي ڪيل ٽڪري مان خبر پوندي تہ چابڪ (من لاءِ) ۽
رهاڻ جا ويچار، پرارٿنائون، ستوتر ۽ انيؤ ڪهڙيءَ طرح لکيا ويا ۽
ڪهڙن ويچارن پرنالين ۽ چڪرن جو اثر خاص طرح ڏيارام جي دل ۽
دماغ تي ٿيل هو. هيءَ شاهدي سندس پاڻ ئي بيان ڪيل آهي.
تنهنڪري سندس جيوت سمجهڻ لاءِ تمام پختي ۽ ڪمائتي آهي، تيئن
ئي ڏيارام جو آتمڪ چِٽر جن کي بہ چڱيءَ طرح سمجهڻو هجي تن کي
هن چابڪ ۽ رهاڻ کي وري وري ويچار سان پڙهڻ کپي تہ ڪين سندس
دل، دماغ ۽ حياتيءَ جي انيوَن جي وڏيڪ چڱيءَ طرح خبر پئجي
سگهندي.

ڏيارام کي هيءَ اندرئين الهام ۽ انيؤ کي سنڌي بيتن ۾ لکڻ جي
ڏات ٢٧ جولاءِ ١٩٢٣ع کان گروءَ بخشي. سندس ديهانت ٧ ڊسمبر
١٩٢٧ع جي ٿيو يعني ڪل ساڍا چار ورهہ هيءَ ڏات ڪانئس الهام ۽
انيؤ لکائيندي رهي. انهيءَ مان ٢٦ جولاءِ ١٩٢٦ع تائين لکيل ويچار،
پرارٿنائون، ستوتر انيؤ پنجن جلدن ۾ چابڪ (من لاءِ) ۽ رهاڻ جي نالي
ڇپجي چڪا آهن، يعني ٽن ورهين جون داخلائون ڇپيل روپ ۾ موجود
آهن.

هرهڪ جون داخلائون ستن ڀاڱن ۾ ورهايل آهن يعني ڪل ٢١
ڀاڱا ڇپجي چڪا آهن جن جا سرا جدا جدا ڏنل آهن. پهرئين ورهہ جا

ست ڀاڱا پهرئين جلد ۾ ڇپيل آهن ۽ ان ۾ 328 صفحا آهن. ٻئي ورهيہ جا ست ڀاڱا ٢٧ جولاءِ ١٩٢۴ع کان ٢٦ جولاءِ ١٩٢۵ع تائين. ٻئي جلد ۾ ڇپيل آهن ۽ منجهس ۴١٣ صفحا آهن يعني واڌيءَ جي وهڪ وڌندي ويئي. ٽئين ورهہ جي واڌي ٽن جلدن ۾ ڇپايل آهي ۽ ۵٢٨ صفحا ٿي والاري. انهيءَ کان اڳتي جي اڃا مونکي خبر نہ آهي. پهرئين جلد جي پرستاونا ۾ هيٺيان لفظ لکيل آهن جن مان ڏيارام جي انتر ڀاو جو ڪجهہ پتو پئجي ٿو سگهي:

"ستگرو تو ڪرائي هيءَ سيوا،
ارپي بہ توکي، هي الک ابيوا.
پرتي بہ توکي، پران پيارا،
سرن تنهنجي مان جيءَ جيارا.
مارينس بچائينس وستو آهي تنهنجي،
مون ۾ نہ سگهہ سقل ڪرڻ جي.
چرڻ تنهنجا شل سدا اُر ڌاريان،
امرت نام شل سدا اچاريان.
ڀارت ڪنڊ شل ٿئي پڇن ڪنڊ،
پوڄي سد هڪ اکال اکنڊ.
سنڌڙي بہ وني ان ۾ ڀاڱ،
ماڻي شال سد سچو سهاڳ."

هن پرستاونا مان سندس نماڻائي، ايشور ارپڻ، امرت نام اچارڻ لاءِ اتساهہ، اهي سڀ ظاهر آهن. ڇا آهي سندس سد ڀاوَ ڀارت لاءِ، ڇا حب سنڌڙيءَ لاءِ.

انهيءَ جلد جا جيڪي ست ڀاڱا آهن انهن جي نالن مان بہ سندس امنگ ۽ اِڇا جي خبر پوي ٿي. پهرئين ڀاڱي جو نالو آهي "ٻج مندر مان نج مندر" انهيءَ نالي مان ئي سندس ايشور ايڪتا لاءِ پرڀل اڇا ظاهر آهي، مطلب تہ هن نِورتي مارگہ جي ياتريءَ هاڻي وطن ڏانهن رخ رکيو

هو ۾ سموري ڪوشش انهيءَ ڏِس ڏانهن هئس. ڀاڱي ٻئي جو سرو آهي "نام جپڻ سان جيوتسنا، جهڙي چنڊ جي پاٽيءَ تي." انت ۾ لکيل آهي،

نام جپڻ سان پرڪا جوت، جدا جدا روپي.

ڀاڱي ٽئين جو سرو آهي "گڻ تا ورتن گٽن سان" ۾ پهرين داخلا آهي:

اندرين اک کڏهن پٽيندين، اندرين اک کڏهن پٽيندين؟

اندرينءَ اک بنا انڌارو.

اندرين اک نج گهر درشن، اندرين اک نج گهر پرشن

کڏهن تون پردا لاهيندين،

جيوتي سرمون کڏهن پائيندين؟

ڀاڱي چوٿين جو نالو رکيو اٿس " وراٽ درشتي". اُن جي منڍ ۾ پرارٿنا آهي استر شرڌا جي راس لاءِ ۾ آخر ۾ لکيل آهي:

لــــــذم لـــــڪــــــل، ڙي، لـــــذم لـــــڪـــــــل،

گــهــٽ گــهــٽ جــوت جــنــهــنــجــي نــرمــل.

لــــــذم لـــــڪــــــل، ڙي، لـــــذم لـــــڪـــــــل،

هــــاٽـــــي چـــــا ڪــــنـــــدو مـــــونـــــڪـــــي اجـــــل؟

هـــاٽــي چـــت مـــنـــهـــنـــجـــي آتـــي ســيـــتـــل،

هـــــــاٽــــــــي انـــــــيــــــــؤ بــــــــ اچــــــــل.

ڀاڱي پنجين جو نالو آهي "جيئَہ وڏو سانگ". منڍ ۾ داخلا آهي "سورج ينتر شرير ۾" ۾ انت ۾، "اڏياس اترڻ ۾ وراٽ درشتي"، جنهن مان ڪجھ وچن هيٺيان آهن:

انـــيـــڪ سُـــر، تـــون هـــڪ راڳـــي،

تـــون ســنـــســـاري، تـــون ويـــراڳـــي.

تـــون پـــاڻ پـــويـــن پـــنـــهـــنـــجـــي شـــرن،

تون پاڻ لڳين پنهنجي چرن.

پاڻ چاٽي تہ اهمتا ڪندن،

پاڻ چاٽي تہ تتڻ ٻندن.

اننت روپ اننت نام،

"ڀڳت جنان ڪي من بسرام."

ڀاڱو ڇهون ڪونيل آهي "گروءَ جي تصوير اندر ۾." اهو شروع ٿو ٿئي پرارٿنا سان "تار تارڻ هار"، "پنج ذات رچنا نواز"، "نام پنهنجو ڏي ڏاتار." آخر ۾ ڏنل آهي: "ستوتر، ستگرو تصوير جو".

منهنجا ستگرو پاتشاهہ، ڪهڙي ڪريان تنهنجي ساراه؟ تصوير تنهنجي نڪتي اندر، سوڀيا تنهن مان من مندر. شل ڪدي نہ تون وسرين، شل سڀ ۾ نظر پرين. شل وڏ نرمل ڪرين، شل جيءُ پاڻ سان جڙين. منهنجا ستگرو پاتشاهہ، ڪهڙي ڪريان تنهنجي ساراه.

ڀاڱين ستين جو نالو آهي انتر جوت درسن، پر انيءُ نہ پورو. منڊ ۾ آهي سندر گرواڻي ويچار. آکڻ اؤکا ساچا ناءُ، ڪنن من ڪي آٽڻ ٿاءِ،

ڪنن هردي پريم ڏارڻ، ڪنن تنهنجي نام اُچارڻ ۽ آخر ۾ لکيو اٿس، جنهن مان ڪجهہ بيت ڏجن ٿا:

اپديش ڏيڻ جو، مون نہ اڏڪار،

انيءُ نہ پورو گهٽ گهٽ نہ منتار.

شبد اناهت، نہ اجا مان سٽان،

انتر جوت درسن، پر پرپ نہ پسان.

دير ۾ درستي، ڪيس ڀاوي سو ڀلو،

ڪرپا ڪري پنهنجي ڪندو جنم سڦلو.

اپديش ڏيڻ جو، مون نہ اڏڪار،

پر اُديم اِتهاس بہ گروءَ جي ڪار.

مان هڪ واتهڙو، ڪريان واٽ بيان،

ستگروءَ مدد، جا ڏيان نيشان.
ساکشي پريان، تہ جيئرو جاڳندو .
ستگرو منهنجو، شرڌا پريم بندو.
ساکشي پريان، تہ عاشقي پنت ايڪ،
مجازي مذهب، جيتوڻيڪ انيڪ.
گرو گنڙ صاحب، جيڪي سيڪاريم،
اُپنشدن، مثنوي بہ پڙايم.
يورپي سنتن جو، بہ اهڙو ئي مت،
سار سڀ هڪڙو ۽ هڪڙو ئي تت.
شاهديون انيڪ، سائينءَ جي وحدت،
شاهديون انيڪ، پريم جي ڪرامت.
جيڪي هن داس ڪي، من مارڻ ڪم آيو،
سو پائرن شال ٿئي سجايو.

ڏيارام جي چت جي چٽسالي جنهن کي چڱيءَ طرح سمجهڻي هجي ان کي هيءُ چابڪ من لاءِ ۽ رهاڻ ڏيان سان سانت ۾ ايڪانت ۾ پڙهڻ گهرجي. سڄي عمر جي اڏيِين، ڏيان ۽ ابياس مان جيڪي سٺي ڪان سٺو هن کي هٿ آيو سو هن ۾ درج ڪيل آهي. آهي الهام، پر آهي سندس اندر جو آئينو، جو ٻين جي ڀلائيءَ لاءِ ٻيتن ۾ ظاهر ٿيل آهي. جيڪڏهن هن گيان روپي خزاني مان جدا جدا رتن ۽ ماڻڪ ۽ موتي جدا جدا ڳنڍي پوئي رکجن تہ جدا جدا قسمن جي ماڻهن ۽ جدا جدا عمر وارن شاگردن کي منجهانئس آنند ايندو.

يڪمشت نمونيءَ خروار. سندس پهرئين جلد جي پهرئين ڀاڱي کي کو وسترت جاچي ڏسي تہ خبر پونديس تہ منجهس 220 داخلائون آهن، پر اهي جدا جدا قسمن جون آهن. ڪيترا تہ آهن منجهس استوتر، اٽڪل ٣۴ ڪن، پر ڪهڙو نہ عجب رس! سندن نالا ئي ونجن تہ دل

ناريندڙ: سڀ تون ئي تون، ست سري اڪال، اڻ ڏٺو پريم، تنهن جون منرا اڏيوت، ڪير ڇئي توکي دور، ڏيان پيوت، سرؤ جو ڪير آڌار؟ واهه تنهنجي يگيه! نرگڻ مان سگڻ ٿي آئين، اڪال مان سڪال ويس ڌاريءِ، آد انت جو تو نئين آڌار، ڪير ڪري تنهنجي ذات جو بيان؟ بي رنگ مان بارنگ ٿئين، پاڻ ڪيئن التائين؟ وس ۾ امبرت ڪيئن ٿو ڏئين؟

٦٥- ٦٦-٦٧-٦٨ داخلائن ۾ ائين پيو ڏسڻ ۾ اچي ته ڇڻڪ پنهنجي آتم انيؤ پيو لکي، پنهنجي رام ڪهاڻي پيو ٻڌائي. اهي داخلائون هيٺ ڏجن ٿيون:

(65)

تنهن جي نام تان ٿيان قرباني،
سهڻا انوپ اگوچر جاني،
جا لوڪ چون تنهنجي نا مهرباني،
سا مون پسي سچي مهرباني.
لوڪ چون مون پت گوائي،
پت ويل جي تو پئج رکائي.
پت وڃڻ سان سمجهه من آئي،
نڪري ويئي بدنام بدلائي.
شترن جي دوستي تو ائين بتائي،
دور ٿئي سڀ تات پرائي.

(66)

سوتڪ اکين ڪان هڪ هو آجو،
پر نيث ٿيو ايمان جو ڪاچو.
ايمان آيس ته مان اڪامي،
ڪام نهوڙئس آيس بدنامي.
بدنامي ڪئس سچو اڪامي،

هؤمِيءَ نواري، تون ٽيئڙس حامي.

(67)

ڪروڙ اگن ڪان هڪ هو آجو،
پر نيٺ ٿيو ايمان جو ڪاچو.
ايمان آيس تہ مان اڪروڙي،
ڪروڙ پتوڙيس، ڇهتيس لوڙي.
بدناميءَ ڪئس سچو اڪروڙي
هؤمِيءَ نواري تون ٽيئڙس سنڀوڙي.

(68)

جي ڪيرائن سي چڙهائن،
جي مارين سي جئارن.
ڪيميا تنهن جي سو پڇاڻي،
جو هؤ مِيءَ جو رت ڇاڻي.
درويشي آهي دوست جو روپ،
وڪ آهي امرت انوپ.
تنهنجا پيارا سمجهن ڏڪَ ڪَلَ،
دڪ انهن لِيءَ ناهہ خلل.

ٻين ستوترن جا سرا ڏسجن تہ ايڪهہ آپ انيڪهہ ڀات، ڀہ ڀر، مورت سڦل تنهنجي پيارا، ڪثرت ۾ وحدت، سرشٽي، سچ ۾ اٿو وغيره. انهن مان ڪيترن ۾ اهڙو اونهو گيان ڀريل آهي جو ساڌارن ماڻهو تہ ڇڏ ڀر ڪي خاص ودوان بہ سمجهي نہ سگهن، جيئن تہ 124 ستوتر آهي ڳٽت وديا جي مهما تي. انهيءَ ۾ ڳٽت جا جيڪي روپ، ڀاڱ ۽ وڏيون ڏنيون اٿس سي تہ ڪي جن ايم.اي تائين ڳٽت پڙهي هجي سي سمجهن. مشڪل مشڪل انگريزي لفظن جي برابر سنسڪرت شبد ۽ هندي شبد ڏنا اٿس، جنهن مان خبر ٿي پوي تہ ڳٽت جي ڪيتري نہ گهري خبر ڪيس هئي. ٻن ٻولن ۾ ئي سچ چيو

اتس:

ڳوڙهو ڀاري تنهنجو ڳڻت شاستر،
ورلي ڪو انهيءَ وديا جو پاتر.

جڏهن مان يونيورسٽي لائبرري ۾ لائبريرين هئس، تڏهن ڳڻت جي اصولن جا ڳوڙهي کان ڳوڙها ڪتاب ڏيارام گهرائيندو هو. ايترو سندس شوق هو ڳڻت سان ۽ اهڙو ئي وگيان سان، جيئن هيٺ ڏسنداسون. وري ١٤٨ داخلا واري ستوتر ڪي ڪٽي پڙهجي ته ڪيئن دوست ۽ دشمن، پاپ ۽ پچ، دئوي ۽ آدري سمپد، سرگ نرگ جي پروليءَ جي خبر پئجو وڃي ته سيني ۾ هڪ ئي ايشور نظر ٿو اچيس. پر عجب ۾ عجب ته آهي سندس آرتي گارين جي ١٧٤ داخلا. انهيءَ ۾ پنهنجي پريتم کي، چورو، نگرو، ٺڳ ۽ ظالم ڪونيو اتس ۽ لکيو اتس ڪري آرتي گارين جي هاٿي ڪريان ٿو ننڊ. من ننڊ ۾ ڪو درسن ڏين، سد بيدار، اکنڊ، اپنڊ. ڪيئن نه پنهنجي رام سان انگل ٿو ڪَري! واه، ڏيارام واه!

جيڪي پرارٿنائن جو شوق رکندا هجن تن کي وري جيڪڏهن پرارٿنائن جون داخلائون جدا ڪنيون ڪري ڏجن ته تمام آنند ايندو. اندر لاءِ تمام اتم اشارا ڏنل آهن ۽ سچيون پرارٿنائون نام دان لاءِ، پرگهٽ ٿيڻ لاءِ، امرت پيارڻ، واڳون وارڻ لاءِ، سچيون پرارٿنائون ڏنل آهن پت رکڻ لاءِ، پنجن دشمنن کي مارڻ لاءِ، دوجا ڀاؤ نوارڻ لاءِ. ڪهڙا نه امولڪ وچن! بي شڪر نه ٿيان. جڏهن دک جي چپاٽ لڳيم. سائين نه وساريان جڏهن اِچا ابتر ڪجهه ٿئيم. يا ته جتي چوي ٿو:

انڌ ڏنڌ مان ڪيڏي ڪر يار، منهنجي جيوت طلب نواز. پرارٿنائون به ٢٦ کن آهن، ڪي سڀ ڪوڙ، جوت جڳاءِ، سيڪار مونکي، ڏي ڏات نروان. ڪنهن کي اتم پرارٿنائون سڪٽيون هجن ته اهي پڙهي ڏسي سنت ڏيارام جون پرارٿنائون چابڪ ۽ رهاڻ ۾. نه فقط ڀڳتي ڀاو وارن لاءِ سندر ستوتر ۽ پريم پريون پرارٿنائون موجود آهن، پر ويچار وان

ودوائن لاءِ بہ تمام سنو مانسڪ پوڄن موجود آهي. ڌارمڪ ويچار وانن لاءِ، گرواٽيءَ مان اتپن تيل ويچار. ويگيانڪ درشٽيءَ وارن لاءِ آهن وگناني ويچار ۽ اتهاسڪ ويچار.

گرواٽيءَ سان ديوان ڏيارام جو اتينت پيار هو. هي ڪتاب سمورا گرو گڙ صاحب کي ارپيل آهن. داخلا نمبر 72 مان ڏيارام جي شرڌا معلوم پوي ٿي. لکيو اٿس:

گڙ صاحب هن وقت ۾ گرو،
گڙ صاحب ساڌ سنگت ڌِرو.
گڙ صاحب ۾ آهي اُها ڪنجي،
جا ڏئي ٿي سڀ اڌياتمڪ پنجي.
منٽي نماٽي منوهر پريمي واٽي،
رس، گيان، ڌيان جي راٽي.
وَس هن داس جي هردي ۾،
پار ڏيئو شبد جو اندر ۾.

پهرئين ڀاڱي ۾ اٽڪل ٣٠ داخلائون گرواٽيءَ جون اچن ٿيون. سندن سرن مان ڪجهہ قدر خبر پوندي پوميون پومڪائون، نانتو ۾ ايڪتو، پرتيينت جو ڪوٽ جيتڻ، ڪچا ۽ پڪا. گرمت ڪانسواءِ اونده، آتم شڪتي، آتما ۽ پرماتما. قدرت، دنيا دورنگي، اتم نيچ، ٻن بوجهي سڀ متيا پئي، سهاڳ ۽ ڀاڳ، اگن، ٻن قسمن جو پاپ ۽ تپ، ايڪتا. هومِيءَ، مهارس اڌڪار. گيان. جنهن لاءِ چيل آهي:

پوڄن گيان مها رس مينا،
جن چاکيا تن درسن ڏينا.

انهن ۾ ڪيترو وگيان ۽ انيؤ پريل آهي ۽ ڪهڙي نہ سٽي راه ڏيکاريل آهي، تنهن جو تخمينو ڪجهہ داخلائن پڙهڻ مان پئجي سگهندو، جيئن تہ داخلا ٤٠ جنهن ۾ يوگ شاستر موجب درجا ڏيکاريل آهن يا ١٤٩ آدتي ۽ دتي، جتي هومِيءَ جو عجب رنگ ڏيکاريل

آهي، يا۴۱۴ داخلا ٻج شڪتين بابت جن مان ٽئي سارو وڪاس. جيڪڏهن گرواٽي پريمين لاءِ اهي گرواٽيءَ مان اُتپن ٿيل ويچار ڪنا ڪري رکجن تہ تمام آنند اچين. تيئن ئي شاگردن لاءِ وگيان جا عام ڪتاب پڙهائڻ بدران جيڪڏهن وگيان ويچار وارا شعر ڪنا ڪري ڇپائجن تہ تمام سنيءَ طرح سنسار جي اڏيت شڪتين جي خبر پئجي سگهندي. وگيان جون اتڪل ٣٦ داخلائون آهن ۽ اُنهن منجهہ اڄڪلهہ جي اولهندي وگيان جون حيرت انگيز ڪوجنائون ۽ خبرون بيتن ۾ پوتل آهن، جيئن انهيءَ سچ جي ٻندار ڪي ڏسي بہ پڙهندڙ سچي سائينءَ تائين پهچي سگهن. عام طرح چوندا آهن تہ سائنس يا وگيان ماڻهوءَ کي ناستڪ بڻائي ٿو، پر ڏيارام جي درشنيءَ ۾ وگيان نہ فقط ايشور ڏانهن رجوع ڪرڻ جو سڀ ڪان سنو ساڌن آهي، پر وگيان جي رستي ڏيارام ويدانت تائين بہ ٿو پهچائڻ گهري. داخلائن جي نالن مان خبر ٿي پوي تہ نہ فقط ڀوتڪ، رسائنڪ، جيون شاستر، پر من وگيان ۽ آتم گيان جون ڳالهيون بہ ڏيارام درج ڪيون آهن. جيئن تہ ڪجهہ داخلائون آهن اديت اٿو، جوت جو ويگ، وديت ۽ چنبڪ، پريم شڪتي، ترورا ۽ آواز، کهڙو ڏاڍو پايان ڏيان لاءِ، سرشٽي ۾ گڙتو آهي آڪرشڻ.

هڪ داسي تنهن جي گڙتو آ ڪرشڻ

سڀ ڪم ڪري اڻ ڏٺي پورن.

ڇايا، موترگتي، ٻوچ، مڪ، آڪاش، هم يگ، (برفن جو زمانو) انش، اتڪرانتي، ابابيل، نيل ندي، ڌرتي ڪمپ، وستو، ٻل ۽ شڪتي، پتڪڙا جيوڙا، جيوڙن وشيءِ، ڊاهڻ ۽ ناهڻ، اٿو، سرشٽي، موتيءَ جي اُتپتي، واسنائون ۽ ڪامنائون، نئَين من وديا، گرمڪ ٿيڻ.

اَهم ڪيندري نہ ٿيءُ، ڪڏهن جي اِڇين پنهنجو اُڌار.

ٿيءُ تون پرپ ڪيندري، سچي سان ٿيءُ سچار.

ٿيءُ پنگت ڪيندري، لوڪ هت جو ڪر تون ڏيان.

معلوم ٿيندو تہ ڪيترو نہ گيان جو ٻندار ڏيارام سنڌيءَ ٻوليءَ ۾

موجود ڪيو آهي. وگيان وشيءِ تي سنڌيءَ ۾ ٻي ڪا اهڙي ڪوتا ڪيل مشڪل ملندي. اسڪولن ۾ سرشتي سکيا لاءِ هي وگيان ويچار واريون داخلائون جدا جدا ڇپائجن ته تمام فائدي واريون ثابت ٿينديون ۽ پڙهندڙن ۾ ويگيانڪ ۽ ڌارمڪ درشٽي پئي اُتپن ڪنديون.

وري اهڙائي اُتم آهن اتهاسڪ ويچار. پهرئين جلد جي پهرئين ڀاڱي ۾ ڪل ٿي داخلائون اتهاسڪ ويچارن جون آهن، پر اُهي به تمام ڏاڍي ويچار جي گهرائي ڏيکارين ٿيون. پهرين داخلا آهي ١٠١ ڪروڙ جي پراجيءِ نه ڪروڙ سان، يعني تواريخ جو سبق آهي ته جنگ، جنگ سان نه هٽائي سگهبي.

ٻي داخلا آهي ١٠٥، جنهن ۾ ڏيکاريل آهي ته درڪار، دشمن، دک، ٿي موٽا گرو منڪ. يعني گهرج، ويري ۽ تڪليفون اهي سڀ اسان کي وڪاس لاءِ موڪليل آهن، جي اهي نه هجن ها ته ماڻهو هوند سڌري ڪين سگهي ها.

اُنهن گرن جو هٿ ٿئي نه پالهو.
جيستائين ماڻهو منمڪ، مد، متوالو.
اهي سيکارين هڪ حاضران حضور،
جن رکيو پاڻ ستگروءَ کان دور.
اهي سيکارين آتم تت ويچار،
اهي سيکارين سنسار جو سار.
۽ ٽين داخلا آهي ١٧٦ ۽ سندس سرو آهي:
جن غلام ڪيا، سي غلام ٿيا،
تن ظلم سٺا، جن ظلم ڪيا.
اتهاس جي هيءَ شاهدي - دل هنداءِ کر نه بدي.

پڳتي ڀاوَ وارن لاءِ ستوتر ۽ پرارٿنائون، ويچار وانن لاءِ گرواٽي ويچار، وگيان ويچار ۽ اتهاس ويچار، فقط اهي داخلائون چابڪ ۽ رهاڻ

۾ موجود نہ آهن، انهن ڪانسواءِ انيؤ پريمين ۽ سڪيا پريمين لاءِ ڏيارام پنهنجا سنسارڪ ۽ آتمڪ انيؤ ۽ سڌيءَ طرح سڪيا جون داخلائون بہ ڪيون آهن، ڪن يوگين لاءِ اهي تمام ڪمائتيون آهن، گرمکن لاءِ اهي اندر جو پٽ ٽيون ڏيڪارين. پهرئين جلد جي پهرئين ڀاڱي ۾ ٣٣ داخلائون اهڙيون آهن جي انيؤ جي خاني ۾ داخل ٿيون ڪري سگهجن، جيئن تہ سندس اُتم انيؤ آهي.

جا لوڪ چون تنهنجي نامهرباني،
سا مون پسي سچي مهرباني.
درويشي آهن دوست جو روپ،
دک آهي امرت انوپ.

پنج ڀوت، ڀوت پريت، مايا، ديو، ٿي اڪ من اڪ ڀاءُ، مايا جو منتر، هڪ ترويٽي، ديا، دعا ۽ دوا، خودياريءَ مان داياوري، نہ ٿيءُ ڀاڻ سان ڪوڙو، اتم گيان وان ڪير؟ ڌيان ۽ ڌن، بندو ۽ ساگر، دک جي ڪيميا، ڪلون ۽ ڪلايون، منهنجو ڪرم ۽ تنهنجو ڪرم، جيوت ڌاران نہ ڌرم نہ ڪرم، اڪل جون ڪلون، جڳت سپنو، سک دک، خوشي رنج، بہ روپ ايشور جا، اوزار ٻڌ جو، سرن پوڻ، آتم درشي، سو سم درشي، مايا، آتم گهاتي، درلڀ، شرڌا، ٻڙي. انهن مان پوين ٻن مان ڪجهہ وچن مثال طور ڏجن ٿا. دليل ڊوڙائڻ سان ڪنهن بہ انت لڌو. شرڌا انينت ضروري، جي شرڌا پونجي ثابت، تہ سات ملامت، پونجي لاڀ بہ ڪروڙي. پنڊت پلي دليل ڊوڙائن، مان تہ ٻالڪڙو پرڀ پرائن، عقل طوفانن ۾ ٿين گهٽا غلطان مون ٻالڪ لاءِ آهي شرڌاومان.

لکي آيا آهيون تہ ڏيارام جو تخلص هو ٻڙي. تنهنڪري ٻڙيءَ جو مطلب جو خود لکيو اٿس سو جاچڻ ضرور آهي:

ٻڙيءَ جي قيمت ڪُهي گٺت وديا،

تڇ انــگ كـــري انـــــت امـــيـــا.
هـــؤمِـــيءِ مـــارڻ آهـــي پـــڙي تـــيـــڻ،
هـــؤمِـــيءِ مـــارڻ آهـــي انـــنـــت تـــيـــڻ.
يعني مري جيءُ، ڪجهہ نہ ٿيءُ، تہ سيڪجهہ ٿئين.

هاڻي اچو تہ سندس سڀ ڪان سنيون داخلائون سالڪيءَ لاءِ جاچيون. اهي آهن سڪيا سنبنڌي داخلائون جتي سنوان سڌا امر ٿو ڪم آڻي ۽ پاڻ ڪي بہ ۽ ٻين ڪي بہ سڪيا ٿو ڏئي. اهڙيون بہ ۴۵ ڪن داخلائون جلد ٻهرئين جي ٻهرئين ڀاڱي ۾ آهن. انهن جو بہ جدا سنگره، ڪن خاص قسم جي منورتي وارن ماڻهن لاءِ تمام ڪمائتو ٿيندو. منجهن عجيب پربوڌ آهن جيئن نالن پڙهڻ مان ئي معلوم ٿيندو:

آسا ۾ نراس ره، خودياريءَ مان خدايـاوري، نہ ٿيءُ پاڻ سان ڪوڙو، سنچت ڪرم، قل اِچا ۽ اهمت ڇڏ، نيتر سڌار ۽ انڌ نوار، اندر ۾ ڏس ڏٺي، پير ڪان ويساهہ وڏو، ٿيءُ پهلوان، ٿيءُ پرواڻ، ٿيءُ سجاڳ، عضوا گهٽا پر ايڪ ساهہ، ويراڳ، حيوان اندر ۾. پهريون ڏاڪو اٿئي سڪرت، مر مر جيئي، زهر ۾ دارون، ڏهاڳ ۽ سهاڳ، جهڙي پريت تهڙي ريت، پاپ ۽ اگيان، انت نہ پاتو ڪنهن بہ، سخت پريڪشائون، هڪ نہ وسار، واجهاءِ درسن لاءِ، ڪرڪڻ ڪنجهڻ، مورک يار، سچو پاڻ سچو ڏاتار، من روڪ، ياد ڪر ري بار بار.

اهڙيءَ طرح ٽن ورهين جا ايڪويهہ ڀاڱا ۽ هڪ هڪ ڀاڱي ۾ ست قسمن جي سامگري پريل آهي، ڀڳتي ڀاؤ وارن لاءِ ستوتر ۽ پرارٿنائون، گيان پريمين لاءِ گرواڻي ويچار، وگيان ويچار، اتهاس ويچار ۽ ڪرم مارگ وارن لاءِ انيؤ ۽ سڪيا.

هڪ هڪ ورهہ جي جلد لاءِ وري پرستاونا پڙهڻ مان ڪجهہ ليکڪ جو مول مطلب سمجهہ ۾ اچي ٿو ۽ سندس اندرين منشا جي سڌ پوي ٿي. ٻئي جلد جي پرستاونا پڙهڻ سان چابڪ لفظ جي مطلب جي خبر ٿي پوي. لکيو اٿس.

چپي چپي، هڻ من کي چابڪ،
تن وِڻ مشڪل رهڻ صادق.
جنمن جا پاري وڪار پلوان،
نهوڙي ويندءِ، نہ رهين ساوڌان.
پريڪشائن ۾، جو فتح مند،
سو وڏو ڀاڳي، سوئي ارجمند.
رام نام جو ڪره بيچار،
سي ڏنونت گني سنسار.
٢ - ڪاٺيون ڪوتيم گهٽيون گهٽيون،
ڪاٺيون عاشقن پڪتن ٽٽيون.
رجايم ڪڇ، جيڪي لڌم،
مان نہ اتم، مان تہ اڌم.
٣ـ اگر نہ مليم جي ديهہ ڇڏڻ تي،
ملندم تڏهن جن کي ڏيائيم.
اشارا جن جا تيا سقلا،
خيال جن جا سمرت آئيم.
هت سنگ جن جو، دل جنين سان،
موت پڇاڻان تن سماگم.
ست سنگين نالا لکيم هن لِيءِ،
پائر پڙهي ڳولن پرماتم.
يقينو منکي، انيؤ گهٽو،
غائب پرگهٽ، دور نزديڪ.
روح ورتن ائين پين جي روحن،
ڏاهن جي وات ثابت نيڪ.

ملاقات تن هاڻي ادرشت،
آهن چڻ مور اشرير:.
پرچاڻ بنا هن داس جي،
واپرن قلم مشڪ حرير.
۴. جاڳرت نند جو هيءُ جهان،
جيئن ماتا پيٽ نند استان.
موت در ڪولي ڪندم سجان،
ڏسندس جيوت انوسنڌان.
هت منهنجا سنگي لهندم سار،
ياد ڪرائيندا پريو پيار.
۵. شل هي پستڪ ٿي ست سنگ،
اهڙو سنگ جنهن ۾ ڪونہ پنگ.
پرڀ سان لارائي رنگ،
سچي عشق جو شل ٿي چنگ.
آتم وديا جو شل ٿي انگ،
ڪڍي سڀ تعصب زنگ.
نوازي مذهبي جنگ،
دل ڪنهنجي نہ ڪري تنگ:
پيدا ڪر استر اُمنگ.
دنيا نشو لڳي سڪيو،
پرڀ حاضر سمجهڻ ڏکيو.
٦. شڪرانا هر گروءَ جا، پيو سال خير سان پورو.
شڪرانا هر گروءَ جا، نہ اجايو نسورو.
شڪرانا هر گروءَ جا، جنهن روز لڪارايو.
شڪرانا هر گروءَ جا، جنهن روز ڏيارايو.

شڪرانا هر گروهَ جا، جنهن تندرست رکيو.
شڪرانا هر گروهَ جا، جنهن پرايو هي بکيو.
شڪرانا هر گروهَ جا، جنهن ڪار ڪمارائي.
شڪرانا هر گروهَ جا، جنهن سڪيا چمارائي.
٧ ـ اوَر ناهين ري ڪوئي، آن ناهي ناهي ري.
سروَ وياپڪ سائين، نہ ساين ڪان بہ پري.
آفتاب لا مڪاني، جلوو تنهنجو بيڪران.
آفتاب لا مڪاني ، سچا صاحب قرآن.
جسم سيني عالمن، انتر جسم تنهنجي جان.
آستان توشهہ راستي، سر نمايان پڳوان.
پردي پاهر پاچا پاچا، پردي پاهر پڻ پرلاءُ.
پردي اندر عشق نظارا، پردي اندر عشق صداءُ.

ڏيارام کي ايشور هرهنڌ نظر پيو ايندو هو ۽ عجيب هئي سندس حب الوطني! پرستاونا ۾ سنڌ کي هن طرح آسيس ڏني اٿائين:

٨ ـ سنڌ غريبڙيءَ ۾ ستگرو،
ڏياريءَ پنهنجيءَ جو ڏيئو پارج.
سنڌ غريبڙيءَ ۾ ستگرو،
مٺائيءَ پنهنجيءَ جو، ياڳ ورهائج.
سنڌ غريبڙيءَ ۾ ستگرو،
يڪتيءَ سچيءَ جو پايو پارج
تارڻ هار، ديال، ستگرو،
سهرد شرڌالو، پراپڪاري تارج.

ياڳي ٩جي پنجاهينءَ داخلا ۾ سنڌڙي بابت خوب پنهنجا اُمنگ ظاهر ڪيا اٿس.

جلد ٻئي جا ٻہ ست ياڳا آهن، پهرئين جو نالو آهي ائڪيہ مندر جي

ضروري پوڙي، مستقيم يقينو مطلق ۾. اُن جي منڍ ۾ سندر پرارٿنا آهي:

نئون سال اُديم جو، پريو پيارا،
ڪج برهم گياني، ڪرتا ڏاتارا.
جي توکي چاڻن سي پراُپڪاري،
جي توکي چاڻن سي آگياڪاري.
جي توکي چاڻن تن نرمل جڳت،
جي توکي چاڻن تن نرمل منت.
ڏي اهڙي چاڻ پر پو سنيهي،
اُجار ڪارڻ، سوڪم، ديهي.
ڏي اروگيہ ستول سرير،
من ٻڌ پر سچيءَ اُڪير.

ٻئي ڀاڱي جو نالو "سهيلي پريم جوت"، ۽ منڍ ۾ سندر پرارٿنائون، پرنام سان من ۾ انت ۾ وچن آهن:

ڪهڙي نہ سهيلي جوت، ڏني تو اڄ پران پتي.
ڏنيہ ڏنيہ تون ڪنت پيارا،
بخشيندين نيت سنجوگ ستي.

ڀاڱي ٽئين جو نالو رکيو اٿس "اوڙاه"، منڍ ۾ آهي سندر پرارٿنا:

هي حبيب هي قريب،
سيڪار مونکي عاشقن جي ٻولي.
من ائين رتل ٿئي،
منهنجي سوڪيم ديهہ جي چولي.
سيڪار سائين محبت،
جنهن جو، پيارا، تون ئي لائق.
بخش مونکي سا غنيمت،

جا رڪيم تنهنجي درسن شايق.
پڇاڙيءَ ۾ لکيو اٿس:
چابڪن جو نيٺ ٿئَڙو اثر،
داس هڪ ڪڻ اوڙاه ميسر.

چوٿين ڀاڱي جو نالو آهي ”سوريہ درشن“، منڍ ۾ آهي سهڻو پربوڌ. سمجهہ پاڻ کي نيچ کان نيچ.

ڏس سڀ ۾ هڪ سائين،
ڪر تنهنکي پنهنجي ارداس.
اُهو نيٺ اونائيندو، رهہ تون سڀ جو داس.
نيچ کان نيچ ملي اوچ کان اوچ،
اهڙي سگهہ آهہ اهمتا جي کوچ.
سمندر نہ پوڙي غريب پوچ.
ءِ انت ۾، انتر سوريہ، جي انيؤ بابت کوتا آهي،
هڪ پچيڪ ٿيو ڪڻ بي هوش.
اَمرت ويلا، ورتئُن نروڌ.
انتر پِرن وِچ سوريہ پرڪاش،
بي هوشيءَ مان، جڏهن سجاڳ.
اهڙو پرڪاش، اگ ڪڏهن نہ ڏنل،
ڪڙيو سج هيڪر، وري جلد پهر.
پوءِ پرن وچ، ساڌارن حالت،
پر جوت وڪاس، ڪيئن ڪِڻ بہ استت
انتر جي نہ سج، تہ ڪيئن پرگهٽ،
کهڙي بہ شرير نياري حالت.

پنجين ڀاڱي جو نالو رکيو اٿس، سيتل نهچل جوت انوپ ءِ منڍ ۾ ئي سرووياپڪ سيتل نهچل جوت بابت بيت لکيا اٿس:

آدتيہ ورنا، تيج سُپرنا،

تون ساگر جوت، اسين تہ جهرنا،
ڪرمن پرماڻ اچن آورتا،
من بادلن مان بہ درسن ڪرتا.
جيوت، وديا، لِيءِ اناتم اگيان:
آباد ٿيندو نيٺ بيابان.
تعليم سا شڌ جا ڏي پتجاءُ،
حاضران حضور تون سڀ جاءِ.

انت ۾ لکيو اٿس تہ "آديسي تسيءِ آديس، آد، انيل، اناد، اناهت، جڳ جڳ ايڪو ويس."

ڇهين ياڱي جو نالو آهي "انتر سمشت جو پتيجاءُ". منڍ ۾ ايشور ڪي استاد سان مشابهت ڏنل آهي:

استاد وديا وان نيڪ خصلت،
شاگردن پنهنجن ۾ وجهي طاقت.
تيئن، پرڀو دياوان، نيڪ مصلحت،
پنهنجي ٻچن کي ڏي تقويت.

۽ انت ۾ سمشت کي سمبوڌن ڪري ان جي سرن ورتي اٿس.
پر تصور کان اعليٰ، سرو حد ن کان اعليٰ.
سمشت کان گهڻ ايڪتا. هرهڪ ويڪتي سمشتتا.
سمشت اناد انت. نرمل سدا تنهنجو منت.
سمشت هست ۽ سار، سمشت سدا نمسڪار.
تنهنجو اج پتجاءُ انتر، جڏهن ياري طوفان ٻاهر.
هن ڇابڪن لاءِ وري لکيو اٿس:
نند ۾ ڏنائين خيال، جن جهڙا نہ اچن حال.
قلم پيارا تنهنجي هٿ، تون ئي آهين منهنجي وَٽ.
سڀ تو مان ئي مولود، سڀ توکان ئي پالود.
جلوو تنهنجو اج آيو، هڪ ڪڻ جنهن آپ متايو.

شال اهڙيون ڪٿون وڏن، شال ٿـتـن سـڀ پـنـڌن.

ستين ڀاڱي جو نالو رکيل آهي ”اوَر ناهي ري ڪوئي.“ منڍ ۾ الهام بابت ڪوتا لکي اٿس ۽ لکيو اٿس تہ ڪيس انگريزي شاعر ڪئڊمن وانگر الهام آيو آهي.

ڳائڻ وائڻ ڪان جو پچندو هو،
تـنـهـنـجـي مـلـيـو الـهـام.
انـگـريـزي شـاعـر، پـهـريـون ٿـيـو،
ڏڻ سـنـيـال جـنـهـن ڪـام.
حـڪـم ٿـي، هـڪ رات سپني ۾،
ڏج نـه، هـر گـڻ ڳـاءِ.
اڇي ڪنوڻ ڪنوي، سندس من ۾،
ڏات تـنـهـنـجـي هَـرِراءِ.
ڇهين صديءَ ۾ سنت پرگهٽيو،
ڏنـار تـي ٿـي ڪـرپـا.
مو مسڪين تي بہ، تو ڪرپاڪئي،
ديـال مـاتـا بـاپـا.

۽ آخر ۾ بيت آهن، جن جو سرو آهي ”اوَر ناهي ري ڪوئي.“

انـدريـن آڪـاش، اڏنـد ڪـتـولـي،
چڙهي وري لهي، پتا ڪر سا اڏولي.
بن ورهين جو بالڪ بولي ماتا سان،
تـيـئـن مـان تـوسـان بـولـيـان.
پتـا مـاتـا منهنجا، سدا ڪرپالو،
هـردي دريـون ڪـولـيـان.
جـو تُـڏُ پـاويءِ سـو پـروانـا،
سـوک سَـهَـجُ مَـنِ سـوئـي،
ڪـرڻ ڪـارڻ سـمـرٿ اپـارا،
اوَر نـاهـي ري ڪـوئـي.

ڏسبو تہ ٻئي سال جي چابڪن ۾ ڀڳتي ڀاوَ پرڌان آهي ۽ انتر جوت جو پرڪاش وڌيل آهي.

هاڻي جاچيون ڪجهہ احوال ٽئين سال جي چابڪن جو. پرستاونا مان وري بہ ساڳيو سر پيو اَلاپجي. سڪيو اٿس:

ڏنار ٻچڙي، ديـن وانـگي، شاخـون پـن گڏ ڪيـم،
ڏاتـار، ديا ڪـندو آيـو. سـاڪـشي ديا، وري پَـريم.
٢ـ سنڌڙيءَ شل سڌ پوي، ڪهڙا نہ وڏا جهان علم،
مات ٿـي منجهس تعصب، مٿن سڀ سندس پرم.
٣ـ مــون مـســڪـين جــو ســيــن ڪــي عــرض،
جــهـــان ســـمـــجـــهـــڻ، اســـانــجـــو فـــرض:
تــنــهــن ســمــجــهـہ لاءِ ڪــيــم مــحــنــتــون،
شـــل پـــائـــرن، ٿـــين ڪـــمـــائـــتـــيـــون.

هن مان صاف آهي تہ ڪيئن ڏيارام اندرئين ۽ ٻاهرئين گيان جو جيڪو پنڌار ڪنو ڪيو سو چابڪن جي وسيلي، پنهنجي ٻاهريان وچڙيلن، پر اندر ۾ ياد رهندڙ، پائرن لاءِ پئي هر روز لکيو.

وگنان جا عجب، ويدانت جا عجب، جهان سمجهڻ ۽ جيو آتما ۽ پرماتما سمجهڻ، اها هئي سندس ڪوشش ۽ انجو نتيجو هو چابڪ. جيڪي موتي هٿ لڳا هئس سي ٻين کي پهچائڻ جي ڪوشش ڪيائين. شل ان مان سڀيئي لاڀ وٺن، وت ۽ وقت آهر. ٽئين سال جي پهرئين پاڱي جو نالو رکيل آهي "جي تيور ڏيان، تہ تيوَر جيوتي." منڍ ۾ پرارٿنا آهي:

سـنـيـم ڪـر سـد آنـنـد، سـنـيـم ڪـر سـد آنـنـد.
سـنـيـم ڪـر پـرمـانـنـد، سـنـيـم ڪـر سـد اڪـنـد.
اوُر ڪـــو نـــاهـــي ري، اوَر ڪـــو نـــاهـــي ري.
تـــو ۾ بـــہ تـــيـــج ري، جـــو ڪـــنـــهـــن ڪـــان نـــہ پـــري.

تيجسوي تيجسوي، جو سڀ آباد ڪري.

۽ انت ۾ جيڪي اشارا ڏنل آهن تن مان هڪڙو آهي.

امرت ويلا ايڪانت شانت، امرت ويل رَتَن سان راڄ.
راڄ راڄ رتن سان، جيئڙا، گر پرساد، پائين ساڄ.
تيوَر ويراڳ وڏي ڪيميا، لائي سا پريمي ڏيان.
اننت، نرنجن، جوت سروپ.
ڏيندءِ نيت پرتئڪش گيان.
ڏيان ڌريان، پرگهٽ ٿئي جوت.
ستگرو، گهٽ گهٽ ڪر، تنهنجي اوت پوت.

ٻئي ڀاڱي جو نالو آهي ”وروڏن هوندي ٻه ايڪو.“ منجهس ۾ آهي مذر اوت پوت جي ساراهه.

پاهر پساه جو اسين ڪيون ٿا،
تنهنجو اثر آهه بلڪل زهري.
نباتي عالم، سچ جوت مدد سان،
بنائي سو اناجي شڪري.
مايا جي وک مان، اناتم جي وک مان،
آتما ڪدي، ايئين، جيوت جوت.
جيئـ، ڏياءِ گر منتر پوتر،
تو ۾ ٻـ ٿيندي مَذُر اوت پوت.

۽ پوئين بيت جو سرو آهي، ”وروڏن هوندي ٻه ايڪو.“

منترن وروڏن، هوندي ٻـ تون ايڪو،
وروڏن ٻـ سرود، ساهُرو گهر پيڪو.
تون ئي تون، ديال، دينن لاءِ ٽيڪو،
ڀاوي جيڪي توکي، سو داس لِيءِ نيڪو.
لهرئين کي ڀنتا، ساگرَ ايڪتا،

نــرگــڻ اڪــال ۽ ســاگــر ۽ بــنــب.

پــرتــبــنبن پــنــتــا، بــنــب ڪي ايــڪــتــا،

ڪــنــدِ بــرهــمــنــد، مــوجــؤن پــرتــبــنــب.

ٽئين ڀاڱي جو نالو آهي ”مطرب جي تار“ منيو ۾ آهن ويچار، ”تون منهنجو بڻ“.

نــہ چــوي هــوا ســاه نــہ ڪــڻ،

نــہ چــوي جــوت مــنــڪــي نــہ چــڻ.

ڪــيــر آه مــون ۾ ســاه ڪــٽــي تــو،

ڪــيــر آه مــون ۾ جــوت چُــنــي تــو.

اوت پــوت ســڀ ڪــيــر اُٽــي تــو،

ڪــيــر ڀــيــجــي تــو، ڪــيــر لــٽــي تــو؟

مــان هــڪــڙو وڻ، تــون منهنجو بُــڻ،

مــون ۾ اوگــڻ، ڪــريــن تــون گــڻ.

۽ آخر ۾ هڪ انيؤ ڏانهن اشارو ڪيو اٿس ۽ ايشور کي مطرب ۽ پاڻ کي ان جي تار تيڻ لاءِ آراڏنا ڪئي اٿس:

هي مطرب پيار، ڪرينم پنهنجي تار.

هــي رزق داتــار، ڏيــنــم خَــمــيــرُ خُــمــار.

هــي گــٽــن داتــار، آڻ پَــلــن قــطــار.

هي مڪتي داتار، ڪر هؤميءِ ”زيرو زار“.

هي سونــهــا سردار، وٺ منهنجي مهار.

جــيــئــن مغز نــغــز کي، چــنــگ ۽ تــارون،

جــهــان، هــي مــطــرب، تــو چــنــگ ۽ تــارون.

مــطــربــا، دل ربــا، خــوش نــوا، خــالــق.

مــاهــ، مــهــر، ســپــر جــا اعــظــم مــالــڪ.

آگر رک پنهنجي، منهنجي مسڪين تارَ،
آگر رکني پنهنجي، مُئل جيئارِ.

هن ورهيہ جي داخلائن جي چوٿين ۽ پنجين پاڱي مان جلد چوٿون چاپيو اٿن، پر سلسلو ساڳيو هلندو اچي.

چوٿين پاڱي جو نالو ”مطرب جي ست.“

انقلاب زور، هن سرشت،
جتي لائين، اونهي درشت.
مچيءَ مغزِ، مُنڪ لڪيل،
اوِديا ۾، وِديا تڪيل.
مچيءَ مغزِ، مُنڪ لڪيل،
اوِديا ۾، وِديا تڪيل.
منڪ ۾ بہ، جيڪي نِهت،
هڪ ڏينهن، ٿيندو پرورت.
غريبي سا بادشاهي،
وِنيءَ ۾ ڏس پاڻ اِلاهي.

۽ آخر ۾ لکيو اٿس ”سچ ڪنڊ اکنڊ“ بابت، تہ اهو هتي بہ حاضر:

سچ ڪنڊ اکنڊ: آهي نہ ڪنهن هنڌ،
سچ ڪنڊ اکنڊ: گهرجي ڪانہ ٻَنڌ.
سچ ڪنڊ اکنڊ: آهي سيڪنهن هنڌ،
سچ ڪنڊ اکنڊ: پاڻيهي پنهنجي ٻنڌ.
سچ ڪنڊ اکنڊ: ناهي ڪو سنڌ،
سچ ڪنڊ اکنڊ: پوي ڪرڻو نہ پنڌ.
جي ستگر ڪڍي، داسَ ڏنڌُ انڌ.

پنجين پاڱي جو نالو رکيو اٿس ”جُزوَن ۾ شعلا آذري“. پهريائين ڪئي اٿس پرارٿنا. پاڇي واريءَ جوت ڪان پار پهچائڻ لاءِ:

تـار، تـار، الـــڪ نـارائڻ، پـار پـار دڪـڻ ـ اتـرائـڻ
آد جڳـاد، نـرنـڪـــــارا، آد جـڳـاد ايـڪـنـڪـارا.
نَين جت، سچ جوت اڪارا، نـ چابڪ نـ مارڻ هارا.
نـ مـاتـي جـا پـتـا مـاتـا، نـ ڏاڙهـــڻ هـار ڪـتـا.

آخر ۾ انوپو ڏنو اٿس:

نـنـڊ ٻـٽـيـل گـيـت، جـاگـرتَ نـ يـاد،
وري ڀـهـر نِـنـڊَ، آيـو تُـنـهـنـجـو نـاد.
جــاگــرت، اهـــو ٻـــ، وري گـــم ٿـيـــو،
ڪـوه انـــدر ڪـوه، تـنـــهـــن انـــدر ڀـيـــو.
پکيئڙا، پکيئڙا، ڇو اڄ منڙا تنهن جا ٻول،
اڄن ٿا منهنجي ڪَنِ، ويني ويني نامَ تول؟
مـعـشـوق تـو دوارا، ڏي اَلــسـت شـراب،
مـعـشـوق تـو دوارا، ڏي سـوال جـواب.
هـر هـر ذري دوارا تـنـهـنـجـي نـاظـري،
ڏنـم پـاڻ ۾ ٻـ تـنـهـنـجـا، شُـعـلا آذري.

ڇهين ڀاڱي جو نالو آهي "انوار ۽ آثار". هن سال ۾ ڏسجي ٿـ شمس تبريز ۽ مثنويءَ جو خاص اڀياس ديوان ڏيارام ڀي ڪيو آهي. پويان ٻـ ڀاڱا هن سال جا فارسي لفظن سان ڀُر آهن، جيئن پهرئين سال جا ڀاڱا هندي ڀاشا جي لفظن سان.

ڇهون ڀاڱو شروع ڪيو اٿس، "خود انڪار مهه اقرار" جي بيتن سان:

ضربخاني مان نـڪـرن ڪـئين سِـڪـا،
ڇـئي سـگـهجن سـپ راجـا جـا ڪـڪـا.
هـرڪـو سـڪـو، هـزار ڪَـم ڪـري،
ڇـئـي سـگـهـجـي، راجـا ڪـان پـري.

چٽي سگهجي، وري، راجا حاضر،

شڪل سنديس، سڀ ڪچ جي ناظر.

هڪ پائي، ٻه ائين، راجا راڻي،

جتان سگهجي، ات نيٺ سماڻي.

آخر ۾ انوار ۽ آثار تي بيت لکيا اٿس، ڪجهه ڏجن ٿا:

هڪ گوهر کان، انيڪ انوار،

انيڪ انوار: انيڪ آثارَ.

انوار، آثار: تن سيني هڪ آثار،

پرسپر سنبنڌ، مهه ڪُل اپارَ.

هڪ وقت هئين عالم اَنوار،

ڪِري آئين، هت عالم آثار.

محنت ڪرڻ سان، وجي سگهين پار،

محنت آڻيندي، مِهَر سَچيارَ.

محنت سياڳ، لاراهيندءُ پار،

ملائيندءُ نيٺ، هي روحَ، منثارُ.

وري لکي ٿو:

ٿيون ورهيه، ٿيون ورهيه، جلد ٿي ٿيٽو پورو،

کهڙو نہ ليک، کهڙو نہ ليک، پرتو ستو ۾ سمورو.

مون نہ سُڌ، مون نہ سُڌ، کهڙو پائيندم پرپ چوڙو،

اِياڻي ٿيءُ سياڻي، منڌ، منگ نہ اُجورو.

منڌ منگ نہ اُجورو، ڪڏهن ٿيٽو نہ ڪجوڙو،

هردي اُدار ڏاتار، ستؤ پرتو، سد، سدورو.

منڌ ويڳاڻيءَ، گهر پَتِ مسافر،

اهڙو آنند، ڪڻ، هردي ٿيو حاضر.

انوار آثار: آثار انوار،

سـب روپ انـوپ، هَـک يـارَ غـارَ.
جـو سـمـجـهـون مـسـافـر، سـدا بـاقـرار،
جـو سـمـجـهـون مـسـافـر، سـدا گـهـر پـار.
ايـکـو نـام ڏيـاءِ تـون، سـک پـاوهـہ مـيـري پـيـائـي -
هـۇ مِـيءُ دوجـا دور کـر، وڏي وڏيـائـي.
ٽئين ورهيہ جي ستين پاڳي جو نالو بہ عجيب، هماچل شکر ۽ رات جو سج، يعني هماليہ جي چوٽي ۽ رات جو اُجالو. پهريان بيت اتِس پرتو تي، وري بہ الهام جي اتهاس کي ٿو ياد کري:
چـوٽـيـهـہ مـهـنـا، روز روز، سَـتـۇ کـان رج، تم رتـا.
چـوٽـيـهـہ مـهـنـا روز روز، پـوتـل، پـرپ جـا پـتـا،
چـوٽـيـهـہ مـهـنـا روز روز، پـاتـل پـرپ جـي عـطـا.
پوئينءَ باقي ستوتر آهي، هماچل شکر ۽ رات جو سج،
پـوءِ پـنـهـنـجي تـار ۾، شـاهـہَ راهـہَ غـيـبـي عـالـم،
ڏسج نـہ منهنجي عيبن، سرو ڏٺي، نـرليـپ نـرالـم.
بـيـچـون تـون درون بـيـرون، دل غـفـا اچ يـار غـار،
سـيـتـل هـمـاچل، شِـکـر، شـانـت ايـکـانـت اُت آپـار.
اک لـڳـي ويـئـي، نـام جـپـيـنـدي،
جـاڳـيـس رات، سـج آکـاش چـڙهـيـو.
انـتـر آکـاش، چـڙهـيـو سـورج،
تـارن اچـن، فـرش عـرش، مـڙهـيـو.
وڏنـدي ويـئـي، تـيـزي بـارش،
وڏي پـڙ ڏن، نـام جـي بـہ، اُرو.
مـيـنـهـن کـرپـا جـو، وسـيـو هـردي،
انـوپـو جـو اَگـيـو نـئـون تَـرو.
سـتـگـر لائق، کـيـا پـنـهـنـجـا،

پـــرپ وٽ ڪـــيـــو، نمـــاڻـــو سُـــرخـــرو.

ڪيئن نہ ڏيارام ائين پنهنجي عمر جي پوين ڏينهن ۾ منزلون پار ڪندو ٿي ويو ۽ ست سروپ ۾ سمائجڻ لاءِ روز روز سانباهون ٿي ڪندو رهيو.

چابڪن ۽ رهاڻ مان جيڪڏهن جدا جدا سنگرهہ نهن، تہ وگيان ويچارا حصا هوندا شاگردن کي ڏاڍا ڪمائتا ٿين، جو انهن ۾ وگيان جون عجيب حقيقتون ڏيکاريل آهن ۽ وگيان جي وسيلي هنن ۾ ڌرم ڀاو جاڳائڻ جي ڪوشش ڪيل آهي. ستوتر ۽ پرارٿنائون بہ هردي ناريندڙ آهن. وري انوڀون ۾ جي اندر لاءِ اشارا آهن ۽ سڪيائن ۾ سمجهاڻيون، سي پڙهي تہ دل جي عجيب درستي حاصل ٿي ٿي سگهي. گرواٽيءَ جي پريمين لاءِ گرواٽي ويچار ۽ گر پرساد تمام سنو آهي ۽ چٽ پرساد جي سامگري آهي. آزمود گارن لاءِ اتهاسڪ ويچار تمام سنو توشو آهن. جدا جدا قسمن جي ماڻهن لاءِ، وديارٿين چاهي ويدانتين لاءِ، چابڪن ۽ رهاڻ ۾ دماغ، دل ۽ جيوت لاءِ سچو خزانو پريل آهي. شل اهو سنڌواسي ڪم آڻين!

## ٻين ڪتابن تي محنت

ديوان ڏيارام ڪشالو ڪري نہ رڳو پنهنجا ڪتاب ناهيا، پر ٻين جا ناهيل ڪتاب بہ نظر مان ڪڍندو هو. مرحوم شمس العلما مرزا قليچ بيگ، چچ نامي جو ترجمو پارسيءَ مان انگريزيءَ ۾ ديوان ڏيارام جي چوڻ موجب ڪيو، تہ اهو سو ڪتاب اول ديوان صاحب پاڻ نظر مان ڪڍي، ڪيترن هنڌ ضروري ڦير گهير ڪري، پوءِ مرزا صاحب کي موٽائي موڪليو تہ هاڻ ڀلي ڇپائي پڌرو ڪريو. ديوان صاحب جيتوڻيڪ انهيءَ ڪتاب تي تمام گهڻي محنت ڪئي ۽ ان جو منڍ بہ پاڻ لکيائين، تہ بہ ائين ڪونہ اٿايائين تہ مون ڪا انهيءَ تي محنت ڪئي آهي. مرزا صاحب کي بہ انهيءَ ڳالھ چاٽائڻ کان جهلي ڇڏيو هئائين، نہ

تہ هو پنهنجي ڪتاب جي منڍ ۾ ديوان صاحب جي شڪرگذاري ضرور ظاهر ڪري ها.

مرزا قليچ بيگ سنڌيءَ ۾ رباعايات عمر خيام جو ترجمو ڪيو تہ ديوان ڏيارام انهن رباعين جو تات پرج اهڙي عمدي نموني لکيو آهي، جو جئن پڑهہ تئن فرحت پيئي اچي. ساڳيءَ طرح ديوان ڪؤڙيمل، ساميءَ جا سلوڪ گڏ ڪري ڇپايا، تہ سلوڪن جو تات پرج ديوان ڏيارام لکيو. اهي ٻئي تات پرج نهايت نزاڪت سان لکيل آهن. اهي ٻئي تات پرج نهايت نزاڪت سان لکيل آهن ۽ منجهن ٻولي اهڙي سپڪ ۽ سوادي آهي جو ويجهڙائيءَ ۾ مسٽر ڀيرومل مهرچند سنڌي نثر جي ڪتابن مان چونڊ مضمون پنهنجي ڪتاب ۾ آندائين. مسٽر ڀيرومل جو اهو ڪتاب "بهار نثر" جي نالي سان مشهور آهي ۽ ويجهڙائيءَ ۾ٻمبئي يونيورسٽيءَ وارن جڏهن اهو درسي ڪتاب ڪري منظور ڪيو، تہ ڪيترن ماسترن ديوان صاحب جي انهن ٻنهي مضمونن جي نهايت گهڻي ساک ٿي ڪئي. سچ پچ اهي مضمون پڑهڻ وڙان آهن ۽ ديوان صاحب جي قابليت جي ساک پرين ٿا.

**باب سورهون**

# آخرين سکيا

منشيہ جيون جو مقصد آهي يوگ، يعني ايشور سان ميلاپ يا ايشور پراپتي. يوگ شاستر موجب انهيءَ مقصد کي سامهون رکي، سڀ ماڻهو ٽن درجن ۾ ورهايا ويا آهن. هڪڙا اُتم اڌڪاري، ٻيا مڌيم اڌڪاري. ٽيان مندا اڌڪاري اُتم اڌڪارين لاءِ ايشور پرنيدان هڪڙو مکيہ ساڌن آهي. مڌيم اڌڪارين لاءِ يوگ جي ساڌن پاد جي پهرئين سوتر ۾ لکيل آهي تہ ٽي ساڌن آهن يعني تپ. سواڌياءِ ۽ ايشور پرنيڌان. مند اڌڪارين لاءِ اٺ يعني يم - نيم - آسن - پراڻايام - پرتهار - ڌارڻا - ڌيان - ۽ سماڌي.

جيڪڏهن جدا جدا ماڻهن جي حياتيءَ کي جاچي ڏسبو تہ خبر پوندي تہ ڪن جي ساري عمر پنهنجي چال سڌارڻ جي ڪوشش ۾ لڳي ٿي وڃي. ڪي اُن کا مٿي اهڙي قسم جا سايرش آهن جو سم درسي، سيتل سدا، سڀ جا سکدائي،

ممتا ميل اندر ۾، رکن نہ رائي،
سامي سدائي، ڪن اُپڪار اَچاهہ ٿي.

يعني چال ڪافي سڌريل اٿن ۽ منجهن پراُپڪار ورتي پريل آهي. اهي ٿيا مڌيم درجي جا يوگ اڌڪاري. تنهن کان مٿي ڪي اهڙا آهن جن پنهنجي چال بہ اڳيئي سڌاري ڇڏي آهي ۽ پراُپڪار بہ انهن ۾ سڀاويڪ آهي ۽ يڪدم صرف ايشور ڌيان ۾ لڳي، منشيہ ماتر کي نئين رستي لائڻ جي ڪوشش ٿا ڪن، جيئن گرو نانڪ ديو. هي صاحب جي سڏا جپ ۾ لڳي ٿا وجن ۽ ٻين کي بہ نام دان ڏيڻ جي ڪوشش ٿا ڪن، اُهي سمجهجن اُتم اڌڪاري.

ڏيارام جي جيون چرتر جاچڻ مان ايئن پيو ڏسڻ ۾ اچي تہ سندس آتمڪ اوستا هن جنم ۾ مڌيم اڌڪارين جي درجي واري هئي. سندس جيون چرتر ۾ وديا وٺڻ ڪانپوءِ ٽي مکيہ پاڱا ٽا ڏسڻ ۾ اچن. هڪڙو تپسيا پرڌان پاڱو، جنهن ۾ ڏيارام ۾ پراُپڪاري ورتي پر ٻل ۽ پرڌان هئي، اهو آهي سندس نوڪريءَ جو زمانو. وري 1904ع کان وٺي ڪلفتن ۾ رهڻ ڪانپوءِ سواڌياءِ جو انگ وڌڻ شروع ٿو ٿئي ۽ تپ سان گڏ سواڌياءِ بہ لڳو لڳ هلندو ٿو رهي. اهو زمانو ١٩١٢ع تائين هلي ٿو. پوءِ ڏيارام سنسٿائن کولڻ ۽ هلائڻ جي ڪم کا هٽجي فقط سواڌياءِ، وگيان ۽ ويدانت ورتي وڌائيندو، ايشور پرنيڌان جي رستي تي چست طرح هلڻ شروع ٿو ڪري. جولاءِ ١٩٢٣ع ڌاري يوگ جي پومڪا هن ۾ ظاهر ٿئي ٿي، الهام جو زمانو اچيس ٿو ۽ ايشور پرنيڌان سندس مکيہ ساڌن رهجي ٿو وڃي. انهيءَ طرح يوگ پرشت، يوگ يڪت جي پدويءَ تي پهچي ٿو ۽ اميد ڪري ٿي سگهجي تہ ٻي جنم ۾ سندس پدوي اتم اڌڪارين جهڙي ٿي سگهندي.

سندس جيوت مان اسانکي اها سکيا ٿي ملي تہ ماڻهو هن دنيا ۾ آيو آهي پاڻ سڌارڻ لاءِ ۽ پورڻتا حاصل ڪرڻ لاءِ. جيڪي بہ دک ۽ تڪليفون ڏسي ٿو سي ڪيس ڪرمن انوسار ملن ٿيون تہ سنئين راه تي هلڻ سکي ۽ يوگ لاءِ اُتم اڌڪاري ٿي سگهي. ڏيارام جي مکيہ سکيا ماڻهن لاءِ هوندي هئي، يم، نيم پالڻ جي سکيا، ايشور پراپتي ۽ جڳت هت لاءِ ڪوشش ڪرڻ جي سکيا. انهيءَ لاءِ هن اسڪول ۽ سنسٿائون کوليون جن جو ذڪر تيرهين باب ۾ ڪيل آهي. انهيءَ لاءِ هن ليک لکيا ۽ پستڪ رچيا، جن جو ذڪر پندرهين باب ۾ ڪيو ويو آهي ۽ انهيءَ لاءِ هن ايشور استت ۽ پرارٿنا لاءِ اُمنگ ڏيکاريو جنهن جو ثبوت چابڪ ۽ رهاڻ مان ملي سگهي ٿو.

هلندڙ زماني ۾ سنڌ جا جيڪي بہ مهاپرش ٿي گذريا آهن تن مان ڏيارام بہ هڪ مکيہ هو. سندس پراُپڪار ورتي، اسان سڀني کي

پراپڪاري ٿيڻ ٿي سيڪاري. سندس گھرو گيان ۽ وشال ود وتا ڏيکاري ٿي تہ ماڻهوءَ لاءِ فرض آهي، جهان سمجهڻ ۽ پاڻ سمجهڻ ۽ پرماتما سمجهڻ. انهن کي سمجهڻ جي هن ساري عمر ڪوشش ڪئي ۽ پنهنجي جيوت سان سِڌ ڪري ڏيکاريائين تہ: جان جئين تان سِک ـ جيئَڻ سک سکدائي. سکدائي ٿيڻ سان ۽ سکيا پراپت ڪرڻ سان، انسانن سان ايڪتا حاصل ڪرڻ ۽ اندر جو آرام ۽ ايشور سان ايڪتا حاصل ڪرڻ، اهي جيوت جا مکيہ مقصد هن پنهنجي حياتيءَ هلائڻ سان ظاهر ڪيا. شل اسين اهي سڀ سبق دل سان هنڊايون! جڳت هِتَ لاءِ هر قسم جون سنستائون جيئن هن کوليون ۽ هلايون، تيئن اسين بہ کوليون ۽ هلايون، خاص ڪري اسڪول، ڪاليج ۽ هنري سيائون، اوچ وديا لاءِ اسڪالرشپون، صحت آشرم، سيوا سدن ۽ شانتي آشرم هنڌ هنڌ کوليون. چت پرساد ۽ اندر جي آرام ۽ ايشور سان ايڪتا پراپت ڪرڻ لاءِ پڄن پاءُ، گيان، ڌيان، ڌارمڪ درشتي ۽ رهڻي وڌائڻ جي ڪوشش ڪندا رهون!

هرهڪ مهاپرش پنهنجي ديش ۽ ڪال جي ساٿين کي سمجهاڻي ڏيڻ جي ڪوشش ٿو ڪري، تہ جيوت جو مقصد سمجهو ۽ اها اجائي نہ وڃايو. پنهنجن پنجن دوتن کان پاڻ بچايو ۽ آتمڪ اُنتي ڪريو تہ جنم مرڻ جي چڪر کان ڇٽو ۽ جيون مڪت ٿي ڌرم ميگهہ وانگر سيني تي ديا، ڌرم ويچار جي ورکا ڪريو ۽ سنسار کي سرڳ بڻايو ۽ آتمائن کي پرماتما جي آنند دربار ۾ داخل ٿيڻ ۾ مدد ڪريو. شل اِهي سبق اسين سندس حياتيءَ مان سکي سگهون! ۽ سنڌين لاءِ سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ جو ڏيارام الهام ڇڏيو آهي، سو پڙهي پاڻ سڌاريون ۽ اُپڪار ۾ اُڳتي تکڙي وک کڻي سگهون.

**اوم شانتي! شانتي!! شانتي!!!**

# ضميمو

| هندي لفظ | سنڌي معنيٰ | هندي لفظ | سنڌي معنيٰ |
|---|---|---|---|
| شرڌا | ايمان | پستڪ | ڪتاب |
| سنما | جاني عزت | سهائتا | مدد |
| نمرتا | هيٺاهين | يگيه | خير جو ڪم |
| ايشور پراپتي | اهل الله | آسيس | دعا |
| گرو | مرشد، استاد | پترسنتان | خوشي وارا |
| چرن ڪملن | قدم پير | ڌيان | فِڪر، سوچ |
| جيوت | زندگي | گيان | ڄاڻ |
| جوت | روشني | وديادان | علم جي خيرات |
| آشيرواد ابلاشي | دعا جو اميدوار | گياني | ڄاڻو |
| ارپڻ پتر | ارپنا | داني | سخي |
| وديا | تعليم | لگا | پيري |
| سنستائون | جماعتون | ڪلا | سُڌ، سمجهه |
| استرتا | دل جي ٽڪاءُ | ڌرم ورتي جاگرت | ديني خيال جي سجاڳي |
| چِت | ذهن | ودوان | علم وارو |
| پرسنتا | خوشي | ڪرپا | ڪرم |
| آتما | روح | پراپت | حاصل |
| آنند | سک | پنگتي | سماجي |
| لاڀ | فائدو | سندر | سهڻا |
| جنم ساکي | زندگيءَ جي ڳالهه | وگيان | ٻُڌ سُڌ |
| پاٺڪن | پڙهندڙ | گورو | مري ويل جي سڙيل رک |
| پرستائي | خوشي | پانپتر | اڊريس |
| سوڀاڳيه | خوش قسمتي سڀاڳ | سنگين پاري | دوستن جي جماعت |
| سمتيءَ | سمجهه | دڪشني | ڏکڻ وارا |
| ڪميا | معاف | ساهتيه آچاري | علم جو استاد |
| سنستائن | سڀائون، جماعتون | آتياچار | وڏو ويچار |
| آتمڪ امنگ | روحاني امنگ | وشيه | مضمون |
| وينتي | عرض | ڳٽڪي | مجموعو، ڪتاب |
| سڀيتا | تهذيب | آپدا | مصيبت، آفت |

| هندي لفظ | سنڌي معنيٰ | هندي لفظ | سنڌي معنيٰ |
|---|---|---|---|
| استاپن | برپا | اُپديش | تبليغ |
| ودياليہ | اسڪول | شردا | ويساهہ |
| پستڪاليہ | ڪتابخانہ | ڀڳتي ڀاءُ | پوڄا جو پيار |
| پرار ٿنا يون | عبادت خانہ | راجنيتڪ | دستوري، قانوني، سياسي |
| ايڪانت | گوشہ نشيني | وگيانڪ گيان | سائنس حڪمت هنر |
| مؤن | اڻ ڳالهائڻ | | جو علم |
| هنسا | ڪوس، ڏوهہ، گناهہ | ايڪانت | گوشہ نشيني دؤر |
| جوتي پردان | روشني بخشي | گرنٿ صاحب | سکن جو مذهبي ڪتاب |
| پرارٿنا | عبادت، ڌڻي در عاجزي | پاٺ | دؤر |
| ورت | روزو | سموادن | گفتگو |
| سنڌيا | مذهبي عبادت | ايڪانت | اڪيلائي |
| پرارٿنا | بندگي ـ عبادت | ڌارمڪ ڪتاب | مذهبي ڪتاب |
| ديهانت | وفات | سانت اپياس | خاموش مطالعو |
| ڌرم پتني | زال | نيم پوروڪ | ٽائيم ٽيبل مطابق |
| ڪريا ڪرم | ڪفن دفن | گرواڻيءَ | مرشد جو چيل ٻول |
| پورن ويراڳ | دنيا وي خواهشن کي | ارٿ | سکن جي مرشد گرو |
| | مڪمل طرح سان ترڪ | ودوان | نانڪ شعرن جو ڪتاب |
| | ڪرڻ جي شڪتي. | روڳڻ | مريضن |
| ويوڳ | وڇوڙو | وڪار | بيماري، نقص |
| ايڪانت | گوشي نشيني | پريا | واٽ، رستو |
| گيان | ڄاڻ، سمجهہ، دانائي | سڪرت | نيڪي |
| ايڪانت | وحدانيت | جيوت | زندگي |
| گنيير پستڪ | ڳوڙهو ڪتاب | پوتر آتما | پاڪ روح |
| آتمڪ اُنتيءَ | روحاني ڀلائي | وهيءَ | ڊائري |
| ٻني دان | ٻني خيراتون | جيون چرتر | سوانح عمري |
| گيان يگيہ | عقل سمجهہ جي | تپسيا | تپسيا |
| | خيرات ُصورت ۾ | وگياني | ڏاهپ وارو، عقلمنديءَ |
| ٽيڪائون | شرحون، معنائون | | جو حڪمت ڀريو خيال |
| نندا | گِلا | گرواڻيءَ | مرشد واري ٻولي |
| پنٿ | مذهب | | |

| هندي لفظ | سنڌي معنيٰ | هندي لفظ | سنڌي معنيٰ |
|---|---|---|---|
| سمي | وقت | انتر آتما | اندر جو روح |
| آتمڪ اُنتيءَ | روحاني واڌارو | شڀ سنڪلپ | نيڪ خواهشون |
| پريمين | پيارن | پنگتي | سوٽل |
| آسيس | دعا | پدارٿن | شيون تت |
| اڪال اڪنٺ | غيرقانوني خدا | سنبنڌ | تعلقات |
| ڀاڳ | حصو | سڀائون | مجلسون |
| ڪيرتن | ڀڄن، حمد، ثنا | راجنيتڪ | قانوني، سياسي |
| پرڀات | پرڀهه ڦٽي | ڌارمڪ | مذهبي |
| پر اُپڪار | ٻئي تي احسان | نروڳي ڪايا. | صحتمند جسم |
| جڳ هِتڪارين | ڪنڌڙ، خلق جو ڀلو | لوشڌ سهائتا | دوائن جي مدد |
| | چاهيندڙ | نيمن | قاعدن قانونن |
| ٻلهار | قربان | مصيبتن | مصيبتن |
| پرڀ | الله | سنستا | جماعت |
| پونجي | موڙي، ملڪيت، | آشرم | گهر |
| ڪيرتن | ڀڄن، حمد ثنا | چت پرساد | ذهني پاسخاطري |
| هري ڪٿا | الله جي ڳالهه | آتمڪ انتيءَ | روحاني بهبودي |
| پنيه | نيڪي | ڌارمڪ | مذهبي |
| دان | خيرات | ڀڄن ڪيرتن | حمد ثنا |
| ڀائپي ڀاءُ | ڀائپي سان پيار، ڀائپي | پراپت | حاصل |
| | جو لحاظ | ڀڪتيءَ | عبادت پوڄا |
| ڀوجل | دنيا وي سمنڊ | منڊلي | ائسوسيئيشن |
| سڪرت | چڱا، نيڪ ڪم | منتريءَ | ڪائونسلر |
| مڪت | ڇوٽڪارو | اُتپن | پيدا |
| اَمرت ويلي | صبح وقت | شيوا ڌاري | خدمت ڪندڙ |
| گهٽ گهٽ | دل دل ۾ | پستڪاليه | ڪتب خانه |
| ايڪتا | هيڪڙائي | دان | خيرات، سخا |
| ست سنگهه | گڏجاڻي ورونهن | شڀ ڪامنا | نيڪ تمنا |
| انت | پڇاڙي | پر اُپڪاري | ٻئي جي ڀلائي |
| سنستائون | ائسوسيئيشن | استاپن ڪرڻ | قائم ڪرڻ |
| مها پرشن | مذهبي جوڳي | گيان يگيه ۾ وشواس | دانائي جي خيرات ۾ ويسام |

| هندي لفظ | سنڌي معنيٰ | هندي لفظ | سنڌي معنيٰ |
| --- | --- | --- | --- |
| نارين ۾ وديا | عورتن ۾ علم | سٽنترتا | خود مختياري، آزادي |
| پنگتي | سماجي | پراتري ڀاءُ | ڀائيچاري جو پيار |
| ناري وديا | عورتن جي تعليم | اتياچار | بي انصافيون |
| وديا پرچار | تعليمي تبليغ | ورڌ تحرڪ | برخلاف تحريڪ |
| ڪيئنئين | ڪيتريون ئي | ڏرت | ڏڪار |
| برڪشن | وڻن، درختن | ڌرمي سنستائون | ديني ائسوسيئيشنون |
| آرٿڪ | گهرجائن جي مدد | ڌرمي ڀاءُ | ديني پيار |
| نورتي | خاتمو، ٻچائي، ٻچاڙي | نتِ نير | هميشہ جو فائدو |
| جتن | ڪوشش | ڌارمڪ انتيءَ | ديني ڀلائي |
| پروار | ڪٽنب | ٽيڪا | شرح |
| ڳيت | ڳجهو، لڪل | وشيش | خاص، خصوصي |
| ڳيت پر اپڪار | ڳجهيءَ طرح ڀلائي | ويراڳ ورتي | بيچيني |
| وڌوائن | بيوهہ، رنڙ زالون | اتپن ٿي | اداسي وارو خيال پيدا ٿيو |
| سنگ | سنگت | ودوان | عالم |
| گرهڻ | اپنائي | سريشٽ | بهترين عهدا |
| شيوا | خدمت | وديارٿي | شاگرد |
| آگيا | اجازت | وڀاڳ | حصا، ڀاڱا |
| نشڪام | هر خواهش کان پاڪ | سنسڪرت پستڪاليہ | ڪتاب گهر |
|  | selfless بي لالچ | پاٺشلا | اسڪول |
| هردو | سينو، دل | واچنالين | اڀياس گهرن |
| جيوت | زندگيءَ ۾ | گائڻ آلين | ڳائڻ |
| شڌ | پاڪ، صاف | ڪنيائون | ڪنواريون ڇوڪريون |
| ڌرمي ڀاو | مذهبي پيار | جوشش | شاگرد |
| پنگتي | سياسي | گائڻ وديا | ڳائڻ جو علم |
| بيو ڦا راجنتڪ مدلي | قانوني جماعت يا | اپيو ڳتا | تمام گهڻي موافقت |
|  | سياسي جماعت | آتما جي اوستا | روح جي عمر |
| سمپادڪ | ايڊيٽر | نيمن | مقرر وقتن موجب |
| ودوان | تعليم يافتہ | استاپن | برپا |
| مت ڀيد | مذهبي ڳالهيون | اپاسنا | عبادت بندگي |
| راجنيتڪ دِرشٽي | سياسي نظر | گيان يگيہ | خلق جي خدمت |

| هندي لفظ | سنڌي معنيٰ | هندي لفظ | سنڌي معنيٰ |
|---|---|---|---|
| سِمر درسي | هڪ ئي نظر سان ڏسڻ | شيوا | خدمت ۾ |
| سيتل سدا | ٿڌائي سان | ارپڻ | وقف |
| سکدائي | سک ڏيندڙ | آهاءِ | اولڙو، روشني |
| ممتا | هٺ وڏائي، | تيجسوي | تجمل وارو |
| ميل | مير | دويش | ٻيائي |
| اپڪار | ڀلائي | تمس | جذبو ـ ڪاوڙ |
| مهاپرش | عظيم شخص | رجس | لذت سان پيار |
| شيوا جو ڀاءُ | خدمت جي چاهت | ستو | سچي گڻ وارا |
| اُپيوگ | موافقت | ورتاو | استعمال |
| سِنڌيا | لِهِ وقتي عبادت | وايو | هوا |
| ڪرمن | فعلَ، عملَ | تيج | روشني |
| ست گرشيوا | مرشد جي خدمت | اوچ ڌارمڪ | اعليٰ ديني |
| دويش | ٻيائي | پستڪن | سچن |
| وشيءِ | ڪيش | ايڪتا | هيڪڙائي |
| موهه | چاهت | ڀراتري ڀاو | ڀائيچاري سان پيار |
| اهنڪار | هٺ وڏائي | ڪميا | صبر، معاف |
| اوديا | جهالت | سوارٿ | جاتي |
| مڪت | آزاد | نيات | لالچ لوڀ |
| اپديش | تبليغ | ڪوپ | ذات قوم عذاب |
| ٻيج ڪيول نام | الله جي نالي جو ذڪر ڪر | انتي | ڀلائي بهبودي |
| انوپ مهما | بي مثال ساراهه پريندو | آپدا | آفت مصيبت |
| تت اکري | جوهر، حاصل مطلب | اپديشڪ | تبليغي |
| ڪوتا | نظر | ڳِتڪو | ڪتاب، مجموعو |
| پرڪاشت | پڌرا | سڌانتن | نتيجن |
| انتر جوت | اندر جي روشني | ويدانت | اخلاقي اصول |
| سنبنڌ | ڳانڍاپو | اڀياس | مطالعو |
| پرٻوڌ | سمجهاڻيون | ڀڳت | الله جي عبادت ڪندڙ |
| وستار | اپٽار | آتم موڪش | روح جي ڇوٽڪاري |
| تات پرج | تت | جڳت هِت | خلق سان پيار |
| وديارٿي | شاگردن جي | ڪڪرمن | غلط ڪارين |
| اپاسنا | عبادت . پوڄا | ذرو | ذريعو |
| | | ڪرم | عمل |

| هندي لفظ | سنڌي معني | هندي لفظ | سنڌي معني |
|---|---|---|---|
| مارگ | رستو | نيات | قوم، ذات |
| گيان، ڌيان | فڪر سوچ | سندره اپديش | روحاني ڀلائي |
| ارداس | التجا، دعا | آتمڪ انتي | مذهبي نصيحت واعظ |
| پوتر | پاڪ صاف | سابوڪ دان | سچي خيرات |
| سوريه | سج | يوگيه | عابد پوڄاري |
| آڪاش منڊل جا سر | آسماني آواز | جگياسو | علم جو اميدوار |
| الهد باج | لاحد آواز | تڇ وستوءَ | خراب ۾ خراب شئي |
| پراپت | حاصل | ٻڌيءَ لوڪ | سمجهه عقل |
| سورگي | بهشتي | ايڪ اونڪار | هڪ الله |
| نربؤ | بي خوف | ايڪاگر | يَڪسُو |
| سورگ | جنت | اپديشڪن | تبليغ ڪندڙ |
| پوتر استانن | عبادت گاهه | ڀڄن ڪيرتن | حمد ثنا |
| سر وَد | مٺو راڳ | اُدرپورنا | پيٽ جو پورائو |
| آنهيڻ | هائوڪار | چنتا | ڳڻتي |
| اگنيءَ | باهه | سڪرت | نيڪ ڪم |
| آچاريه | عالم | اهنسا | بي ضررائپ نرمي |
| اهنڪار | چوٽڪارو | ستيه | سچائي |
| نرت | نوڙت | يگيه | خيرات |
| مهاشترو | وڏو دشمن | آسيس | دعا حاصل |
| اڇاهه | اڄ | ڀڃ | ثواب |
| نشوارٿي | لاطمع | ساتوڪ دان | سچي خيرات |
| ڪرتويه | ڪم عمل | هتڪاري | قرب محبت |
| چريتر | احوال | پاون | مروت سخاوت |
| ڌارمڪ | ڌرمي | جگت هت | مخلوق سان محبت |
| ڀڃنيڪ | ڀڄن وارا | ودوان | عالم |
| شڌ نم | پاڪ نالي | انتر جوت | اندر جي روشني |
| جگياسو | ڄاڻ جو اميدوار | پراپت | حاصل |
| ڌنيه واد | جَسَ، شاباس | | |
| آسيس | دعا | | |
| سوڪشم وياڳ | ننڍي کان ننڍو حصو | | |
| اوشواس | بي ويساهي غير يقيني | | |
| نشچو | يقين اعتماد | | |

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڳَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڀِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَکَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻ، سمجهه ۽ ڏاهپ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهه پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ اٽڪائي ڪي ڀاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‍ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوٖ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٹٹر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ونڻ ونڻ کي مون ياکِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)